# ثقافت ۽ انساني معاشري جي اوسر



ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي




اوسر اشاعتاڻو - حيدرآباد

اوسر اشاعتائو جو ڪتاب

ڪتاب جو نالو : ثقافت ۽ انساني معاشري جي اوسر
ليکڪ : ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي
ڇاپو پهريون : فيبروري 2015ع
ٽائٽل ڊزائين : مور ساگر
ڪمپوزنگ : آفتاب حسين ميمڻ
ڇپائيندڙ : اوسر اشاعتائو قاسم آباد حيدرآباد
ڇپيندڙ : ساحل پرنٽرز اينڊ پبلشرز حيدرآباد. 03332634650

قيمت: 200 روپيا

# انتساب

هي دماغي پورهيو جيڪو سنڌي زبان جي انيڪ سماجي ۽ تهذيبي رُخن کي روشن ڪري، پڙهندڙن جي ذهن ۾ علمي اجالو پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ بنبو، سو وڏي اڪير سان پنهنجي پياري محبوب دوست حيدر علي خان لغاري ڏانهن منسوب ڪريان ٿو.

مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرينءَ کي!

نيازمند

**شمس الدين عرساڻي**

# فهرست

# اداري طرفان

اوسر اشاعتائو، اوسر پيڙهڪا امانتاڻ جو ذيلي ادارو آهي، جيڪو سندس مقصدن جي پورائي لاءِ قائم ڪيو ويو آهي. هن اداري جي هميشه کان ڪوشش رهي آهي ته هو پنهنجي پڙهندڙن کي نت نون عنوان سان اهڙيون لکڻيون پيش ڪري جنهن سان پڙهندڙن جي دلچسپي ۽ معلومات ۾ اضافو ٿئي. اوسر اشاعتائو هن وقت سنڌي ٻوليءَ کي لاحق خطرات بابت چڱيءَ طرح ڄاڻي ٿو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي پيش ايندڙ چيلنجز کان بخوبي آگاهه آهي، اهو ئي سبب آهي جو هي ادارو سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري ۽ ترويج تي ڪم ڪرڻ کي اهميت ڏئي رهيو آهي.

ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي جي "ثقافت ۽ انساني معاشري جي اوسر" جي عنوان سان لکيل هن ڪتاب ۾ 14 مضمون شايع ڪيا ويا آهن، جيڪي ليکڪ مختلف وقتن ۽ موقعن تي سنڌي ٻوليءَ جي مسئلن تي مخصوص زاويه کان لکي الڳ الڳ اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ڪرايا آهن. هي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي انهن اسڪالرن لاءِ ڪارگر ثابت ٿيندو، جيڪي لسانيات جي موضوع تي تحقيق ڪري رهيا آهن، هي ڪتاب انهن ٻوليءَ جي چاهڪن لاءِ به دلچسپي جو باعث بڻبو جيڪي سنڌي ٻوليءَ سان محبت ڪن ٿا ۽ ٻوليءَ جي ترقي ۽ ترويج لاءِ ڪوشان آهن. هي ڪتاب سنڌيءَ جي انهن ادارن لاءِ پڻ آهي، جيڪي ٻوليءَ سان سلهاڙيل ڪمن ۾ جنبيل آهن. مطلب ته هن ڪتاب جو ڪارج، ضرورت، اهميت ۽ وسعت سنڌي پڙهندڙن جي هر مڪتبه فڪر رکندڙ فردن تائين ڦهليل آهي ۽ هي ڪتاب سيني لاءِ يڪسان فائديمند آهي.

ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي هن ڪتاب ۾ "سنڌي ٻوليءَ جي فني اصطلاح سازي"، "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي اشتراڪيت"، "سنڌي پاڙهڻ جي طريقن"، "سنڌي ٻوليءَ ۾ ايندڙ رنڊڪن"، "سنڌي ٻوليءَ کي ايڪيهين

صديءَ ۾ ڪيئن قابل ڪار بنائجي"، جهڙن اهم موضوعن کي ڪنيو آهي، جيئن ٻوليءَ سامهون ايندڙ هر چئلينج کي سمجهي، ان جي ترقيءَ لاءِ راهه هموار ڪري سگهجي. ڊاڪٽر عرساڻي هن ڪتاب ۾ امتحاني بورڊ طرفان ڪيل غلطين جي نشاندهي ڪرڻ کان علاوه نصاب جوڙيندڙ اداري جي غلطين کي پڻ مثالن ۽ دليلن سان ظاهر ڪيو آهي، جيئن انهن غلطين کي سمجهي ايندڙ لکڻين ۾ درستگي آڻي سگهجي.

اوسر اشاعتاڻ طرفان مصنف جا ٻيا ڪتاب به ٻوليءَ جي مسئلن تي ڇپائي پڌرا ڪيا ويا آهن. اهي مسئلا سنڌي ٻوليءَ جي ادب سان وابستگي بابت هجن يا لسانيات متعلق، ادبي اتصال بابت هجن يا وري ٻوليءَ جي حسن ادائگي سان لاڳاپيل هجن. ليکڪ جو ٻوليءَ جي سمورن مسئلن کي ظاهر ڪرڻ جو مقصد، ٻولي ۽ ادب جي سنگم جو عڪس سماج اندر ديد پن (Vision) پڌرو ڪرڻ آهي. ان ڪري ڪتاب جو نالو ٻولي ۽ ادب جو سنگم پڻ تجويز ڪيو ويو هو. جنهن کي افادي موضوع ۾ تبديل ڪيو ويو.

اميد ته اوسر اشاعتاڻ جو هي ڪتاب پڙهندڙن کي پسند ايندو ۽ هو ڪتاب پڙهي سنڌي ٻوليءَ جي بنيادي بيهڪ کي سمجهندا ۽ ان جو درست استعمال ڪري سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ ترويج ۾ مددگار ثابت ٿيندا.

المخلص

**امتياز احمد عرساڻي**

انچارج

اوسر اشاعتاڻو-حيدرآباد

# پيش لفظ

منهنجو بابا، "ڊاڪٽر شمس الدين عرسائي" جنهن تي اسان سڀني کي فخر آهي، هو سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ ۾ وڏو مقام رکي ٿو. هن سنڌي ٻولي ۽ ادب جو گهرو جائزو وٺندي، انهن جا مختلف تحسين آميز پهلو روشن ڪيا آهن. پاڻ آڳاٽي دور کان نئين دور تائين سنڌي ادب جي تجزياتي تاريخ لکي اٿس. ڊاڪٽر شمس الدين "آزاديءَ کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر"، "سنڌي ادب ۾ تنقيد"، "سنڌي ادب جي ارتقائي تاريخ"، ۾ سنڌ جي وڏن نندن قلمڪارن، ڪهاڻيڪارن، ناول نگارن ۽ اسلوب نگارن توڙي نقادن ۽ محققن جو فني ۽ فڪري مطالعو ڏنو آهي. ڊاڪٽر شمس الدين عرسائي جيترو وڏو نقاد ۽ لساني عالم آهي اوترو ئي سندس نالو تخليقي ادب ۾ به ورتو وڃي ٿو. هن جا خاڪا ( فن، شخصيت ۽ انداز) ڪالم ۽ تحريري مضمون سنڌي جي چڻ ته خزاني مثل آهن، پاڻ سنڌيڪاري ۾ به مهارت رکي ٿو. هو انگريزي مان سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ ۾ يڪتا آهي. ٻاراڻي ادب (نثر ۽ نظم) جو نامور ليکڪ آهي. اهڙيءَ طرح سچو اديب، هئڻ سان گڏ قابل پروفيسر ۽ تعليمدان يعني اڪيڊميشن به رهيو آهي. "ثقافت ۽ انساني معاشري جي اوسر" ڪتاب ان ڳالهه جو پورو پورو شاهد آهي ته بابا سائين کي سنڌي ٻولي سان شروع کان ئي والهانه لڳاءُ آهي. بابا سائين پنهنجي شاگردي واري زماني کان ئي سنڌي ٻولي سان شوق ۽ شغف رکندو هو. هو اڃا هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هو ته ٻارن جون آکاڻيون لکڻ لڳو ۽ جواني واري دور ۾ سندس مضمون شايع ٿيڻ لڳا. طالب علمي جي زماني کان پروفيسر ٿيڻ جي عرصي دوران هن ڪيئي علمي، ادبي ڪتاب لکيا، اهڙيءَ طرح هو سنڌيءَ جو عالم اديب ۽ محقق ليکجڻ لڳو. هن پنهنجي سموري ملازمت واري عرصي ۾ ادبي ڪم سان گڏ تعليمي ڪم (Academic work) پڻ گهڻي محنت سان انجام ڏنو

آهي. "ثقافت ۽ انساني معاشري جي اوسر" ڪتاب جا مضمون ان دعوي جا شاهد آهن ته ان سموري ايامڪاريءَ ۾ سنڌي ذريعي تعليم ۾ سڌارو آڻڻ لاءِ هن تحقيق جانفشاني ڪان ڪم ورتو آهي، هو پرائمري، ثانوي، اعلي ثانوي جي مختلف مضمونن تي ڇپيل سنڌي ڪتابن جو عالمانه جائزو وٺي متعلقه عملدارن تي غلطيون ظاهر ڪري ڪين اصلاح جو مشورو ڏيندو رهندو هو. هي ڪتاب اڪثر اهڙن مضمونن جو مجموعو آهي.

شمس الدين عرساڻي رڳو سنڌي ٻوليءَ ادب جو فقط پارکو ڪو نه رهيو آهي بلڪ پنهنجي عمل ۽ جدوجهد سان ٻولي جي حقن بحال ڪرڻ لاءِ مختلف فورمن تان وقت بوقت آواز آٿاريندو رهيو. هن ڪتاب جا ڪجهه مضمون ان ڳالهه جا شاهد آهن ته مصنف وقت به وقت پنهنجي قلم سان سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجو اصل مقام ڏيارڻ لاءِ جاکوڙيندو رهيو آهي. پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته مختلف قومي جماعتن، ادبي انجمن توڙي سرڪاري ادارن ٻوڌو ڪو نه ٻاريو ان صورتحال کي مدنظر رکندي شمس الدين عرساڻي سنڌي ٻولي تعليم ۽ ثقافت لاءِ نجي ادارو پنهنجي اولاد ۽ مائٽن جي سهائتا سان قائم ڪيو. ان اداري ٿوري وقت ۾ متعدد ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن.

بابا سائين هن وقت عليل ۽ بستري دراز آهي، ڪيس پنهنجي قائم ڪيل ادارن جو وڏو فڪر رهي ٿو. هو پاڻ بار بار پنهنجي اولاد کي ادارن سان وابسته رکڻ ۽ سنڌي ثقافت جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ لاءِ وقت به وقت هدايتون ڏيندو رهي ٿو.

المخلص

**سنڌيا عرساڻي**

هدايتمان اوسر اشاعتاڻو

اوسر تعليمي مرڪز

# سُراهپ (ثقافت) ۽ انساني معاشري جي اوسر

دراصل ثقافت جو ڌرتيءَ سان اڻ ٽُٽ ۽ گهرو رشتو ٿيندو آهي. اُها ڪا بي پاڙي ول ناهي، جيڪا زمين ۾ پاڙ هڻڻ کانسواءِ اُپري اچي، بلڪ ثقافت تہ بلوغت تي رسيل ۽ تناور ۽ ڇانودار وڻ وانگر آهي، جنهن جي ڦل جو ذائقو بہ صدين جي آبياري، محنت ۽ سار سنڀال کانپوءِ وڃي حاصل ٿيندو آهي. ثقافت جو انساني زندگي ۽ ان جي اوسر سان سڌو سنئون لاڳاپو آهي. اسان کي اها ڳالهہ چڱيءَ ريت سمجهڻ کپي تہ فقط ۽ فقط ثقافتي اثر يا نفاذ ذريعي ئي اسين انساني معاشري کي ڪنهن بہ خاص رخ ۾ موڙي يا وري مائل ڪري سگهون ٿا! اهڙيءَ صورت ۾ وري بہ انسان کي پنهنجي زمين ۽ پنهنجي وطن کي مرڪزي نقطو بنائڻو پوندو ۽ لامحالہ گذري ويل دورن جي ذهين ۽ محنت ڪش انسانن جي ڪارنامن ۽ سندن ڇڏيل تهذيبي ۽ تمدني ورثي کي چڱي ريت سمجهڻو پوندو.

ثقافت ڇا آهي؟ ان جو انساني زندگيءَ تي ڪهڙو اثر آهي؟ يا انساني زندگي ثقافت مان ڪيئن رنگ وٺي ٿي ۽ انساني زندگيءَ تي پوندڙ ثقافتي اثرن تي روشني وجهڻ کان اڳ ۾ پڙهندڙ ضرور اولين طور ثقافت يا سُراهپ جي اصطلاح کي سمجهڻ چاهيندا.

### (الف) ثقافت لفظ جي بنيادي معني ۽ مفهوم

ثقافت جو لفظ سنڌي زبان ۾ اردو زبان مان آيو. انگريزيءَ ۾ ان واسطي استعمال ٿيندڙ لفظ 'ڪلچر' جيترو آسان ۽ عام بوليءَ جو لفظ آهي، 'ثقافت' جو لفظ اوترو ئي ثقيل ۽ عام ذهانت ۾ مونجهارو پيدا ڪندڙ آهي. اردو زبان جي ڪنهن اسڪالر اهو عربي جي عام اصطلاح 'ثقافتہ' مان

گهڙيو ۽ 'ثقافت' کي ڪلچر جي نعم البدل طور پنهنجي اردو مضمون ۾ استعمال ڪيو. عربيءَ ۾ ثقافت جو عام لفظ سکڻ، پائڻ ۽ ماهر هئڻ جي معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو. فارسي زبان ۾ ثقافت کي فرهنگ، چئبو آهي، جنهن جي مجموعي مفهوم ۾ علم ۽ دانش فرينچ ۾ 'ڪولتور' جو لفظ ثقافت لاءِ استعمال ٿئي ٿو، جنهن جو اکري مادو به ساڳيوئي انگريزيءَ وارو لفظ 'ڪلچر' آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ اردوءَ جي تقليد ۾ ساڳيو ئي 'ثقافت' جو لفظ استعمال ٿيڻ لڳو. مگر ڊاڪٽر محبت ٻرڙي جي تخليقي ذهانت پهريون ڀيرو 'ثقافت' واسطي 'راهپ' جو نج سنڌي لفظي اصطلاح ڪم آندو. منهنجي خيال ۾ مقصد جي چٽائي لاءِ اچا به ان کي جيڪر سُراهپ چئون ته بهتر ٿيندو. ڇاڪاڻ ته ثقافت معاشري ۾ انسان جي عمدن عملن ۽ غير معمولي مهذبانه ۽ سهٺي سراهپ کي چئجي ٿو، جنهن مان هڪ طرف انسانيت کي فائدو رسي ته ٻئي طرف خود انسان جو ان منجهان شرف ظاهر ٿئي. آڪسفورڊ ايڊوانسڊ لرنرز ڊڪشنريءَ ۾ ڪلچر جي معنيٰ ڏنل آهي ته: .Refind understanding and appreciation of art and literature
يعني ته: "ادب ۽ فن بابت باريڪ فهم يا ان سان نازڪ لڳاءُ ۽ قدرن جي ساڃاهه کي سُراهپ يا ڪلچر چئجيٰ ٿو." انگريزيءَ ۾ ڪلٽيويشن يعني زراعت جو مقصد زمين جي سڌاري ۽ پيداوار ۾ واڌاري جو عمل آهي سنڌي جو لفظ به زراعتي عمل سان ڳنڍيل آهي. راهپ پنهنجي ٻوليءَ ۾ هڪ پراڻو اصطلاح راهي پوکي عام آهي جنهن جو مطلب به سٺي هلت چلت آهي. ان طرح ڪلچر جو لفظ به اصل ۾ ڪلٽيويٽ مان نڪتل آهي، جنهن جي صفت ڪلٽيويٽڊ آهي. ساڳي لغت ۾ ان لفظ جي تمام سهٺي ۽ مناسب معنيٰ ڏنل آهي. (of people, manners etc) having or showing taste and efinement. (يعني ته ماڻهن ۽ خصلتن بابت)، جنهن مان سهڻو مذاق ۽ آراستگي ظاهر ٿئي ٿي. ٻنهي لفظن ۾ 'سُراهپ' (ڪلچر) معاشري ۾ پيدا ٿيل عمده فهم يا ساڃاهپ کي چئجي ٿو، جنهن سان تهذيب کي اوسر ملي ۽ انسانيت جي ترقيءَ جو عمل اڳتي وڌندو رهي.

(ب) ثقافت جو وسيع مفهوم ۽ انساني معاشرو

لغوي انداز کان ثقافت يا سُراهپ جي مفهوم جو جائزو وٺڻ بعد هائي اسين ڏسنداسون ته اڄڪلهه جي زماني ۾ ثقافت مان ڪهڙو مطلب ورتو وڃي ٿو؟ دراصل اڄ جي دور ۾ اهو هڪ وسيع مفهوم رکندڙ اصطلاح آهي، جنهن مان مراد مجموعيٰ انساني سماج جو گذريل يا گذرندڙ ورثو آهي. ادب، فن، معيشت، معاشرت، رسمون رواج، عقيدن ۽ نظرين کانسواءِ سڀ تمدني اوزار ۽ وسيلا مطلب ته پيداواري ذريعن جي صورت ۾ جيڪي به ڪي شيون ترقيءَ جو سفر طئي ڪندي اسان تائين پهتيون آهن سي سيائي خود بخود ايندڙ نسل کي منتقل ٿي رهنديون. ان مان ثابت ٿيو ته اڄ اسان جيڪا به تعمير يا تخليق ڪريون ٿا سا سيائي مستقبل جي انسان جو ثقافتي ورثو بڻبي.

سُراهپ قومي به ٿيندي آهي ۽ سموري انسانذات جي ورثي جي حالت ۾ اُها هڪ عالمگير صورت به رکندي آهي. مثال طور پٿر کي رگڙي باهه حاصل ڪرڻ، ڪاٺيءَ منجهان ڦيٿو ٺاهڻ، اوائلي ايٽ، ڪارچوب اوبرو يا آڏاڻو ٺاهي، سُٽ ڪتڻ، ڏاڳو ٺاهڻ ۽ اُڻڻ ۽ ڪپڙو تيار ڪرڻ، مٽي، ڪل ۽ بانس مان سادا سودا موسيقيءَ جا اوزار ٺاهڻ. اهي سڀ شيون اوائلي انسان جي دست صناعي يا دماغ سوزيءَ جو ڪمال هيون. اهڙيءَ طرح ڌرتيءَ جي سيني کي چيري غذائي جنسون اُپائڻ يا ڏڻ پالنا جي حرفت، فڪر و نظر جي ميدان ۾ موسيقي، شاعري، ڊراما، فلسفو، مصوري ۽ مجسمه سازي ماضيءَ جي انسان جون سوڀائتيون ايجادون ليکيون وڃن ٿيون. اهڙيءَ ريت علم و ادب، تعليم ۽ فن ۽ سائنسي ايجادن مان بغير ڪنهن تفريق دنيا جون سڀئي قومون فائدو پرائينديون آيون آهن، جنهن ڪري انهن کي عالمي ثقافت ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. جن تي ڪنهن به هڪ قوم جي اجاره داري يا دعوي تسليم نٿي ڪري سگهجي. ان سموري ڳالهه جو اهو نتيجو نڪتو ته هر گذريل دور جو نسل پنهنجي ايندڙ دور جي نسل واسطي ورثي طور ڪي نه ڪي قيمتي وٿون ڇڏي ٿو وڃي ۽ زنده قومون ۽ نسل وري وڏڙن جي يادگار اثاثن جو قدر ڪري انهن کي وڌيڪ اُجاري، چمڪائي، وڌائي ۽ ويجهائي پنهنجي پوين نسلن لاءِ ڇڏي وڃن ٿا تان ته سندن پوئنير ان

مثالي ثقافت جي اثر ۽ نفاذ ذريعي پنهنجي زندگيءَ جي جوڙجڪ پائين ۽ اُهي آسان ۽ لاياڻتي زندگيءَ جو مزو ماڻي سگهن.

(ب) عالمگير ثقافت جي اوسر ۾ سنڌي ثقافت جي ڀاڱيداري

ثقافت جو مفهوم ڄاڻڻ بعد هاڻي اسين سنڌي ثقافت جي اوسر تي سرسري نگاهه وجهنداسون.

سنڌي انسان به ماضيءَ کان جديد دور تائين پنهنجي ذهانت ۽ ذوق جي عين مطابق ثقافت جي تخليق ڪندو رهيو آهي. زندگيءَ جي مختلف ميدانن ۾ ڪي ناهيل وٿون اڄ به سنڌ جي ڌرتيءَ تي روان دوان ڏسجن ٿيون. ڪن ۾ جدت طرازي پيدا ٿيندي رهي آهي ۽ ڪي وري اوائلي شڪل ۾ ماضيءَ جي ورثي طور آثار قديمه ۾ محفوظ رهجي ويل آهن. سنڌ جي قديم ترين ثقافت جا نشان قبل از تاريخي دور ۾ ڪثرت سان ملن ٿا. مهن جي دڙي جا آثار قديم ثقافت جا شاهد آهن، افسوس جو ان مان پيدا ٿيل هنر ۽ فن جون صحتمند روايتون غنيمن جي يلغارن باعث نامعلوم ٿي ويون، تاهم قديم تهذيبن جي اوسر مهن جي دڙي جي ثقافت جي گهڻي ڀاڱيداري Contribution ثابت ٿي چڪي آهي. اڄ جيڪي معروف ۽ معياري رسم الخط ليکيا وڃن ٿا مثلاً ديوناگري، رومن، عبراني، مصري وغيره. تن سيني پنهنجي قديمي جوڙجڪ مهن دڙي جي لپيءَ مان تشڪيل پاتي اها مستند راءِ قديم ورثي جا نشان ارتقائي صورت ۾ تاريخ جي مختلف تهذيبي دورن ۾ مدغم ٿيل ضرور ملندا.

تاريخي دورم سنڌي ثقافت ۾ فن ۽ فند Art & Craft جا ڪيئي نادر نمونا سڄي سنڌ ۾ ڦهليل ملن ٿا. جيڪي قوم جي ذهن ۽ ذڪاوت جا امين آهن. مثال طور ٺُڪسالي (پٿر تي اُڪر جو ڪم) جنهن جا نقش مڪليءَ جي مقبرن ۾ مدفونن تي اڄ سوڌو اُڪريل ملن ٿا. رني ڪوٽ جو شاندار اڏاوتي ڪارنامو، ڪوٽ ڏجي ۽ حيدرآباد جو قلعو اهو سڀ تعميرات ۾ سنڌين جو عظيم ثقافتي ورثو شمار ڪري سگهجي ٿو. مغربي قومن جي آمد کان گهڻو اڳ ۾، سنڌين آبپاشي لاءِ واهه ۽ نهرون کوٽايون۽

جي شروعات ۾ گهرو عمارت سازي تمام گهڻي ترقي ڪئي. حيدرآباد، ڪراچي، سکر ۽ شڪارپور ان لحاظ کان ماڊرن سنڌي ثقافت جا قابل ديد شهر بڻجي پيا. گهر جي تعمير جو مخصوص انداز سنڌين جي ذوقي مزاج، حسن نگاهه ۽ آسودگيءَ جو سهڻو مثال هو. ڪشادا اڱڻ، دالان، ڪوٺا، هوا جي رخ کان ڏکڻ اولهه جي سمت ۾ جاين جي بيهڪ. وانڪاڻي يا بادبانيءَ لاءِ بلند قامت هوا دان يا منگهه انهن جاين جا خاص پهلو هئا. جن مان انوکي ثقافت جو نظارو جڙندو هو!

(ب) سنڌي ثقافت جي انفراديت

سنڌي ثقافت ڪيترين ڳالهين ۾ منفرد رهي آهي. سونهن ۽ قوت آزمائيءَ جا هتي اهڙا پيمانا وجود ۾ آيا جن جو ٻئي ڪنهن به خطي ۾ سراغ نٿو ملي. قديم زماني کان، ٻاراڻ کان ٻڍاپڻ تائين، جسماني سونهن ۽ نمرائي کي قائم رکڻ لاءِ صحت وديا ۽ سکيا جو گهريلو نصاب رائج هو. جنهن کي ثقافتي روايت جو درجو حاصل ٿي چڪو هو. ان جي گويا هر گهر اندر ٻيجاري قائم هئي. ماڻهوءَ جي جسماني ڊؤل، شڪل شباهت، صحت، بدني سٺو پائي لاءِ آڳاٽن سنڌين هڪ معيار قائم ڪري رکيو هو. ٻار جي ڄمڻ کان جوان ٿيڻ تائين ۽ جوانيءَ کان پيريءَ تائين ڪيترا حڪيمانه گُر ايجاد ڪيا هئا. تنجڻ، آڊِمڪَ، مٺو ويهارڻ ۽ ٻيون مشقون ان ۾ شامل هيون .سگهه ۽ سونهيات جو عملي ڪورس آهي، نئين صديءَ جي شروعات تائين به هر ڪٽنب ان تي عمل پيرا رهندو اچي ٿو. ان ڪري جسماني بيهڪ، هائي ۽ مهاندي ۾ سنڌي انسان ٻين قومن کان پڌرو توانو ۽ يگانو نظر اچڻ لڳو. ان باعث سنڌي ثقافت به منفرد ثقافت ليکجڻ ۾ آئي. خود سنڌين جون قومي رانديون جهڙوڪ ملهه، ونجهوٽي ۽ ٻلهاڙو وغيره سنڌين جي ثقافت کي فخريه بنائين ٿيون، جنهن جو نندي ڪنڊ ۾ پري پري تائين ڪو به مثال نٿو ملي. اهي رانديون خود سنڌي ثقافت جي يگانگيت جون عڪاس آهن.

سنڌي ثقافت پاڻ ۾ امتيازي خصوصيتون رکڻ باعث سنڌين جي

انهن هندن تائين پاڻي جي رسد کي ممڪن بنائي زراعت ۾ ترقي آندي هئي. سنڌي ماڻهن پوکي راهي، آبي گذران ۽ پيلائي زندگي گهارڻ لاءِ موافق ماحول تي انحصار ڪيو ۽ پنهنجن نجين وٿن کي وسيلو بنايو ۽ اهڙيءَ طرح پنهنجي مخصوص ۽ انو کي ثقافت کي پيدا ڪيو.

جڏهن سنڌ جي نئين تمدني زندگيءَ کي اوسر ملي ته ديس ۾ شهري ۽ صنعتي ثقافت نکري نروار ٿي. ڪپڙي جي صنعت ۾ سنڌ سڄي نندي ڪنڌ ۾ برک شمار ٿيڻ لڳي. سنڌ جو اوني ۽ سوٽي ڪپڙو ۽ ٻيون مصنوعات، ڏکڻ ايشيا، ايران ۽ وچ اوڀر ڏور مغرب تائين ڏيساورن ۾ وينديون هيون. اهو ئي زمانو هو، جڏهن سوسيون، گريبيون، اجرڪون، لونگيون، پانڊتا، کيس ۽ لويون ديسي ثقافت جو شان بنجي چڪا هئا.

سنڌ جي شهري ۽ قومي رياست جي مضبوطيءَ سان سنڌين جي علم ۽ فن ۾ بي پناه ترقي آئي، سنڌيءَ ثقافت جي ڪشش باعث مختلف ڏيهن جا هنرمند، استاد ۽ عالم سنڌ کي پنهنجو وطن بنائڻ تي فخر محسوس ڪرڻ لڳا، حڪمت ۾ ويديڪ علم ته سنڌ جي ثقافتي زندگي جو خاص اهڃاڻ بنجي ويو. عرب سياحن جون تاريخون به سنڌ جي ويدڪ علم جي واکاڻ سان ڀريل آهن، تجارت ۽ صنعت جي فراوانيءَ سبب ڪيترائي تجارتي ڍنگ، مَتِ سَٽا، ناڻي ۽ بئنڪنگ جا طريقا سنڌي واپارين جي هٿان ايجاد ٿيا. ماضيءَ ۾ سنڌ ۾، پيدا ٿيل اهي ثقافتي روايتون اڄوڪي بين الاقوامي دستور العمل جو حصو بنجي رهجي ويون آهن.

سنڌ جو تعمير سازيءَ جو فن پنهنجو علحده مقام رکندو هو، جيڪو ماضيءَ کان پاڻ ۾ اضافو آڻيندو، ويهين صديءَ ۾ جدت طرازيءَ سان منهن ڪڍي بيٺو هو. گهرن جي اڏاوت لاءِ سنڌين کي عمارت سازيءَ جو انوکو هنر هو، جنهن ۾ پٿر ۽ چن جي گاري سان ڪاٺ جي پٽين ذريعي ڪامن، ٿنين ۽ ٿوٽين سان جايون اڏيون وينديون هيون، جيڪي گرمي ۽ سرديءَ لاءِ گهر جي ماحول کي موافق رکڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيون. آڳاٽين بادشاهي سلطنتن ۾ ديبل، ٺٽو، پنيور، نيرون ڪوٽ، اروڙ ۽ ٻيا ڪيترا نندا وڏا شهر پراڻي دور جي مڪان سازيءَ جو خاصو بثيل هئا. اوڻويهين ۽ ويهين صديءَ

جداگانہ قومر هئڻ جي نشانبر بنجي رهي آهي. علم ادب، شاعري، فن ۽ موسيقي، زبان، سياست، دستور العمل ۽ فن تعليم ۽ تدريس ۾ سنڌي قوم تخليقاريءَ جو موجب بنجي رهي آهي. سنڌ جي اڪابرن، عالمن ۽ شاعرن تصوف جي رنگ ۾ هڪ ديسي ۽ نِجي فڪر حيات پيدا ڪيو، سنڌي زندگيءَ کي ان ۾ ڍارڻ لاءِ راه عمل ڏسيو. اهو ڪويا سنڌي دستور الحيات يا ديسي مذهب ٿي اُڀريو، جنهن ۾ هندو ۽ مسلمان ٻنان تفريق جي هڪ قوم سمان بنجي ويا. سنڌ ۾ لاتعصب معاشري جا تجربا ڪاميابيءَ سان اسري رهيا هئا ۽ ويهين صديءَ جا اسرندڙ سنڌ جا شهر ان جو تصويرون بنجي ويا.

سنڌي ذهانت موسيقيءَ ۾ پنهنجا علحده راڳ ۽ سُرَ ايجاد ڪيا ۽ سنڌي قوم هن جمالياتي ذوق جي ماهيت ۾ خاص رنگ ڀريا. سر راڻو، سُر مارئي، سر حسيني، سُر ڪوهياري، سُر سامونڊي ان جا چند مثال آهن. علم ادب يا شاعريءَ ۾ دوها، چند، بيت، وائي ۽ ڪافي سنڌي خلقڻهارن جي پنهنجي ذوق طبع جون ڇاپون آهن.

سنڌي زبان ۾ صديون اڳ ۾ قصه گوئي ۽ رومانس پيدا ٿيو جيڪو ڳاه ۽ ڳالهہ جي صورت ۾ نروار ٿيل آهي. 17 صديءَ ۾ شاعرن خصوصاً شاهہ لطيف پنهنجي شاعريءَ ۾ قومي فڪر ۽ سنڌي قوميت کي اجاگر ڪيو. هن پنهنجي فن ۽ فڪر جو بنياد نج ٻولي، وطني روايات، ۽ تهذيبي اهڃاڻن تي رکيو. سندس شاعريءَ ۾ سنڌ وطن جي قومي نشانبرن ۽ خاڪي جو احاطو ڪيل آهي.

سنڌ جو ٻيو قومي عالم 19–20 صديءَ ۾ پيدا ڪيو، جو شمس العماءُ مرزا قليچ بيگ جي نالي سان مشهور آهي. هن سنڌي زبان ۽ ادب ۾ زبردست واڌارا آندا ۽ ان کي نئين زماني جي سائنسي ضرورتن مطابق وسعت ڏني. اهڙيءَ طرح هن قومي فڪر لاءِ سازگار ماحول پيدا ڪيو ۽ گويا نئين جديد سنڌي ثقافت جو پايو رکيو. هن سنڌي نثر ۽ نظم ۾ جديد ترقي يافتہ ٻولين جون صنفون رائج ڪيون. هن تفريحي اخلاقي ۽ تعميري ادب لکيو. ان سلسلي ۾ ناول، ڊراما، سياحتي ۽ سفري ڪتاب شايع ڪرايا. سنڌي زبان ڪلاسيڪي ۽ اٿائي شاعرن جي ڪلام کي سهيڙي ترتيب ڏني ان کي

منظر عام تي آندو. شاهہ عبداللطيف جي ڪلام جو رسالو پهرين پهرين مرزا قليچ بيگ پنهنجي اصلي ۽ افادي صورت ۾ ڇپايو جنهن باعث انگريزي دور جا سنڌي عالم ان طرف متوجہ ٿيا ۽ ان سلسلي ۾ تحقيق جي راهہ کُلي پئي؛ مرزا قليچ سڀ کان اول سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت جي تاريخ تي قلم کنيو ۽ ان سلسلي ۾ ڪتاب لکيا. عالمگير انساني تهذيب ۽ تمدن تي بہ سڀ کان پهرين مرزا صاحب سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيا هن هٿان سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ سائنسي لٽريچر جو آغاز ٿيو. مطلب مرزا قليچ بيگ سنڌي زبان لاءِ بي پناهہ محبت جاڳائي ۽ ان کي هڪ باوقار ثقافت جو اهڃاڻ بنائي ڇڏيو... هو خود پنهنجي شخصي درجي ۾ سنڌي تهذيب ۽ ثقافت جو سفير نظر ايندو هو! هڪ چمڪندڙ ۽ مضبوط سنڌي ثقافت جون پيون بہ ڪيترئون ئي شهادتون ڏيئي سگهجن ٿيون. تاريخي دور کان سنڌ جي شهرن، وستين ۽ واهڻن ۾ مڪتبن ۽ مدرسن جو چار ڦهليل هوندو هو. سنڌ جا هندو توڙي مسلم يڪ ڳو نہ ان ۾ تعليم پرائيندا هئا. سنڌي تعليم جي شهادت ان وقت جي مغربي سياحن جي احوالن مان ملي ٿو. سنڌين پنهنجي ذهانت ۽ فطانت سان سنڌي زبان۾ تدريس فن جو رواج وڌو. ڪتاب لکيا. سنڌي لغت نويسيءَ جو ميدان فتح ڪيو ۽ سڀ کان اعليٰ ۽ افضل ايجاد سنڌي الف بي جي تختي هئي، جيڪا عربي رسم الخط مان ويامائي وئي هئي. سنڌي رسم الخط جي اها صورت صديون گذرڻ سان مسلم الثبوت بنجي وئي، جنهن جي علمي،واهڻ ۽ عملي ڪارج کي انگريزن بہ تسليم ڪيو. اهو ئي سبب آهي جو انگريز عملدارن ۽ ماهرن تعليمي ۽ دفتري ٻوليءَ لاءِ ساڳي رسم الخط کي ڪارگر ٺهرائي بحال رکيو. نہ فقط ايترو بلڪ سنڌي ٻوليءَ ۾ جديد علم و ادب ڇپائڻ جو بہ اهتمام ڪيو. اوڻهين صديءَ جي پڇاڙيءَ کان اڳ ۾ ئي سنڌي دماغ، انگريزي حاڪمن جي راضپي ۽ تعاون سان سنڌي اکرن جو مڪينيڪل ٽائيپ رائيٽر بہ جوڙي ورتو، جنهن جو هندستان جي ٻي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ مثال نٿو ملي ان کان علاوه سنڌي ماهرن سنڌي ٻولي ۾ گهڻو اڳ ۾، انگريزيءَ ٻوليءَ وانگر ڇپائيءَ لاءِ مڪينيڪل پريس جو هنر عام ڪيو، جيڪو اردو زبان جي لٽو واري

ڇپائيءَ کان ٻه درجا بهتر ۽ ترقيءَ جي ڊوڙ ۾ ٺهڪندڙ قدم ثابت ٿيو. اردوءَ جي نستعلق عبارت کان سنڌيءَ جي نسخ عبارت واري ڇپائي تمام سهڻي پڙهڻ ۾ آسان ۽ اکين کي لُڀائيندڙ آهي، جنهن تي اردودان هميشه رشڪ ڪندا رهندا آهن.

نئين صديءَ جو سنڌي نسل ٻه پنهنجي قومي تقاضائن ۽ فرضن کان هروڀرو غافل ڪونهي. اهو سنڌي ثقافت کي نئين صديءَ جي گهرجن ۽ بين الاقوامي ثقافت جي قدر ۽ معيار مطابق قدم کڻڻ لاءِ سرٽوڙ ڪوشش ۾ هميشه رڌل رهي ٿو. چنانچه سنڌي نوجوان جي تخليقي ڪم ۽ ذهانت باعث جديد سنڌي ثقافت نيون راهون اختيار ڪري رهي آهي، بلاشڪ سنڌن اهو ڪارنامو ڇٽبو جو موجوده دور ۾ سنڌي ٻولي ساڳي رسم الخط سان ڪمپيوٽر تي روان بنجي چڪي آهي، جنهن تي سنڌي ڪتاب ۽ اخبارون ڪاميابيءَ سان ڇپجي رهيا آهن. هن وقت سنڌي ڪمپوزنگ ۽ ڇپائيءَ ۾ نفاست ۽ تيزڪاريءَ ۾ دنيا جي هر مادري زبان سان مقابلو ڪري سگهي ٿي. ڪمپيوٽر ۽ سنڌي رسم الخط اچڻ سبب سنڌي علم ادب جي هر شعبي ۾ اشاعت ٿيڻ لڳي آهي.

عالمي ثقافت جي مفهوم ۽ سنڌي سراهپ جي اوسر بابت ابتدائي مطالعي کانپوءِ ڪنهن قوم جي تعمير ۾ ثقافت جو رول بخوبي سمجهڻ ۾ اچي ويو هوندو. موجوده دور جو نوجوان نسل ۽ ايندڙ زماني جو سنڌي نسل اسان منجهان ڪجهه ذميوارين پورين ٿيڻ جي توقعات رکڻ ۾ حق بجانب آهي. اگر اسان پنهنجون ذميواريون احسن طريقي سان پوريون ڪيون ته پوءِ اسان يقيني طور هڪ بهتر سنڌي سماج جي تعمير ۽ تخليق جو سبب بڻباسون.

سراهپ يا ثقافت اهو مقناس آهي، جيڪو ڪنهن ٻه سماج جي اجتماعي ذهنن کي پنهنجي طرف ڪشش ذريعي ڇڪي آڻي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو ڪمزور سُراهپي ورثو رکندڙ قومون دنيا جي تاريخ مان جلدي ئي منتشر ۽ محو ٿينديون رهيون آهن. اڄ جي عهد ۾ ثقافت قومن جي زندگيءَ ۾ تشخص ۽ خودداريءَ جي اظهار جو سڀ کان اهم ذريعو آهي. دنيا

جون باٿر قومون جيڪي وسيلا رڪندڙ بلڪ وسيلن تي قابض آهن، سي سُراهپ جي اٿر ۽ اهميت کي سمجهندي پنهنجي مفادات جي حصول لاءِ انحصاري قومن جي ثقافتن ۾ بگاڙو آڻڻ لاءِ ڪوشان رهن ٿيون. هو ٻين جي ثقافتن کي مٽائڻ وارين ڪوشش کي ڪاميابيءَ سان همنڪار ڪرڻ واسطي سُجهاءُ رسي (Communication) جي ذريعن خاص ڪري پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا جو خوب استعمال ڪري رهيون آهن. اهڙن حربن ۽ ترڪيبن کي استعمال ڪرڻ مان سندن مقصد انسانيت جي ڀلائي ڪونه هوندو آهي، بلڪ پنهنجي ثقافت جي فوقيت ۽ ٻين قومن مٿان بالادستيءَ رکڻ لاءِ پنهنجي مذموم مفادن جو تحفظ ڪرڻ سندن خاص مقصدن ۾ شامل هوندو آهي.

دراصل ڪابہ خاص ٻولي ڳالهائڻ ۽ سکڻ ڪو بشري اعجاز ناهي، بلڪ انسانذات لاءِ قابل فخر صرف علم جي حاصلات هوندو آهي. سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا صرف چند صديون اڳ۾ جڏهن انگريزي زبان اوج تي رسيل نہ هئي تہ پوءِ آخرڪار علم، فن ۽ سائنس جا سرچشما انساني نسل کي ڪيئن منتقل ٿيندا آيا؟ ڇا جديد دور ۾ روس، چين، جپان، جرمني، اسپين، اٽلي، فرانس ۽ ٻين متعدد قومن جي علمي ۽ سائنسي ترقي جو انحصار صرف انگريزي ٻوليءَ تي آهي؟ حقيقت اها آهي تہ جهڙيءَ طرح انگريزي ڳالهائيندڙ قومن جي ذهني ترقيءَ لاءِ انگريزي ٻولي ضروري آهي تهڙيءَ ريت سنڌي قوم جي ذهانت جي ترقيءَ ۽ ثقافتي اوسر لاءِ سنڌي زبان جو واهڻ بہ ضروري آهي. اسان کي ڄاڻڻ کپي تہ جڏهن ڪا بہ قوم ڪنهن ٻي قوم جي ثقافتي ڄار ۾ ڦاسي پوندي آهي تہ پوءِ اها جلدي پنهنجي سڃاڻپ وڃائي ويهندي آهي.ڪنهن قوم يا سماج تي ڪنهن ٻي قوم جو جيترو زياده ثقافتي غلبو هوندو اُها قوم يا ان سماج ۾ پاڻيرائي ۽ خود ڪفالت جو لاڙو آهستي آهستي گهٽجي منجهانئس ختم ٿيندو رهندو ۽ اُها ٻين قومن جي هٿ وسيڪ بنجي رهجي ويندي ان ڪري سنڌي قوم لاءِ نهايت ضروري آهي تہ جديد دور ۾ سنڌي ثقافت کي ٻين ثقافتن جي مقلد ٿي رهڻ وارن اثرن کي جذب ڪرڻ بجاءِ صرف اسان کي

سنڌي ثقافت جي توسيع ۽ واداري لاءِ ڪهڙي ڪان ڪهڻيون ڪوششون ونڻ گهرجن.

سنڌي ثقافت جي سگهاري، نمايان ۽ ڇانئجڻ جي قوت جو سبُب فقط سنڌي ٻولي ۽ ان جو مقبول عام ڪشش انگيز ذريعہ تعليم آهي.

(ت) ثقافتي رويو ۽ لکندڙن کي التماس

اڄڪلهہ سنڌي ٻوليءَ جا ڪجهہ نالي چڙهيا اديب خودساختہ فلسفي جي مغلوبيت يا ڌارين جي اثر هيٺ يا وري خوشڪلامي خاطر سنڌي ثقافت کي ڀڏي شڪل ۾ پيش ڪندا رهن ٿا، جيئن ان جو قومي چهرو ظاهر ٿي نہ سگهي. جيڪي لکندڙ ثقافت جي مفهوم ۽ دائري جي صحيح ڄاڻ نٿا رکن ۽ فقط ذهني پراگندگي کي ثقافت سمجهي قلم کڻن ٿا، تن جو ذڪر ڪرڻ فضول آهي. ان ڪري منهنجي باشعور لکندڙ خاص ڪري انهن کي جيڪي ٿورو گهڻو بہ قومي درد رکن ٿا، تن کي دردمندانہ اپيل آهي تہ هو ثقافت تي جيڪي بہ لکن سو سوچي ذميوارانہ انداز سان لکن، جيئن پڙهندڙن ۾ سنڌي سُراهپ يا ثقافت جو صحيح نقش يا صحتمند تصور اُڀري اچي. اڪثر مضمونن ۾ وڏيرن جون اوطاقون پيرائن آستانن جي حاضري، ناڪاره سماجي شغل، مدي خارج رسمن ۽ رواجن گروهي يا طبقاتي سوچ يا اهڙي عمل ۽ ڪردار کي ساراهيو وڃي ٿو، جيڪو اعليٰ انساني معاشري جي شان و ٿان هر گز ناهي. اهڙين مضمر خيز ڳالهين کي قومي ثقافت ۾ ڳڻائڻ ڪان پاسو ڪرڻ گهرجي. ثقافت جي روح کي سمجهڻ جي اُن ڪري بہ ضرورت آهي جو اڄڪلهہ عموماً انساني اخلاق جي اصل مٿيا مٿان مٿي وجهي تحريرن ۾ عمل ۽ ڪردار جي گمراهين کي بي خوفيءَ سان ساراهيو وڃڻ عام لڳو پيو آهي. ڪالهہ جيڪي اديب سنڌي ادب ۽ ثقافت جي چوٽيءَ تي ويٺل هئا سي ويچارا اوچتو آسمان تان ڪري ڪجور ۾ اچي اٽڪيا آهن. ڪهڙن جو ذڪر ڪري ڪهڙن جو ڪجي. جنهن ڪهاڻيڪار غريبن جي محرومين ۽ ڏکن سورن جي عڪاسي ڪندي نالو ڪمايو سو اچانڪ اميرائي ماحول جو ڳيجهو بنجي رهڻ لڳوءِ

هو غير انساني حرڪتن ۽ نازيبا عملن ۾ ڪوهجي ويو آهي۽ انهن خوش ظاهري لمحن کي انسانيت جو معراج سمجهڻ لڳو آهي.اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ ان کي ٻه ٽه ٿو وساري سگهجي جنهن ڪامريڊڪي ڪوري مان تپي نڪتل ڪندن سمجهيو ويندو هو. تنهن صوفيءَ جو فقيراڻو چولو پائي چڙيو ۽ هاڻي پنهنجي مهمياتي سفر ۾ سجادن ۽ روحاني فقيرن جي ڪشف ڪرامتن جا چرچا ڪندو وتي. اڪثر ليکڪن جا سنڌي ثقافت تي ڇپيل مضمون موضوع کان بعيد خود ساخته صوفياڻي رمزن تي هوندا آهن هڪ سماجي مضمون نگار اڪثر انهن پراڻين نيم تاريخي، افسانوي ۽ نيم مرده رسمن جو تذڪرو ڪيو آهي، جيڪي قبائلي دور جون يادگار رسمون آهن. اسان جي هن جديد سماجيات جي مطالع جي دعويٰ ڪندڙ عالم ٻه روايتي قلمڪار وانگي انهن رسمن کي سنڌي قوم جو قابل فخر اثاثو ڪري ڄاڻايو آهي، مضمون نگار کي بخوبي معلوم هوندو ته سُراهپ يا ثقافت Statistic نه بلڪ Dynamic شيءِ آهي. پراڻا رواج اڄوڪي زمان ۾ جديد نسل سان متصادم بنجي چڪا آهن. ڪجهه پراڻيون روايتون ٻه قوم جي ذهني ترقي يا سُراهپ (ڪلچر) پيدا ڪرڻ واري راهه عمل ۾ رڪاوٽ بڻيل آهن. هئڻ ته ائين گهربو هو ته مضمون نگار خرافات ۾ پوڻ بجاءِ عالمانه انداز ۾ پراڻين رواجن جو مطالعو لکي ها ۽ انهن جا سماجي نفسياتي اسباب ۽ علل ٻڌائي ها ته هلندڙ پراڻيون رسمون ترقيءَ جي راهه ۾ ڪيئن حائل بنجي چڪيون آهن.

دراصل راڄ برادريون ۽ ذاتيون ۽ قبيلن جي جياپي لاءِ هميشه کان هترادو قدر۽ اخلاقيات جو سهارو ورتو ويندو رهيو آهي. اصل ۾ اهي ئي ويڇا سنڌي قوم جي يڪجهتي ۽ سنڌي معاشري جي تعمير ۾ آڏو ايندا رهيا آهن. نه فقط ايترو، بلڪ اُهي انسانيت جي پيشانيءَ تي هڪ بد نما داغ بنجي رهجي ويا آهن.

جاگيردارانه نظام ۾ پراڻين رسمن کي قومي وڏائيءَ جا رواج ڪري مشهور ڪيو وڃي ٿوغرضمال هميشه پرماري شڪنجن کي تاڻي رکندا آهن ۽ سندن جياپو صرف معاشري جي تقسيم تي هوندو آهي، جنهن بنياد

تي اهو نظام اڄ تائين سنڌ ۾ قائم رکڻ جون ڪوششون ٿينديون رهيون آهن. عورت سان ڏاڍ وارو سلوڪ، ذاتين جي ڪوڙي وڏائي، سنڌي سماج ۾ اوچ نيچ کي برقرار رکڻ اها سڀ انهن ڏاڍين ڌُرين جي پيش بندي ٿيل آهي، جيڪي صدين کان سنڌ جي وسيلن تي قابض رهندا اچن ٿا. پيري مريديءَ ۾ دڪانداريءَ وسيلي فرقا ٺاهيا ويا آهن پر اڄڪلهه ذاتين جي بنياد تي به الڳ قومون ٺاهڻ جو رواج زور پوندو پيو وڃي. سيدن، ميمڻن، شيخن، سومرن، بلوچن ۽ ٻين ذاتين جون گروهي مفاد لاءِ علحده علحده جماعتون ڪم ڪري رهيون آهن، جن ۾ پروپئگنڊه جو خاص نڪتو ذات تي فخر ۽ وڏائي ڪرڻ هوندو آهي. سنڌي معاشرو انهن ڏاڍين ڌرين جي ڪارستانين باعث روشن خيالي تي هلڻ کان نابري واري بيٺو آهي. ان ڪري اسان جي قومي سماج ۾ اهڙو رويو بخوبي پيدا ٿي نه سگهيو آهي، جنهن کي اسين قابل فخر سُراهيپ، چئون! اديبن جو فرض بڻجي ٿو ته هو اهڙن آڪاٽن توڙي نون، قومي گڻن ۽ ثقافتي رواجن جي نشاندهي ڪري جيڪي حقيقي طور اسان لاءِ افادي آهن ۽ اڄ به جن جي ڪري سنڌي معاشرو يڪجا رهي ترقيءَ طرف اڳتي وڪون وڌائي سگهي ٿو.

❋

# سنڌي ٻوليءَ جو سڌارو ۽ بگاڙو

هاڻوڪي ويهين صدي نئي آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڦهلاءُ ۽ واڌاري جون ڪافي صورتون نروار ٿيڻ لڳيون. سنڌيءَ ۾ تعليم ۽ تدريس جو وڌندڙ رواج، علم و ادب جي ترقي، اشاعت جي جديد ذريعن جي موجودگي، تعليمي نظام ۾ توسيع، اعليٰ تعليم تائين سنڌي ميڊيا جو فروغ، رسالن ۽ مخزنن ۾ اضافو ۽ مسافت جي ترقي ان جا خاص اسباب ۽ ذريعا شمار ٿين ٿا. از انسواءِ سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي ضرورتن لاءِ نصابي، امتحاني ۽ تربيتي ادارن جو هڪ منظم چار ٻه وچايل آهي. نه فقط ايترو بلڪ سنڌي ثقافت ۽ ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪيترائي نيم سرڪاري ادارا سرگرمِ عمل رهندا اچن ٿا. ريڊيو ذريعي سنڌي نشريات جو انتظام آهي ته وري ٽي.وي تي سنڌي پروگرام جو محدود آغاز ٻه ٿي چڪو آهي. (جنهن جو مستقبل ۾ واڌاري جو يقيني امڪان آهي) سنڌي فلمن جي رفته رفته نشو نما ۽ اسٽيج ڊراما جي نئين سر تجديد لاءِ ڪوششون ٻه روبعمل آهن. انهن سڀني ميسر ذريعن سنڌي ٻوليءَ کي هڪ جديد ترقي يافته ٻوليءَ جي صف ۾ آڻي بيهاريو آهي، جنهن سان هڪ طرف ته سنڌي ٻوليءَ جي توسيع ۽ واڌاري جون راهون هموار ٿيون آهن ۽ ٻئي طرف وري سنڌي ثقافت ۽ ٻولي سنڌ جي رهندڙ سڀني ماڻهن ۾ پکڙندي ۽ مقبوليت حاصل ڪندي وئي.

تخليق ۽ ترجمي ۾ تيزي اچڻ باعث سنڌي ٻوليءَ جي وسعت اظهار ۾ اڳي کان ٻه گهڻو اضافو آيو آهي. اظهار ۽ سجهاءُ رس ۾ متعدد طريقن جو وجود ۽ ترقي خود سنڌي ٻوليءَ ۾ سڌارن جو ڪارڻ بڻي آهي، جنهن جو سردست اهو نتيجو نڪتو آهي، جو اُها اڳي کان زياده عام فهم، سولائيءَ سان زبان تي چڙهندڙ ۽ اُٿلندڙ ٻولي بڻجي پئي آهي. ايتريقدر جو اديب جي ويچار-ڌارا بنان ڪنهن اٽڪ جي تقرير توڙي تحرير ۾ روانيءَ سان جاري ۽

ساري رهي سگهي ٿي. اُن مان گنجلڪ بناوت ۽ لسانياتي مونجهارا ڏينهون ڏينهن ختم ٿيندا پيا وڃن ۽ هڪ سادي سودي ۽ سليس صورت اختيار ڪندي پئي وڃي.

هن وقت قسمين قسمين مضمون ۽ موضوع سنڌي ٻوليءَ ۾ ادا ٿي رهيا آهن. اُها مشڪل علمي نڪتن جي تشريح ۽ تجزئي کي آسان انداز ۾ نباهڻ جي قابل ٿي وئي آهي ۽ اُن جون جدا جدا لساني بندشون ۽ لفظي اهڃاڻ پڙهندڙ جي ذهن ۾ هڪدم ماپي وڃن ٿا. جيتوڻيڪ اسان جي ٻوليءَ ۾ انيڪ نيون جڙاوتون ۽ ورجسيون جنم وٺي چڪيون آهن، تاهم اُهي ڳالهائڻ توڙي لکڻ ۾ بلڪل جڙجي وڃن ٿيون ۽ هر ڪنهن کي دلپذير لڳن ٿيون.

جتي ٻوليءَ ۾ اڪيچار واڌارا ۽ سڌارا آيا آهن، اُتي وري ڪن ڪچاين ۽ ڦڪاين ٻه منهن ڪڍيو آهي ۽ ٻوليءَ جي بگڙيل صورت جا مثال ڪثرت سان آڏو ايندا رهن ٿا. اڪثر ادارا ۽ فرد اُن سلسلي ۾ بي راه رويءَ جو شڪار نظر اچن ٿا، شايد هنن ڪن ٻه رهنما اصولن کي مقدم نه بڻايو آهي. ڪيترا نوان لکندڙ بنا ڪنهن رهبري حاصل ڪرڻ جي لکڻ شروع ڪريو ڏين ٿا ۽ اخبارن ۽ رسالن جا ايڊيٽر بنا ڪنهن تصحيح جي سندن لکڻين کي شايع ڪيو ڇڏين. ان جو نتيجو اُهوئي نڪري جو سندن غلطين جي کين ڪڏهن به آگاهي نٿي ٿي سگهي ۽ هو هميشه لاءِ ڀٽڪي وڃن ٿا. در حقيقت غلطين تي نظرداري رکڻ، اُنهن جي نشاندهي ڪرڻ ۽ درست صورت ڏسڻ. اسان مان هر ڪنهن پڙهيل ڳڙهيل ۽ ڄاڻوءَ جو فرض هئڻ گهرجي، جنهن سان ٻوليءَ ۾ بگاڙي جو ڪنهن حد تائين سدباب ٿي سگهي ٿو. دراصل فردن جي غلطين کي ڪنهن حد تائين نظرانداز ڪري ڇڏجي ليڪن ادارن طرفان آڏو ايندڙ غلط مثالن تي جيڪڏهن چشم پوشي ڪبي ته اهو اسان جي پياري ٻوليءَ جي حق ۾ نهايت هاڃيڪار ثابت ٿيندو. هن وقت سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترو بگاڙو به نظر اچي پيو ۽ ڪن ادارن ته ٻوليءَ سان ڏاڍا ڦهرڪلور ڪيا آهن.

ريڊيو پاڪستان تان اڪثر ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته سامعين هاڻ اوهان کي فلاڻي ڪان ڪافي "ٻڌرائيندا سون" لفظ "ٻڌرائيندا سون" هڪ عجيب و

غريب ساخت ۽ بناوت آهي. جيڪڏهن پڏڻ مان پڏرائيندڙاسون ٺاٻو ته سٺڻ مان سٺرائيندڙاسون چوٽو پوندو. ان طرح:
ڪنگهائيندڙاسون بدران ڪنگهرائيندڙاسون،
هٺائيندڙاسون عوض هٺرائيندڙاسون،
چوائيندڙاسون جي جاءِ تي چورائيندڙايون.
هارين کان هر هلائيندڙاسون جي عوض هلرائيندڙاسون،
مزورن کان ڪڏ پرائيندڙاسون جي پاران پررائيندڙاسون.
درزيءَ کان سلوار سبائيندڙاسون جي بدران سبرائيندڙاسون.
دوستن کي خط لکي ماڻهوءَ مٿان گهرائيندڙاسون جي بدران گهررائيندڙاسون.
بورچين کان پلاءُ رڌائيندڙاسون جي عوض رڌرائيندڙاسون وغيره وغيره.

هيءَ لفظي بناوت منهنجي خيال ۾ غلط ۽ مضحڪ خيز آهي. البت پي هڪ بناوت آهي جا منهنجي خيال ۾ صحيح سمجهي سگهجي ٿي، مگر استعمال ۾ اڪثر نٿي اچي. مثلاً پڏرائيندڙاسون جي بدران پڏارائيندڙاسون، سٺارائيندڙاسون، هلارائيندڙاسون، وسارائيندڙاسون، چوارائيندڙاسون وغيره. مگر فصيح ائين آهي جو صاف چئجي ته:
هن جي واتان ڪافي پڏائيندڙاسون،
هن کان آڪاٽي سٺائيندڙاسون.
هاريءَ کان هر هلائيندڙاسون.
سوار کان گهوڙو ڊوڙائيندڙاسون.
اهو ڪم هن کان ڪرائيندڙاسون.
هن تي سنڌي زبان جا سڄڻ غور ڪن.

اڪثر ريڊيو تان بعضي تخاطب يا تقرير ۾ هڪ پيو عيب به پڏڻ ۾ اچي ٿو. هونئن اڄڪلهه اهو مرض به جتي ڪٿي زور وٺي ويو آهي. مثلاً "ڪڏهن نه مار" کي ڪڏهن ٿي نه مار چيو ويندو.

ڪو شرم اٿئي جي بدران ڪو شرم اٿنئي؟ ڪو چوڻ ڪرڻ وارو اٿئي جي عوض ڪو چوڻ ڪرڻ وارو اٿنئي. هڙ ۾ ڪجهه هجئي جي بدران هڙ ۾ ڪجهه هجنئي. پاهر نڪر ته ڪتو ڏاڙهنئي جي بدران ڏاڙهنئي،

ڪڏجئي تہ نياپو ڏجانس ڪي ڪڏجنئي تہ نياپو ڏجانس ، هن قسم جي لفظي بناوت نهايت مڪروه آهي. سنڌي سچڻن کي ان تي ڌيان ڏيڻ گهرجي.

اڪثر گفتگوءَ ۾ نوجوان ڇوڪرن کان ٻڌو ويو آهي، جي چوندا آهن تہ:

آئون ڪراچي ويندس،

سيائي وٺي ايندس،

هتي هوندس تہ ڪيس چوندس،

گهر ۾ ويهي ڇا ڪندس. ٻاهر وڃي رلندس،

اهڙي غلطي ٻڌڻ ۾ تمام اڻ وڻندڙ لڳي ٿي. خصوصاً ڪڏهن انديا جي ريڊيو اسٽيشن تان سنڌي پروگرام ٻڌڻ جو اتفاق ٿيندو آهي تہ اتان اهو ئي غلط اُچار جو ورجاءُ ٻڌبو رهبو آهي. اُچار وقت تذڪرتاً نيث جو سنڌو سيڙهو ڪوبہ ڪونہ رهيو آهي. جيڪڏهن مرد هجي تہ هن کي چوڻ گهرجي تہ ايندُس. ويندُس، گهمندُس ڦرندُس ۽ زالَ هجي تہ کيس چوڻ کپي ايندُس ويندُس، آئندُس، ڪندُس اها ئي صحيح ٻولي ٿيندي.

حيدرآباد جي سنڌي پروگرامن ۾ ائين بہ ٻڌو اٿم تہ آءٌ تہ آئون ويو هئس ۽ آئون وٺي هئس. ٻنهي مذڪر ۽ مونث ۾ هئس ڳالهايو وڃي ٿو. حالانڪہ صحيح هيئن ٿيندو، آئون ويو هوس ۽ آئون وٺي هيس. آيو هوس، آئيو هوس، ويٺو هوس. بيٺو هوس. مذڪر ۾ اهو ئي درست ٿيندو ۽ جيڪڏهن مونث آهي تہ وري آئي هيس، ويٺي هيس، بيٺي هيس، لُڏي هيس وغيره. وڏيڪ سنڌيءَ جي سچڻن بي چڏيل آهي تہ جيئن چاهين تيئن ڪن. ريڊيو پاڪستان جتان ٻولي سڌرڻ گهرجي اُتي ٻوليءَ کي بگاڙي پيش ڪيو وڃي ٿو. منٺارِ- يارِ- دلدارِ- هارِ مطلب تہ پيش جي بدران زير جو ڦهڪو پيو پوي. ڪير چوي تہ رئيس جي اُٺ کي هُلي.

اهڙيءَ طرح ڪا ڪيتن پري ڪهاڻي ٻڌڻ جو اتفاق ٿيو، جنهن ۾ اوهيرَ لفظ کي اَوهير چيو ويو، جو سراسر غلط اُچار آهي. اَوهيرَ معنيٰ اُن ويڙ جيهر معنيٰ جنهن ويڙ- تيهر معنيٰ تنهن ويڙ ڪيهر معنيٰ ڪنهن ويڙ البت اوهِيرَ جو لفظ سنڌيءَ ۾ ضرور رائج آهي پر ان جو مطلب ڏهائيءَ جي مهل آهي. اهڙيءَ طرح وري هڪڙي ڪهاڻيءَ ۾ سيڪڙو لفظ کي

سڪايل جي معنيٰ ۾ چيو ويو، جو منهنجي خيال ۾ درست نہ آهي. مون تہ بزرگن کان ائين ٻڌو آهي تہ اصل لفظ سيڪڙ آهي. فصل لهندو آهي تہ چارڻ سيڪڙ اڪاڙڻ يا پنڻ لاءِ آبادڪارن وٽ ڪرن تي ويندا، ٽويو يا ٻہ پاٽيون اِن خيرات گهرندا هئا، جنهن کي سيڪڙ چيو ويندو هو. ان ڪري سر جو آهيان سيڪڙو جي معنيٰ ٿيندي پينو يا پينار تہ سڪايل.

اهو دور قابل تحسين هو جڏهن ريڊيو پاڪستان جي سنڌي پروگرامن کي گهڻي محنت ۽ چاهہ، نااهہ جوڙ ۽ مهارت سان نشر ڪيو ويندو هو. ليڪن هن وقت حالت اها آهي جو اڪثر پروگرام بي رنگ ٿين ٿا، جن جي پيشڪش ۾ سهڻائيءَ جو ڪو بہ تصور ڪونهي. پروگرام جي صحت، افاديت، عام دلچسپي ۽ موزنيت تہ درڪنار مگر ائين محسوس ٿيندو آهي، چڻ تہ بار لاهڻ خاطر نشر ڪيا وڃن ٿا. غزل، نظم، گيت ۽ جديد شاعريءَ کي نئين انداز ۾ پيش ڪرڻ لاءِ ڪو بہ پروگرام مخصوص ناهي. آزاديءَ کان اڳ ۽ پوءِ انيڪ غزل گو شاعرن کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. ورهاڱي کان اڳ وارن مقبول نغمن ۽ گيتن لاءِ ڪوبہ پروگرام مخصوص ناهي. ريڊيو ۽ ٽي وي تي ڏٺي وٺي باقي وڃي صوفيانہ ڪلام رهيو آهي! باقي عوامي راڳ ۽ وڏ ۾ وڏ ڪلاسيڪي راڳ کي جيئن جو تيئن پيا پيش ڪندا وتن. ڪيترا ڳائڻا انوکيون سگهڙن جون وايون ڳايو ۽ ڪلام جي آخر ۾ اديون شاهہ لطيف چوي چئي وڃي پار پوندا! ليڪن جيڪا ڳالهہ اعتراض جوڳي آهي سا اها آهي تہ ڳائڻ جي اُچار ۽ تلفظ تي ڌيان ٿئو ڏنو وڃي. عام طرح سنڌي ڪافين ۾ ٻڌو اٿم تہ آئون ٿنهنجي ڪولڙي آهيان ۽ ٻانهڙي آهيان. ڏسڻ ۾ ايندو تہ لفظ اصل ۾ ٻانهي ۽ گولي آهي. انهن مان اسم تصغير ٻانهڙي ۽ گولڙي ٿيندو ۽ مذڪر ٻانهو ۽ گولو ٿيندو. پولو ۽ پوليءَ مان پولڙو ۽ پولڙي ٺهيل آهي پر پوءِ جيڪڏهن ٻانهڙي ۽ گولڙي قائم رکيو ويو تہ پولڙو ۽ پولڙي چوڻو پوندو. ٻلو ۽ ٻلي کي ٻلڙو ۽ ٻلڙي چوڻو پوندو ۽ تہ ٻلڙو ۽ ٻلڙي. ان طرح ڪُتو ۽ ڪُتيءَ کي ڪُتڙو ۽ ڪُتڙي جي بدران ڪُتڙو ۽ ڪُتڙي سڏبو. ان طرح ڳُڏو ۽ ڳُڏي مان ڳڏڙو ۽ ڳُڏڙي نہ ٺهندو. پر ڳُڏڙو ۽ ڳُڏڙي غور طلب آهي.

ڪن ڪلامن ۾ ڳائڻا سُپرين ۽ اچاريندا آهن. لفظ اصل 'پرين' آهي ۽ 'سُ' وڏيڪ 'سهڻو' جي نشاني آهي. جهڙيءَ طرح سُپوت ۽ ڪُپوت، سُلچڻو ۽ ڪُلچڻو، سُگهڙ وغيره ان ڪري صحيح ٿيندو سُپرين ۽ نہ سُپَرين.

منهنجي ريڊيو پاڪستان جي پروڊيوسرن کي التماس آهي تہ جيڪڏهن هو پنهنجي ڳائيندڙن کي قيامت بدران قيامت سيڪارين ٿا ۽ خيال بدران خيال سيڪارين ٿا ۽ توبهن جي عوض توبہ چوائين ٿا تہ پوءِ چو نہ ٿا هن طرف بہ نظر ڪرم ڪن ۽ سنڌي ٻوليءَ جو ڀرم رکن.

ٽي-وي تي سنڌي ٻوليءَ کي محدود وقت ڏنو وڃي ٿو ۽ ان جي پروگرامن ۾ اجا ڪا خاص ڪشش پيدا ٿي نہ سگهي آهي. البتہ ٻہ ٽي ڊراما بلاشڪ مقبول ٿيا. ليڪن هن وقت حالت اها آهي جو عموماً بوڪس پلي ٽيليڪاسٽ ڪيا وڃن ٿا، جن ۾ اجاين سجاين رسمي جملن ڪانسواءِ ڪا بہ رس ڀري گفتگو نہ هوندي آهي. مڪالمن جي کوٽ کي محض پس منظر جي موسيقيءَ سان پوراڻي ڪئي ويندي آهي. ماٺهن ۾ ڳالهہ مشهور ٿي وئي آهي تہ ٽي-وي جو سنڌي ڊراما معنيٰ گونگو ڊرامو. جنهن ۾ ڪردار رڳو ڏند ڪڍندا، ٺهڪ ڏيندا ۽ ڳوڙها ڳاڙيندا وتندا آهن پيو ٿيو خير. ان کان وڌيڪ حيرت جي ڳالهہ اها آهي جو ڪن ناماچاري اديبن جا اهڙا تہ قسطن ۾ ڊراما هليا جو ڏسندڙن کي ڏندين آڱريون اچيٰ ويون تہ آيا انهن ۾ فني طور "ڊراما" جو ڪهڙو انڪ سمايل هو، جو انهن کي ٽيليڪاسٽ ڪيو ويو؟ ائين تہ نہ هو جو ڏسندڙن کان صبر جو امتحان ورتو ٿي ويو؟ سنڌي راڳ رنگ ۽ ڪلام ۾ ٽيليويزن بہ لٽي پٽي، ريڊيو پاڪستان جي پوئواري ڪري رهيو آهي. البتہ روشن ٿارا ۾ ڀارن جي گيتن کي جديد انداز ۾ پيش ڪيو ويو، جنهن ۾ موسيقيءَ جو استاد باقاعده حصو ونندو هو. ليڪن پوءِ خبر ناهي تہ چو ان کي چند پروگرامن بعد ترڪ ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح جمع جي صبح ڌاري سنڌي پروگرام سوجهرو جڏهن اوائل ۾ شروع ٿيو هو، تڏهن ان کي نهايت دلچسپ اسمن سان ترتيب ڏنو ويو هو، ليڪن بعد ۾ ان کي خشڪ رنگ ۾ بدلايو ويو آهي، جنهنڪري ڏسندڙ بہ پنهنجي دلچسپي قائم رکي نہ سگهيا آهن.

ٽي-وي تي ٻوليءَ جي پختگيءَ تي پورو پورو ڌيان ڏيڻ جڳائي. ڇو تہ ان کي ماڻهو نہ فقط ٻڌن ٿا بلڪ بيڪ وقت ڏسن بہ ٿا, جنهنڪري ڳالهائيندڙ جي منهن مان ڪچن ڦڪن ٻولن بدران رڳو شستہ ۽ شائستہ ٻولي ٻڌبي سونهي ٿي. مطلب لاءِ نهايت موزون ۽ تز لفظ ان کان نہ گهٽ نہ وڌ. خالص ۽ نج سنڌي لفظن جي استعمال ڪرڻ وارو جذبو بلاشڪ ساراهڻ جوڳو آهي, ليڪن پوري پوري بصيرت ۽ ڄاڻ کانسواءِ اهڙو تجربو مضحڪہ خيز بنجي پوندو آهي. سنڌي خبرون پڙهندڙ اهڙا ڪجهہ غلط لفظ مسلسل استعمال ڪندا رهن ٿا. علي احمد بروهي صاحب پنهنجي مشهور "واٽ ويندي" ڪالم ۾ نيوز ڪاسٽرن جا اهڙا مثال پيش ڪري چڪو آهي. بعضي پراڻا لفظ جديد معنائن جا متحمل بڻجي نہ سگهندا آهن. مثلاً گرمجوشيءَ سان ملڻ کي هر دفعي "ڀاڪر" سان ملڻ چيو وڃي ٿو. ڀلا سياسي تبادلہ خيالات ۽ ڊپلوميسي جي عمل ۾ "ڀاڪر" جو ڪهڙو واسطو؟ هي ڪو هندستاني فلمن جو سين تہ آهي ئي ڪونہ, جنهن ۾ لامحالہ هيروز ۽ هيروئنس يا دوست ۽ يار وڇوڙي کانپوءِ ملڻ وقت پاڻ ۾ ڀاڪر ۽ اڪير جو ڏيکءُ ڪندا آهن, جن کي ڏسندي شائقين جون دليون بہ جذبات کان بيتحاشا اٿلي پونديون آهن ۽ اکيون پرنم ٿي وهڻ لڳنديون آهن. حڪومت جا وفد ۽ سياسي ليڊر خير سگاليءَ جي دورن تي ايندا ويندا رهن ٿا, جي پاڻ ۾ گڏجڻ تي گرم جوشيءَ جو مظاهرو ڪندا رهندا آهن. ساڳيءَ طرح حاجين کي پانڌيڙن جي نالي سان موسوم ڪرڻ بہ غلطي آهي. اهڙيون پيون بہ ڪجهہ غلط لفظن جون روايتون قائم ڪيون ويون آهن, جن مان ٻوليءَ جي سڌرڻ بجاءِ بگڙڻ جو انديشو گهڻو آهي. ازانسواءِ خبرون پڙهندڙن کي لفظن جي درست اُچارن تي پورو پورو ڌيان ڏيڻ ضروري آهي. ٽي وي جي ڪارپردازن کي اهڙي سنڌي زبان اُسارڻ ۽ پکيڙڻ ۾ مددگار ٿيڻ گهرجي, جيڪا اسان جي معاشري لاءِ تہ رڳو قابل فخر اثاثو ثابت ٿئي, بلڪ ساڳي وقت اُن مان سنڌي قوم جي يڪجهتي ۽ تهذيبي يگانگيت لاءِ بہ ميدان هموار ٿي سگهي.ان کان علاوه هجي ٿو ۽ ڪن ٿا پيا واري جملائي ترڪيب بہ بلڪل معيار کان ڪريل ٻولي جو مثال آهي.

مٿيون غلطيون سنڌي ڳالهائڻ جي سلسلي ۾ نوٽ ڪيون ويون. سنڌي لکڻ وارن ۽ سنڌيءَ کي خوار خراب ڪرڻ ۾ ڪسر ڪانہ ڇڏي آهي. بعضي رهبر ۽ سونهان تہ بلڪل ئي غيرذميوارانہ انداز ۾ لکيا وڃن ٿا، ڇو جو نيم سرڪاري ادارن طرفان نڪتل درسي ڪتابن جو ڪڏهن غائرانہ جائزو نہ ورتو ويو آهي تہ پوءِ اهڙن ڪتابن تي پڪڙ پڇاڙ ٿيڻ جو تہ ڪو سوال ئي ڪونہ ٿو پيدا ٿئي. مگر بعضي اسان جي نامور اديبن جي لکڻين ۾ ظاهر ظهور غلطيون ڏسي ۾ ڏک ٿيندو آهي.

مثلاً هڪ صاحب پنهنجي مضمون ۾ لکيو هو تہ "هو اکيون ونديون وينو هو" ڳالهائڻ جي لحاظ کان تہ اهو جملو درست ئي چئبو مگر ان کي اسٽنڊرڊ سنڌيءَ مطابق هرگز نہ چئبو جو ٿيندو تہ "هو اکيون وجهو وينو هو." اهڙي طرح هڪڙي ادبي تاريخ ۾ لکيل جملو ياد ٿو پويم "ساوڻ فقير مارئيءَ ۾ تہ هاجا ڪري ڇڏيا آهن." لکندڙ جو مقصدآهي تہ شاعر اُن ۾ نهايت ڪمال جو شعر چيو آهي. ليڪن "هاجا ڪرڻ" مان تہ اُن مطلب بلڪل برعڪس ئي نڪري ٿو. راڳا- پينگ- سچ يا هاجا کي تہ اسان ٻوليءَ ۾ ڪڏهن مجازاً يا حقيقتاً انهيءَ معنيٰ ۾ ڳالهائيندي ڪونہ ٻڌو آهي. هو ۽ هنا (هوا) جي بدران "هيو ۽ هيا" ڪن ڪتابن ۾ لکيل آهي. افسوس آهي جو "ڪيئي ڪتاب" جهڙي شاهڪار ۾ ۾ اهوئي عيب نظر اچي ٿو. حالانڪ سڄو ئي ڪتاب سهڻي ۽ سيبتي ٻوليءَ سان ڀريل آهي، جنهن ۾ انيڪ سنڌي چوڻين ۽ اصطلاحن کي ڀهريون دفعو اهڙي موزون ۽ مناسب جملن ۾ ادا ٿيندي پڙهڻ جو اتفاق ٿيو آهي. ٻئي هڪ ڪتاب "ديسين وٺ پرديس ۾" جو مثال ۾ دل تي تري آيو اٿم، جنهن ۾ هئاسي، پهتاسي، نڪتاسي ڪيوسي، موڪلاسيو، سوچيو سي، موٽياسي، آياسي، وياسي، گهڙياسي، ٿياسي وغيره وغيره وغيره انيڪ لفظن جون انوکيون صورتون قائم رکيون ويون آهن. حالانڪ سنئين سڌي ٻوليءَ ۾ هئاسين نڪتاسين پهتاسين-- وغيره لکيو ويندو آهي. قبول ڪجي ٿو تہ ليکڪ جي تر ۾ ٻولي ڳالهائڻ جو اهو ئي انداز درست آهي. ليڪن ڪتابي ٻوليءَ ۾ بغير سوچي سمجهي انوکا مثال قائم نہ ڪرڻ گهرجن، جنهن مان ٻوليءَ جي ترقيءَ بجاءِ ان جي بگڙڻ جو انديشو وڌي ويندو.

جيڪڏهن فرداً فرداً ڪتابن مان مثال ڏبا ته مضمون جو سلسلو وڌندو ويندو ان ان ڪري فقط ڪن عام غلطين جي نشاندهي ڪجي ٿي. پنهنجي مامي اسماعيل عرسانيءَ کان ٻڌو اٿم ته ڊاڪٽر علام دائود پوٽو مرحوم اردو زبان جي الفاظي بندش خصوصاً تذڪير ۽ تانيث تان ڏاڍو عجب کائيندو هو ۽ کيس ڏاڍا خار لڳندا هئا. جڏهن ميري دڪان ۽ ميري ڪتاب ٻڌندو هو. اڄ مرحوم زنده هجي ها ته پنهنجن سنڌي ليکڪن کي چوي ها، جي عام طرح ان انداز ۾ ٻولين ۽ لکن ٿا ته:
مونکي گهڻي اولاد آهي.
هن کي منهن مان رت آئي،
فراسي چڱو آهي.
چمپل سٺي آهي.
سياڻي سيمينار ٿيندي.
پاڪي تکو آهي.
جيتوڻيڪ پاڪيءَ کي مذڪور طور اچاريو ويندو آهي، مگر منهنجي خيال ۾ وڌيڪ چڱو ائين آهي ته پاڪي تکي آهي هئڻ کپي. ورنه ڪاتي تکو آهي. رنبي تکو آهي چوڻ ۾ به بي احتياطي ٿي ويندي. ڪي اردوءَ مان مضمون ترجمو ڪري موڪلين جي اخبارن ۽ رسالن وارا بنان ڪنهن تصحيح جي شايع ڪريو ڇڏين. انهن ۾ تذڪر ۽ تانيث جو ته صفا پيڙو ٻڌل هوندو آهي ، دل جهڙي لفظ کي مذڪر لکڻ ۾ به ڪا قباحت نه سمجهي ويندي آهي. جڏهن شروعات ۾ سنڌي درسي ڪتاب لکيا ويا هئا تڏهن ماهرن متفقه فيصلو ڪيو ته وچولي جي ٻولي صحيح آهي، جا درسي ڪتابن ۾ اچڻ کپي. ٿيو به ائين، درسي ڪتاب ان اصول تي لکيا ويا. اتر ۾ اڪثر مان ويم، مان ويندم، ايندم، چيو ويندو آهي. اهڙي ترڪيب کي مڪمل ترڪ ڪيو ويو. ويو- ويم ٻدران ويو ۽ ويس ٻيهاريو ويو. مگر هينئر وري اڪثر ڪتابن ۾ ساڳيون غلطيون ڪيون وڃن ٿيون. منهنجي خيال ۾ مقصدي مضمونن، تعليمي عنوان توڙي معلوماتي ۽ تحقيقاتي مضمونن ۽ مقالن ۾ اهڙي ٻولي استعمال ڪرڻ جائز نه آهي، جنهن سان سنڌي ٻوليءَ ۾ تناءَ پيدا ٿيڻ جو امڪان آهيءَ سڌاري بجاءِ بگاڙو ايندو.

سنڌي صرف نحو ۾ ٻه عدد آهن. عدد قطاري ۽ عدد شماري. قطاري ته آهي هڪ ٻه ٽي چار پنج ويندي سؤ تائين شماري آهي. پهريون، ٻيون، ٽيون، چوٿون، پنجون وغيره ويندي سؤ تائين قطاري انگن ۾ ڀَنيان نون پوي ٿو. ليڪن ڪي صاحب خبر ناهي ٻيو ۽ ٽيو لکڻ جو ٿا درست سمجهن؟ جن کي نون کان محروم ڪيو وڃي ٿو. اِهي انگ ٻيون ۽ ٽيون آهن ۽ نه ٻئون ۽ ٽيئون جيئن ڪي غلط اچار ڪنديندا آهن.

هائي ته ويڌن اها آهي جو چَؤ کي چئه لکيو وڃي ٿو. حالانڪ چَؤ- پَؤ- ٿَؤ- ڪَؤ وغيره درست آهي. ساڳيءَ طرح 'لاءِ' کي عموماً شعر ۾ لئي (ليءِ) به چئبو آهي. مگر نثر ۾ 'لئه' هن طرح لکيو وڃي ٿو سو مناسب ناهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن شي ۽ کي شئي ٻين اهڙن لفظن کي انهيءَ صورت ۾ قائم رکيو ويو ته اها غير سالم صورت ٿي پوندي. ڪن ماهرن جي خيال ۾ ته همزه لکڻ ئي زائد آهي، صرف شروع واري حرف مٿان زير ڏيڻ ئي ڪافي آهي. اسان جي سنڌي هجي ۾ اي کي الف ي زير اي چئبو آهي. ان ڪري زير لکڻ ئي ڪافي آهي. مثلاً ايٽ کي ائٽ ڪري لکڻ صحيح نه ٿيندو. ڏيپلائي مرحوم هڪ ڀيري چيو هوم ته آئون پنهنجن ڪتابن ۾ 'شي' لکندو آهيان شيءِ يا شئي نہ لکندو آهيان.

سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۾ سنڌي صورتخطيءَ جو جيڪو بگاڙو نظر اچي ٿو، سو الف همزه جي بِرمار سببان گهڻو آهي. منهنجي راءِ ۾ عربي ۽ فارسي الفاظن ۾ همزه کي هرويرو وجهي صورت خطيءَ کي منجهائڻ نه گهرجي، جيئن ته معاينه کي معائنه لکندا آهن. آينده کي آئندم پاينده کي پائنده صورت ڏيڻ اڻ سهائيندي روش آهي. اهڙيءَ طرح انگريزي لفظن جا اچار لکندي ميچ کي مئچ، چيلينج کي چئلينج، بينچ کي بئنچ، هيٽ کي هئٽ، سينڊل کي سئنڊل، سنيما کي سئنيما، بينڪ کي بئنڪ، هينڊل کي هئنڊل، بيريج کي بئريج وغيره. حالانڪ اردوءَ وارا ائين نہ ڪندا آهن.حد ته اها آهي جو اٿارٽيءَ وارا لينگويج کي ٻن همزن سان گڏي لفظ لکن ٿا.

مون هڪڙي پرائمري استاد کي ڏٺو ته هو ڪلاس ۾ هن ريت هجي

سيڪاري رهيو هو. مثلاً هو ڪي زبر ڪَ تي زَبر ٽَ چوڻ بعد ساڳيو ئي اُچار ڪَٽَ بدران واڪي سان ڪَٽِ ڪندو رهيو. اهو قومون جيڪي سرائڪي يا بلوچي ڳالهائين ٿيون سي عموماً (ءَ) جي پڇاڙي ڳالهائڻ ۾ چوندا ئي ڪونه آهن، ليڪن لکڻ ۾ ان کي خارج ڪرڻ عظيم غلطي ٿيندي. مثلاً پنهنجي پيءُ کي پِڌاءِ ۽ پنهنجيءَ ماءُ کي پِڌاءِ. جيڪڏهن اتي همزه کي ظاهر نه ڪيو ويو ته رڳو پنهنجي قائم رکڻ سان مغالطي ٿيڻ جو امڪان رهندو. از انسواءِ لکڻ ۾ جيڪا پي بدعت قائم ڪئي وئي آهي سا اها آهي. منهن جو ۽ پنهن جو الڳ الڳ لکيا وڃن ٿا جو جائز نه آهي دراصل اهي يڪا واحد لفظ آهن، انهن کي منهنجو، پنهنجو ۽ ڪنهنجو وغيره لکڻ معقول ڳالهه ٿيندي. اهڙيءَ طرح جي توڙيڪ بدران جيتوڻيڪ ۽ جي ڪڏهن بدران جيڪڏهن لکڻ زياده درست آهي. اڳوڻن درسي ڪتابن ۾ انوقت، جنهن وقت، ڪنهن وقت، اُن جو، هن جو وغيره جهڙن لفظن کي هڪڙو ئي لفظ سمجهي گڏي لکندا هئا. بهرحال چاڻو ان نڪتي تي ويچاري ڪو صحيح فيصلو ڪن ته بهتر ٿيندو.

الله الله ڪندي سنڌي لغت ٻه منهن ڪڍيو، جنهن جو ايامن کان انتظار هو. ادبي بورڊ جي سنڌي لغت جا سڀ سارا ئي جلد ڇپجي ظاهر ٿي چڪا آهن. پڙهيلن جي دلين ۾ يڪا يڪ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي وئي! پلا هڪ صديءَ کان ٻه وڌيڪ سنڌي ٻولي تعليمي درسگاهن ۾ استعمال ٿيندي پئي اچي. هيلتائين ان ۾ هزارين ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. پر مشڪلات ۽ لاچاري اها جو اديب ۽ عالم، استاد ۽ شاگرد سنڌي ٻوليءَ جي مستعمل لغت کان محروم رهندا پئي آيا. هن وڏي لغت ۾ ٻه عام استفادي جو لحاظ ٿورو ئي رکيو ويو آهي، جو ته ڪار پردازن جو مقصد "اصل تي وڌا ڪم" ڪرڻ جو هو. ان ڪري سنڌي ٻولي جي نصيب ۾ لوهر جي ٽپڻ وانگر اڃا ته ٽانڊا ئي لکيل آهن. سڄي دنيا جي ٻولين ۾ لغتن ڇپائڻ جو معياري اصول اهو آهي، جو جنهن لفظ جي معنيٰ ڏني ويندي آهي، تنهن کي ٿلهن اکرن ۾ ڏنو ويندو آهي ۽ ان جي سامهون معنيٰ باريڪ اکرن ۾ ڏني ويندي آهي. ليڪن ان جي برعڪس سنڌي لغت جو اهو حال آهي جو

مطلوب لفظ ۽ ان جون معنائون ساڳي ٽائيپ ۾ ڇپيل آهن جنهن ڪري اکر ڳولڻ ۽ معنيٰ پڙهڻ ساڳيو ئي انڊي عالم خاتونءَ جو ٽوپي ڏيڻ وارو ڪم وڃي ٿئي ٿو. هيڏن سارن وسيلن رکندي به خبر ناهي ته، بورڊ وارن پڙهندڙن سان ايڏي بيدردي ڇو ڪئي آهي؟

هن مضمون لکڻ جو مقصد اهو هو ته ٻوليءَ ۾ رواج پاتل ڪن اهم لغزشن ۽ ڪوتاهين ڏانهن پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائجي، جيئن اسان جي پياري زبان جي اصلاح ۽ سڌاري لاءِ ڪا واٽ نڪري اچي . هاڻوڪي دور ۾ منهنجي آڏو به ٿي اهڙا مثال ٿي گذريا، جيڪي ٻوليءَ جي ڪرندڙ معيار جو ڪليل ثبوت هئا، جنهن مان منهنجي دل کي ڏاڍو صدمو رسيو. منهنجي هڪ دوست جي ننڍڙي نياڻي پرائمري اسڪول ۾ زير تعليم آهي، جنهن جي استاد صاحب وٽان خط پهتو جنهن جي مضمون جو هوبهو نقل هيٺ ڏجي ٿو.

اسلام عليڪم!

اسان توهان ڏانهن چوائي موڪليا هناسين ته ڪو گهر مان اچي اسان ڪم ٻڌايون. مگر ڪير به ڪونه آيو. جا سومر کان امتحان آهن. گهر وارا محنت ڪرئاين. ٽائيم ٽيبل لکي ڏنا آهيون.

خط لکي والدين کي ٻار متعلق آگاهه ڪرڻ هڪ چڱي ڳالهه آهي، مگر مقصد رڳو ٽٽل ڦٽل ٻوليءَ ڏانهن متوجه ڪرڻ آهي، جو تعليمي ادارن ۾ ٻوليءَ جي الخطاط جو منهن ٻوليو ثبوت آهن. ان تحرير کي ڪنهن به طرح سان پنهنجي لاءِ قابل فخر چئي ٿا سگهون. ٻوليءَ ۾ صحيح معنيٰ ۾ سڌارو ۽ واڌارو تڏهن ممڪن ٿي سگهندو، جڏهن اسان جو استاد طبقو سنجيدگيءَ سان درست ٻولي سيکارڻ تي ڪاربند ٿيندو.



# سنڌي زبان ۾ فنِي اصطلاح سازي ۽ ڊاڪٽر محبت ٻرڙو جون لساني مهارتون

ڊاڪٽر محبت جي شخصيت جا ڪيئي اڻ وسرندڙ پهلو آهن. هو اولين طور هڪ اديب، مترجم ۽ قابل ڊاڪٽر جي حيثيت سان سڃاڻپ رکندو هو، مگر ان کان علاوه به انسان دوستي ۽ ماڻهپي جون منجهس ڪيئي قابل داد خوبيون هيون، جنهن ڳالهه جي تصديق اڄوڪي تقريب ۾ رکيل سندس ترجمي ٿيل ڪتاب ”موسيٰ کان مارڪس تائين“ منجهان به ٿي وڃي ٿي. ڇاڪاڻ ته اهو ڪتاب خود انسانيت جي ارتقا ۽ طبقاتي جدوجهد جي وسيع تناظر ۾ لکيل آهي. ان ڪتاب کي ترجمي لاءِ فقط اهڙو شخص منتخب ڪري سگهي ٿو، جيڪو جمهور پسند ۽ فڪر جي آزاديءَ ۾ يقين رکندڙ ۽ خود وسيع ذهانت جو مالڪ هُجي. پر هتي آئون سندس جنهن رخ تي روشني وجهندس، سو هن جو خاص علمي انداز آهي، جنهن باعث آئون سندس شخصيت طرف ڇڪجي ويو هئس. منهنجو اشارو سندس لِساني کوجنا طرف آهي، جيڪا پنهنجي اندر بلڪل نوان پهلو رکي ٿي. ان باري ۾ ئي آئون پنهنجا ويچار پيش ڪندس. ڊاڪٽر محبت بيقدريءَ واري ماحول ۽ ناموافق حالتن ۾ ان کي انتها ئي جرئت منديءَ سان پيش ڪيو.

دوستو آئون توهان وٽ هتي اچڻ جو فقط ان ڪري ساهس ڪري سگهيو آهيان جو مون چاهيو ٿئي ته سنڌي سگهاري ٻوليءَ وارا ڊاڪٽر محبت جا ويچار هڪوار ماحول ۾ گونجي ٻوليءَ لاءِ اتساهه پيدا ڪن، جنهن سان منهنجي هاريل هانوَ ۾ نئين سر همت جاڳي. آئون اعتراف ڪريان ٿو ته مجلس ۾ ته اچي حاضر ٿيو آهيان. مگر پنهنجي شڪسته حاليءَ کي پاڻ منجهان ڪڍي نه سگهيو آهيان. جسماني طور تي لاغرِض

آهيان ٿي، ڇو ته ويجهڙائيءَ ۾ منهنجون ٻه آپريشنون ٿي چڪيون آهن. پر سچ پڇو ته روحاني ۽ ذهني طور ان ڪان ٻه ڪهڻو افسرده آهيان. ڇاڪاڻ ته اڄ منهنجي پياري جيجل مادري ٻوليءَ جو وجود خطرات مان گذري رهيو آهي ۽ ان کي پرايا ته پرايا، پر پنهنجا به ڏنڀ رسائي رهيا آهن.

سنڌي ٻوليءَ کي زوريءَ تعليمي معيار کان هيٺ زوال واري ڏاکي طرف ڌڪيو ويو آهي. اڄ کان ڏهه سال اڳ ۾ سنڌي زبان تعليم طرف وڌندڙ مرحلي ڏانهن روان دوان هئي. ان زماني ۾ ڊاڪٽر محبت پنهنجي ڪمال مهارت سان سنڌي ٻوليءَ جو لساني چهرو ظاهر ڪري ان جا اصلي جوهر وکيريا ۽ تقليد پسندن جون وايون ولڙيون ڪري ڇڏيون. دراصل هن انهي موافق ماحول ۾ سنڌي سائنسي ٻوليءَ جي هڪ علمي ۽ اصطلاحي واٽ نروار ڪري خود منهنجي خيالن کي تقويت رسائي هئي. افسوس جو اهو ئي ڊاڪٽر محبت پنهنجا زنده جاويد لساني ڪارناما اڌورا ڇڏي اڻ ٽر ضرورت ۾ منظر مان يڪايڪ پس منظر ۾ غائب ٿي پنهنجي چاهيندڙن کي وڏو صدمو رسائي ويو. هو نه رڳو سنڌي ٻوليءَ بابت منهنجي جذبن کي سمجهڻ وارو انسان هو، بلڪه آئون سندس ذهني سفر ۾ پاڻ کي شامل حال سمجهندو هئس. ٻي هڪ اهڙي شخص جو هتي ذڪر نه ڪرڻ به بي انصافي ٿيندي، جو سرجن علي بخش جتوئي هو. هو لياقت ميڊيڪل يونيورسٽي جو پروفيسر هو. هن علمي حلقن ۾ ملوث ٿيڻ کان پاڻ بچائي خاموشيءَ سان سنڌي ٻوليءَ جي خدمت ۾ وقت گذاريو. هن ويجهي عرصي ۾ جراحت Surgery جي موضوع تي سنڌي زبان ۾ هڪ ضخيم ڪتاب لکي شايع ڪرايو هو. جنهن تان ميڊيڪل جا شاگرد استفادو ڪن پيا. آئون هن کي به پنهنجو ويچار ڀائي سمجهندي پاڻ لاءِ ڏڍ ڀائيندو هئس. سنڌ جا علمي حلقا اڄ به هنن ماڻهن جي اهميت کان بيگانه بڻيل آهن. سندن ڪاوشن جو وٺن ڪو به مُلهه نه آهي. اهڙن انسانن جي ساٿ کان سواءِ ٻوليءَ جي حقن واسطي ميدان ۾ وڙهندي،آئون پاڻ کي بلڪل اڪيلو محسوس ڪري رهيو آهيان. ڇاڪاڻ ته ميدان ادب تي اڄ ڪو به اهڙو عالم نه ٿو ڏسان جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي مقام بابت

ڊاڪٽر محبت وانگر نظريو رکندو هجي. سنڌ ۾ اهڙو ماحول هميشہ کان ناپيد رهيو آهي، جنهن ۾ ڪنهن منفرد تجربي يا قابل قدر فن ڏانهن ڪنهن جو ڌيان ڇڪجي وڃي. ڊاڪٽر محبت پرڙي جي سائنسي اصطلاحن جو جڙوتن کي بہ ڪڏهن بہ ڪنهن نصابي اداري قابل اعتنا سمجهي ڌيان نہ ڏنو. ساڳيءَ طرح ڊاڪٽر علي بخش جتوئيءَ کي بہ ڪنهن بہ سرڪاري يا نيم سرڪاري اداري اعزاز نہ ڏنو، نہ ئي وري انهن کان ايترو جس ٿيو جو سنڌن همت افزائيءَ لاءِ ئي ڪٿي ڪو مراسلو اداري طرفان موڪليو وڃي ها. قابليت جو اعتراف ڪرڻ بہ وڏي ظرفَ ۽ ذڪا جي ڳالهہ هوندي آهي، جيڪو شايد اسان وٽ اڻ لڀ ٿي ويو آهي.

ڊاڪٽر محبت سنڌي لغت نويسي ۽ لسانيت ۾ هڪ انوکي وصف جي بنا وڌي. جيڪا مغرب جي فني روايت تي ٻڌل هڪ نئين لساني تحقيق هئي. اسان جا سنڌي نصاب نويس آڳاٽي دؤر کان ئي علمي اظهار واسطي ضرورت وقت نوان اصطلاح ضرور گهڙيندا هئا، جن جو بنياد يا تہ نج سنڌي مادن مان نوان لفظ گهڙڻ تي ٻڌل هو يا تہ وري نئين معنيٰ جي نسل واسطي ڌاري لفظ کي هُو بَهُو اختيار ڪيو ويندو هو. پر ان تجربي جو دائرو بلڪل محدود هو. اصطلاح سازيءَ واسطي باقاعدي ڪنهن فني واٽ کي ڊاڪٽر محبت کان اڳ ۾ ڪنهن بہ عالم مطالعي هيٺ ڪو نہ آندو هو. هن لفظ جي نج مادي کي ڳولي، ان مان نهڪندڙ ترتيب سان اسم، فعل ۽ صفتون جوڙي ڏيکاريا، جيئن واحد لفظي ترڪيب مان هڪدم پورو علمي مفهوم واضح ٿئي. اها ئي ڳالهہ سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي علم جي اٽر تقاضا پڻ هوندي آهي.

اسان جون سنڌي- سنڌي لغتون اٿپوريون ۽ ڪيترن پاسن کان خالي تہ آهن پر انگريزي سنڌي لغتون جيڪي ڇپيل آهن، سي بہ ڪنهن با معنيٰ علمي ترجمي لاءِ بلڪل ناڪاره ثابت ٿيون آهن. شايد ان ڪري ئي سنڌي ٻوليءَ جو دامن مثالي سائنسي ۽ علمي ترجمن کان خالي رهجي ويو. انهن لغتن مان ڪو بہ مترجم صحيح طور استفادو وٺي نہ ٿو سگهي. ڇاڪاڻ تہ ساڳي پاڙ مان نڪتل لفظن جون معنائون بہ هڪ ٻئي سان

مطابقت نہ ٿيون رکن. فني اصطلاحن جي ڏنل معنائن مان عملي رخ ظاهر نہ ٿا ٿين. ڊاڪٽر محبت تاسف سان ان ڳالهہ جو ذڪر ڪيو هو تہ ڪيترين لغتن کي اڻ ڄاڻائيءَ سببان پذيرائي ڏني ويئي آهي، جن ۾ ڪن لفظن جون معنائون غلط تہ ڇا پر گمراهڪن آهن.

ڊاڪٽر محبت پهريون محقق هو جنهن سنڌي زبان ۾ عملي لسانيات جو بنياد وڌو ۽ ٻوليءَ جي افادي رخ کان بحث ڪيو. ڪانئس اڳ سنڌ ۾ لغت ۽ لسانيات جي سلسلي ۾ هڪ انوکي روايت کي زور وٺايو ويو جنهن ۾ پڙهيل لکيل طبقي اندر لساني عالم جو هڪ مبهم تصور پيدا ڪيو ويو. ان ۾ اهڙن لساني بحثن کي اهميت ڏني ٿي وئي جن ۾ ٻوليءَ جي پڻ بنياد بابت لايعني تبصره ڪيل هجن، جن مان عموماً پڙهندڙ ڪو بہ نتيجو ڪڍي نہ سگهندو هو. سنڌي ٻوليءَ کي ماڊرن ٻولين وانگر پنهنجو تعليمي نظام اليڪٽرانڪ ميڊيا، صحافت ۽ علم و ادب جو ميدان آهي. اڄوڪي دؤر ۾ لغت نويسيءَ جون تقاضائون پڻ جديد نوعيت جون آهن. هاڻوڪي لسانياتي فن ۾ ٻوليءَ ۾ ٿيندڙ ڦيرن گهيرن، لفظن جي مثبت واڌارن ۽ اوڻاين کي دور ڪرڻ واسطي اهڙو لغتي عمل اختيار ڪيو ويندو آهي، جيئن ٻوليءَ جو اظهاري وهڪرو وسيع ۽ آسان تر بنجي جديد دؤر جي ميڊيائي تقاضائن کي پاڻ ۾ سميٽي سگهي. ڊاڪٽر محبت لفظن جي ڇيد ۽ معنائن متعلق جيڪي بہ بحث ڪيا، سي سنڌي لسانيات ۾ بلڪل نوان موضوع هئا. ان ريت هُو نئين لغتي فن جو بہ ڄڻ تہ محرڪ هو.

ڊاڪٽر محبت مٿي ذڪر ڪيل سڀني تضادن ۽ لساني پهلوئن جو گهرو شعور رکندو هو. سندس ليک ان ڳالهہ جو ثبوت آهن. مون ساڻ ملاقات ۾ پڻ هن اهڙا ئي ويچار ونڊيا هئا ۽ نهايت مفيد بحث ڪيو هو. هو سنڌي ٻوليءَ جو شيدائي ۽ ان جي ارتقا ۽ اوسر ۾ مضبوط اعتقاد رکندڙ هو. هو لسانيات جو عالم ۽ ڄاڻو هو، پر اصل ڳالهہ اها اهي تہ هن ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪا بہ عارضي واٽ اختيار ڪرڻ بدران هڪ پائدار لسانياتي واٽ اختيار ڪرڻ چاهي ٿي، جيڪا عملي ۽ با مقصد هجي. هن پنهنجي مضمونن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اهڙن لساني رخن ۽ زاوين کي کولي بيان ڪيو

آهي، جن مان اسان جي مادري زبان جي زرخيزي ثابت ٿئي ٿي. توهان کي
ٻڌي خوشي ٿيندي تہ اسان جي نوجوان لساني کوجنائڪ انجنيئر احسان
احمد عرساڻي، جيڪو مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر
جا فرائض بجا آڻي رهيو آهي، تنهن جون علمي ڪاوشون پڻ محبت جي
لساني موضوعات جو تسلسل ثابت ٿيون آهن. هن خود محبت ٻرڙي جي
زندگيءَ ۾ ئي سندس مضمون جي تائيد ۽ وضاحت ۾ چند مفيد مضمون
لکيا هئا. احسان ماضيءَ ۾ ٻوليءَ جي گم ٿيل مادن يا گھٽ استعمال ٿيندڙ
ڪڙين جي ڳولا ڪري منجهائن نوان اصطلاح گھڙي انهن کي علمي ۽
سائنسي اظهار جو مؤثر ذريعو بڻايو آهي. حاضر دؤر ۾ سندس هڪ
مضمون ماهوار پيغام ۾ بعنوان سائنسي علم جي تاليف لاءِ سنڌي ٻوليءَ
جي وسعت شايع ٿيو آهي. سندس ڪڍيل نتيجن مان ثابت ٿي ٿو تہ سنڌيءَ
جي گنج ۽ لفظيات Vocabulary کي وسعت ڏيڻ لاءِ خود ٻوليءَ اندر ئي
متعدد گڻ موجود آهن. آئون اميد ڪريان ٿو تہ هن اڪيڊميءَ جا اراڪين
بہ ڊاڪٽر محبت جي ڏسيل واٽ تي قدم وڌائيندا ۽ سنڌي ٻوليءَ کي
علمي ۽ سائنسي اظهار واري ڪامياب زبان بنائڻ جو ساهس ڪندا ۽
ڊاڪٽر صاحب جو خيال حقيقت ۾ بدلائيندا.

منهنجي اوهان کي اها بہ گذارش آهي تہ سنڌي ٻوليءَ کي معاشري ۾
اعليٰ ترين مقام ڏيارڻ لاءِ پنهنجي فرض کان غافل نہ رهندا.

(سال 2005 ۾ ڊاڪٽر محبت ٻرڙو اڪيڊمي قمبر جي دستوري
ساليانہ ادبي تقريب ٿي، جنهن ۾ هي مقالو صدارتي حيثيت ۾ پڙهيو ويو،ان
تي ليکڪ کي سنڌي ٻوليءَ جي ڪيل خدمتن جي مڃتا لاءِ ڊاڪٽر
محبت ٻرڙو جي ايوارڊ سان نوازيو ويو.)

*

# سنڌي ٻوليءَ جو بابا آدم مرزا قليچ بيگ ۽ مادري ٻوليءَ جو ترقي پسندانه تعليمي نظريو

مرزا قليچ بيگ حقيقيءَ معنيٰ ۾ سنڌيءَ جو بابا آدم هو، جنهن سنڌي معاشري ۽ مادري ٻوليءَ بابت هڪ ترقي پسندانه ۽ سائنسي سوچ کي اختيار ڪيو. هوءَ ڌارين ٻولين انگريزي، فارسي ۽ عربي ٻوليءَ کان ڪڏهن به مرعوب نه ٿيو، بلڪ پنهنجي ديسي مادري ٻوليءَ جي صلاحيتن ۾ اعتبار رکندو هو. مادري ٻولي تعليم جو فطري موثر ذريعو آهي، اها راءِ دنيا جي هر ملڪ ۾ غير متنازع طور تسليم ٿيل آهي، جنهن تي به ڳالهيون هرگز ٿي نه ٿيون سگهن. ان ڳالهه جي مرزا صاحب کي تمام گهڻي بصيرت هئي ۽ کيس سنڌي ٻوليءَ کي اعليٰ تعليم جي مرحلي تائين ڪامياب زبان ڏسڻ جو هميشه اشتياق هو. اهو ئي سبب آهي جو هو سنڌي زبان جي وقت به وقت مختلف ڪيترن ۾ قلمڪاري ڪندو رهندو هو، جيئن ذريعه تعليم آڏو آيل هرڪا رڪاوٽ دور ٿي وڃي، مرزا قليچ بيگ لامحاله پنهنجي ڪتابن جي ديباچن ۾ اهڙو ذڪر ڪندو رهندو هو. هن غير زبانن مان وڏ ۾ وڏ استفادو حاصل ڪري پنهنجي ٻوليءَ کي فائدو رسايو، جيڪا سنڌين زندگيءَ جي اصل مشن ڏسجي ٿي. جيڪڏهن اسين سندس ٻوليءَ ۽ ادب تي ٿيل ڪم جا Dimensions رخ جاچينداسون ته اها ڳالهه پڌريءَ پٽ معلوم ٿيندي، ته هن رواجي ليکڪ جيان هرگز به قلم نه هلايو آهي. مرزا قليچ بيگ پنهنجي ذهني صلاحيتن ۽ قوتن کي جنهن انداز ۾ استعمال ڪيو، سا بلاشبه هڪ سائنسي اپيروچ آهي. هن علم ادب وسيلي ماڻهن ۾ ذهني انقلاب آڻڻ چاهيو ٿي، جيئن سنڌ ۾ ترقي پسندانه ۽ سائنسي معاشرو پيدا ڪرڻ لاءِ ڪا واٽ نڪري اچي. مرزا صاحب سنڌي ٻوليءَ کي جديد زبان جي روپ ۾ ڏسڻ گهريو ٿي، جيڪا ماڊرن ثقافت ۽ نئين

علمي ادبي دنيا جي متحمل بنجي سگهي. هوءَ هر تعليمي ڏاڪي تي مادري زبان کي استعمال ڪرڻ جو خواهان رهندو هو. هن جي دلي تمنا هئي ته سنڌي ٻولي هڪ اهڙي ترقي يافته زبان بنجي، جنهن منجهان علمي، ادبي ۽ سائنسي تقاضائون احسن طريقي سان پوريون ٿي سگهن. سچ پچ ته مرزا صاحب سنڌي ٻوليءَ جو گهرو لساني ۽ تجزياتي مطالعو ڪيو هو، جنهن مان هن اهو نتيجو ڪڍيو ته سنڌي متعدد لساني ڱڻن سان ڀريل ٻولي آهي، جنهن ۾ علمي اصطلاح سازيءَ جو ميڪانيت Mechanism ۽ لچڪ بدرج اتم موجود آهي ۽ انَ ڪري اها سائنسي اظهار ۾ يورپ جي سڌريل ٻولين سان همسري ڪري سگهي ٿي. ان جي ڀيٽَ ۾ ننڍي کنڊ جون گهڻيون ٻوليون پاڻ ۾ فقط معمولي استعداد رکن ٿيون، يا ته اهي اهڙين بلڪل وصفن کان بلڪل خالي هيون. مرزا قليچ بيگ جي قلمڪاري ڪنهن پيشبنديءَ کان خالي نه آهي، اچو ته ان جا اطراف ڏسون.

1. مرزا قليچ بيگ جڏهن ناول ۽ ترجمي نگاريءَ جي ڪم کي هٿ ۾ کنئي ٿو ته بعض هندو ليکڪن جي اعتقادي ۽ وسوسي ڀريل ناولن جي برعڪس اهڙا ناول چونڊي چونڊي ترجمو ڪري ٿو، جيڪي حيات بخش آهن. "هو اهڙا ترجما ڪري ٿو، جن ۾ زندگيءَ جو ڀرپور احساس، لگن، نئين روشني ۽ جاڳرتا جا جذبا ڀريل ملن ٿا. مرزا قليچ بيگ ادبي ميدان ۾ هميشه متحرڪ ۽ سڌاري ڏانهن وکَ وڌائيندڙ معاشري جو نمائندو بنجي رهيو، جنهن جو ناولن ۾ روح پرور عڪس ملي ٿو. هن ادب وسيلي اهو اهتمام ڪيو، جو سنڌي قوم جيڪا سفلي فڪرَ ۽ بي عمليءَ واري سوچ ۾ غلطان هئي، تنهن کي بيدار ڪيو. هنَ سنڌ ۾ نئين تمدن جي برڪتن کان آشنائي ۽ آگاهي پيدا ڪئي، جنهن ستل قوم ۾ تنومند ۽ جوان جذبا پيدا ڪيا.
2. ڊرامه ۾ هو شيڪسپيئرَ جيِ فن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ منتخب ڪري ٿو، جيڪو يورپ ۾ ان وقت به انتهائي حيرت انگيز هئڻ کان علاوه تدبر ۽ ڏاهپ جو شاهڪار سمجهيو ويندو هو. دراصل مرزا قليچ بيگ اسٽيج ۽ ڊرامه جي لطافتن کي سنڌيءَ جو ويس پارائي

سنڌي ڪلچر جي تعمير نوڪرڻ سان گڏ عوام ۾ لطيف فن جو صاف سٿرو ۽ پاڪيزه ذوق اپارڻ چاهيو ٿي. مرزا قليچ بيگ بيڪن جا مضمون ۽ شيڪسپيئر جا ڊرام ترجمو ڪري اها ڳالهه ثابت ڪئي ته انتهائي ڳوڙهن نڪتن ۽ سنجيده فڪر سان پرپور ادبي شين کي سنڌي ٻولي پاڻ ۾ سمائڻ جي صلاحيت رکي ٿي.

3. هائي مرزا قليچ بيگ جي هڪ بلڪل نئين رخ تي روشني وجهان ٿو، هو صاحب، هڪ اهڙي جدت طبع جو مالڪ هو، جنهن ۾ مشرقي عالم جا اوصاف ۽ مغربي عالم جي ذهانت مشترڪه طور ڳنڍيل هئي. هن ايران ۽ عرب جي مسلم لٽريچر (شاعري ۽ نثر) کي انتهائي ڪمال خوبيءَ سان سنڌيءَ ۾ منتقل ڪري ڏيکاريو. جيڪو سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادبي فن ۾ هڪ نئون پيوند يا زاويو هو. انهيءَ سان سنڌي ادب ۾ فارسي دانيءَ جي لغار پيدا ٿي، جنهن سان ٻوليءَ ۾ نئون جوهر اڀريو، ۽ لطافتَ جو روپ نکريو.

4. مرزا قليچ بيگ سنڌي ٻوليءَ جو پارکو ۽ زبردست لساني عالم هو. هن شاهه لطيف جو رسالو 13 سال لڳاتار محنت ڪري تصحيح ۽ تحقيق سان 1913ع ۾ شايع ڪرايو. ٻه وڏيون لغتون، لغات لطيفي، ۽ لغات قديمي ٻه سندس ڪارنامن ۾شامل آهن. هي اهي ئي ڪتاب هئا، جن تان استفادو حاصل ڪري، ٻيا محقق آسانيءَ سان پنهنجا شاهڪار جوڙڻ ۾ ڪامياب ٿيا. دراصل، لغت جهڙو پيچيدو ۽ اَڪائيو ڪم يا ڏيم ورڪ هو. پر حقيقت اها آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي عشق ۾ مرزا صاحب اهڙو اڙانگهو ڪم تنها سر انجام ڏنو. هن سنڌي لغت نويسيءَ جي واٽ گهڻي مستقبل لاءِ راهه هموار ڪئي.

5. سنڌ جي تاريخ تي تحقيق جي مرزا قليچ بيگ ازسرنو روايت وڌي، پر سندس اصل ڪارنامو اهو هو، جو هن سائنسي لٽريچر جي متعدد موضوعات کي سلسليوار ترجمو ڪري سنڌي ٻولءَ کي شاهوڪار بنايو، ۽ انساني معاشري جي درجيوار ترقيءَ تي لکي، عملاً ارتقا جي نظريي تي روشني وڌي. هن تهذيبي ارتقا، علم الانسان، علم معاسيات، زراعت،

نباتات، ۽ حشرات الارض جهڙن سائنسي موضوعن تي سنڌيءَ ۾ ڪتاب ترجمو ڪيا ۽ سنڌي قوم جي ذهن کي قوتَ رسائي. ڪنهن سنڌي محقق جو مقالو پڙهيو هوم، جنهن جو نالو ذهن ۾ نه ٿو اچيم. هن مرزا قليچ بيگ جي ڪمالات تي لکندي فرمايو هو ته ڪيس سائنسي ٻوليءَ تي استعداد نهايت حيرت جهڙو هو. هن مرزا قليچ بيگ جي اصطلاح سازيءَ جي نون ڪتابن سان ڀيٽَ ڪندي ٻڌايو ته مرزا صاحب جا باغ ۽ باغباني ۽ ٻيا ڪتاب جيڪڏهن زرعي يونيورسٽي ۾ پاڙهجن ته اڄ جي نصابَ وارن ڪتابن کان به ڪيترين ڳالهين ۾ وڌيڪ ڪارآمد ثابت ٿيندا.

مرزا قليچ ان ڳالھ کي سمجھي ورتو هو ته جيسين تائين سنڌي زبان کي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ استعمال ۾ نه آڻبو، تيسين تائين سنڌ ۾ صحيح معنيٰ ۾ ذهني توڙي تعليمي انقلاب اچي نه سگهندو. ڪا به قوم روحاني، اخلاقي، ۽ تهذيبي طور تيستائين اسري نه سگهندي، جيستائين سندس سڪيا واري هر ضرورت اُن جي مادري ٻوليءَ ۾ پوري نه ٿيندي. مرزا قليچ بيگ جي سنڌيڪاريءَ مان اهو سبق ملي ٿو ته سنڌي عالمن ۽ ليکڪن کي گهرجي ته هو ڌاريون زبانون سکي، انهن جي بي مثال علم ادب کي سنڌيءَ جو ويس پارائين، ۽ پنهنجي ٻوليءَ کي خود ڪفيل بنائين. اسان تي فرض عائد ٿي ٿو، ته مرزا قليچ بيگ جي مشن کي ڪامياب بنايون، جنهن چاهيو ٿي ته سنڌي ٻوليءَ کي هر ميدان ۾ عروج حاصل ٿئي. مرزا صاحب جي مجتا ۽ سندس تڪريم رڳو تڏهن ئي پوري ٿي سگهي ٿي، جڏهن اسين سندس ٻوليءَ واري نصب العين کي اڳتي وڌايون، ۽ سنڌي ٻوليءَ کي آرٽس کان علاوه سائنس جي به ڪامياب ٻولي بنايون.

. اڄڪلھ سنڌي ٻولي نازڪ دور مان گذري رهي آهي. سنڌي ٻوليءَ کي تعليمي نظام مان مڪمل طور خارج ڪرڻ لاءِ سازشن جو ڄار وڇايو ويو آهي. سنڌي ميڊيئم اسڪول بند ٿي رهيا آهن.انهن جي جاءِ تي انگريزي ۽ اردو ميڊيئم اسڪول کلي رهيا آهن. سنڌي مائٽن کي سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي افاديت کان گمراھ ڪيو پيو وڃي. سنڌي پرائمري اسڪولن کي

هاسيڪار بدحال بنايو ويو آهي، جيئن ٻارَ اثرائتي انداز سان پڙهي نہ سگهن ۽ مائٽ مجبور ٿي ٻارن کي ٻين ٻولين جياسڪولن ۾ داخلا ڏيارين. منهنجي خيال ۾ مرزا قليچ بيگ کي خراج تحسين ڏيڻ جو صحيح طريقو اهو آهي، تہ اسين هن ڏينهن تي عهد ڪريون تہ اسين پنهنجي ٻارن کي سنڌي ذريعہ تعليم وارن اسڪولن ۾ پڙهائينداسون ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ايتري ترقي وٺائينداسون، جو اِن مان نئين زماني جون ضرورتون آسانيءَ سان پوريون ٿي سگهن، ۽ اسين بحيثيت قوم هڪ اهڙو طرز عمل اختيار ڪريون، جو سنڌي ٻوليءَ خلاف سازش جون پاڙون پٽجي وڃن ۽ اها ئي مرزا قليچ بيگ جي مچتا آهي.

هيءُ مضمون بتاريخ جولاءِ 3، 2003ع، مرزا قليچ بيگ جي 76 هين ورسيءَ جي موقعي تي ممتاز مرزا آڊيٽوريم سنڌ ميوزم ۾ پڙهيو ويو.



# سنڌي ٻوليءَ جو هاڻوڪو مقام ۽ معيار قوم کان ڇا ٿو لهڻي؟

هن وقت سنڌي ٻولي جديد تمدن ۽ سُجهاءُ رس جي هڪ نهايت اهم ٻولي بڻجي چڪي آهي. جديد انساني تمدن ۾ اعليٰ ٻولين جي سڃاڻپ جا ڪي خاص اهڃاڻ مقرر ڪيا ويا آهن. جيڪي ٻوليون تعليم، صحافت، علم و ادب کان سواءِ اليڪٽرانڪ ميڊيا يعني ته ٽي وي چئنل ۽ ڪمپيوٽر جا ڀرپور وسيلا رکن ٿيون، سي ئي ٻوليون جديد انساني تهذيب ۽ تمدن جون ترجمان ۽ عڪاس مڃيون ويون آهن. اهڙين ٻولين کي عالمي قدر رکندڙ ٻوليون شمار ڪيون وڃن ٿيون. هاڻي جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ کي انهيءَ معيار تي پرکينداسون ته اسان جي ٻولي دنيا جي جديد کان جديد ترين ٻولين جي صف ۾ بيٺل نظر ايندي. سنڌي ٻوليءَ ۾ هن وقت 12 روزانه اخبارون، متعدد ماهوار رسالا جيڪي مختلف شعبن جي نمائندگي ڪندڙ آهن. اعليٰ تعليم ۾ سنڌي ٻولي ذريعه تعليم طور ڪاميابيءَ سان استعمال ۾ اچي رهي آهي. علم و ادب جي هر شعبي اندر سنڌي ٻوليءَ ۾ نوان نوان ڪتاب شايع ٿيندا رهن ٿا. ڪمپيوٽر نيٽ ورڪ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو مؤثر استعمال ٿي رهيو آهي. ايتري قدر جو هاڻي عملاً اي ميل به سنڌيءَ ۾ ٿي رهيو آهي. سنڌي زبان جا ٻه ٽي وي چينل 24 ڪلاڪن تائين تفريحات ۽ ذهني سجاڳيءَ جو ڪم ڏئي رهيا آهن. اڃا مزيد ٻن نون چينلن جي کلڻ جو اعلان به ٿي چڪو آهي. ننڍي کنڊ ۾ اردو ۽ هندي ٻولين کي ته متعدد ٽي وي چينل مُيسر آهن پر ٻين وڏين ٻولين کي اهڙي سهوليت حاصل ناهي. دنيا جي ڪيترين وڏين ٻولين کي به محدود چينل حاصل آهن. فرانس ۾ فرينچ ٻوليءَ جا فقط 6 چينل ڪم ڪن ٿا. اُن جي ڀيٽ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي وسعت جو اندازو لڳائي سگهو ٿا. اِن ڳالهه مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌي

ٻولي هڪ نهايت جيد تمدن ۽ سُجهاءُ رس جي ٻولي آهي. پر افسوس رڳو ان ڳالهہ جو آهي تہ باشعور فردن جي ذهنن ۾ اڃا سودو بہ سنڌي ٻولي بابت ڪو واضح نقطہ انداز Concept پيدا ٿي نہ سگهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو اسان جا تعليمي ماهر اهو فيصلو نہ ڪري سگهيا آهن تہ سنڌي ٻولي تعليمي ميدان ۾ ڪهڙي صحيح مقام جي حقدار آهي. اسان جا عالم ۽ ليکڪ بہ سنڌي ٻوليءَ جي اهميت ۽ مقام بابت ذڪر ڪندي ان کي فقط هڪ تهذيبي ۽ قديمي زبان سڏيندي فخر پيا محسوس ڪندا آهن. جڻ تہ سنڌي ٻولي ڪا تهذيبي طور بچي ويل نشاني اهي يا قديم ثقافتجي باقيات طور زنده رهندڙindigenous ٻولي آهي ،جنهن جي حيثيت فقط ڳالهائڻ تائين محدود آهي.منهنجي دوستن کي ان ڳالهہ جو قطعي احساس ناهي تہ سنڌي ٻولي هڪ قديم ۽ تهذيبي زبان نہ آهي پر ان کان وڌيڪ ان جو قابلِ فخر امتيازي مقام هڪ جديد ٻولي هئڻ باعث آهي. اڄ جن ثقافتي وسيلن ۾ ان جو مؤثر استعمال ٿي رهيو آهي. سو موجوده دؤر جي فقط چند ٻولين کي حاصل آهي. ان ڪري سنڌي ٻوليءَ جي حقن ۽ مراعات بابت ان جي هاڻوڪي حيثيت، وسعت ۽ اثر کي نگاهہ ۾ رکي لکيو وڃي. سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت کي نہ سمجهڻ جو ئي نتيجو آهي جو اڄ ميڊم حميده کهڙو کي ائين چوڻ جي همت ٿي تہ 21 صديءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ پاڙهڻ جي ڳالهہ ڪرڻ سنڌي قوم سان دشمني ٿيندي.

## سنڌي ٻوليءَ جو اعليٰ تعليمي مقام

سنڌي ٻولي گذشتہ سٺ سالن کان آرٽس جي شعبي ۾ اعليٰ تعليمي ذريعي طور رائج آهي. ايم فل ۽ پي ايچ ڊي تائين شاگرد سنڌيءَ ۾ ٿيسز لکندا رهيا آهن. سائنس جي شعبي ۾ جيتوڻيڪ اعليٰ ثانوي درجي يعني تہ ٻارهين جماعت تائين سنڌي امتحاني ٻولي تسليم ٿيل هئي، ليڪن عملاً ڏهين جماعت تائين اها جاري رهندي آئي آهي... جڏهن تہ سائنس سان وابسطہ هزارين شاگرد سنڌي ٻوليءَ کي پنهنجو امتحاني ذريعي طور استعمال ڪندا رهن ٿا. ضرورت ان ڳالهہ جي هئي تہ سائنس جي شعبي ۾ سنڌي

ذريعہ تعليم کي اڃا بہ مٿيرو ڪري اُن کي يونيورسٽي ليول تائين مڪمل طور رائج ڪيو وڃي ها، ليڪن اسان جا پنهنجا عملدار، استاد ۽ نام نهاد ماهر تعليمات سنڌي ٻوليءَ جو سائنس ۾ درجو وڌائڻ اڳيان هميشہ آڏو ايندا رهيا آهن. ٽيڪسٽ بڪ بورڊ جا عملدار اردو زبان ۾ تہ 11 ۽ 12 جماعت جا ڪتاب ڇپائيندا رهيا ليڪن سنڌي زبان ۾ سائنسي ڪتاب ڇپائڻ جو مطالبو هئڻ جي باوجود بہ آنا ڪاني ڪندا رهيا اهڙي صورتحال پيدا ڪرڻ ۾ سموري قوم مجرمانہ غفلت جو شڪار رهي آهي، اهو هڪ سائنس جو عام اصول آهي تہ جنهن حالت ۾ Status Que رهندو يعني تہ جيئن جو تيئن بيٺل رهندي سا اڳتي وڌڻ بدران پوئتي موٽ کائيندي. ساڳي حالت سنڌي ٻوليءَ سان بہ ٿي آهي، جنهن ڪري اُها اڄ درجو گهٽجڻ واري صورتحال سان دوچار ٿي آهي. افسوس آهي جو اسان جا ذميوار فرد هر نقصانڪار عمل ۾ فقط خاموش تماشائي بڻجي ويهي رهن ٿا تڏهن تہ وزير تعليم جي اها همت ٿي جو هُن سنڌي ٻوليءَ جو سائنسي شعبي ۾ ٻارهين جماعت مان درجو گهٽائي اٺين جماعت تائين آڻڻ جو حڪم صادر فرمايو. ڪنهن بہ ملڪ ۾ مثال. ناهي تہ انهن پنهنجي ٻوليءَ جو درجو گهٽايو هجي. سنڌي قوم ڪيڏي نہ بي حس بڻجي چڪي آهي جو اهڙي ذلت آميز قدم تي بہ خاموش رهي ۽ ڪنهن بہ ان تي رد عمل طور احتجاج رڪارڊ درج نہ ڪرايو.

اگر سنڌ ۾ سائنسي انقلاب آڻڻ ۽ هڪ سائنسي معاشرو پيدا ڪرڻ گهرون ٿا تہ ان لاءِ تمام ضروري آهي تہ سائنسي تعليم اعليٰ کان اعليٰ درجي تائين پنهنجي ديس جي ٻولي يعني تہ سنڌي زبان ۾ عامُ ڪئي وڃي. خبر نہ ٿي پوي تہ جيڪڏهن ڪراچي يونيورسٽي ۾ هر سائنسي مضمون جي ٿيسز اردو ٻوليءَ ۾ لکڻ جي اجازت آهي تہ پوءِ آخرڪار سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳواڻن کي سنڌيءَ ۾ سائنس جي ٿيسز لکڻ جي اجازت ڇو نہ ٿي ڏني وڃي؟ اهڙي امتيازي صورتحال کي بنان دير جي ختم ڪرڻ گهرجي. علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد سيني ٽيڪنالاجيز ۽ سائنسي ڪورسن کي اردو زبان وسيلي پاڙهي رهي آهي. جنهن جا معاشري

۾ حوصلا افزا ۽ مثبت نتيجا نڪري رهيا آهن. سنڌي ۾ ٻه ساڳي يونيورسٽي بي ايڊ جي امتحانن لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي تعليمي زبان تسليم ڪيو ۽ ان نصاب جا ڪتاب پڻ سنڌيءَ ۾ ڇپايا. سنڌ حڪومت جي اراڪين کي کپي ته علامه اقبال اوپن يونيورسٽيءَ جي اختيارين سان لکپڙهه ڪري سنڌ ۾ سيني ڪورس سنڌيءَ ۾ رائج ڪرڻ جي هنن کان تقاضا ڪن. سنڌي عوام جي ديرينه خواهش آهي ته سنڌ ۾ ٻنان دير جي هڪ ترقي پسندانه معاشرو قائم ٿيڻ کپي، جنهن لاءِ علمي ۽ سائنسي ماحول پيدا ڪرڻ ضروري آهي. جيئن ڪراچي ۽ اسلام آباد ۾ اردو يونيورسٽي قائم آهي تيئن سنڌ ۾ سنڌي يونيورسٽي قائم ڪئي وڃي، جنهن ۾ اعليٰ تعليم تائين سمورا مضمون سنڌي ٻوليءَ وسيلي پاڙهيا وڃن. دراصل قوم جي حقيقي ذهني ترقي فقط سنڌي ٻوليءَ جي تعليمي واڌاري سان ئي وابسطه آهي. ان ڪري آئون ته اهو ٻه چوندس ته سنڌ جي هر ضلعي اندر سنڌي سائنس ڪاليج ٻنان دير جي کوليو وڃي. سيد غلام مصطفيٰ شاهه جي ايامڪاريءَ ۾ سنڌي سائنس سوسائٽيءَ جو ادارو قائم ڪيو ويو هو، جنهن سائنسي فهم پيدا ڪرڻ ۾ چڱو رول ادا ڪيو. پر ڪن شخصن جي مفاد پرستانه ڪاروائين يا سنڌي ٻوليءَ سان عداوت رکڻ باعث اهو ادارو هن وقت بند ٿيڻ واري حالت ۾ پيو آهي. ان کي نئين سر فعال اداري جي صورت ۾ کولڻ جي اشد ضرورت آهي سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ۽ سينڊيڪيٽ جي ميمبران کي هڪدم ان لاءِ تحرڪ وٺڻ گهرجي.

### سنڌي ٻوليءَ جي علمي صلاحيت

سنڌي ٻوليءَ کي سائنسي تعليم جو اعليٰ ذريعو بنائڻ واري واٽ ۾ عملاً ڪا ٻه رنڊڪ نظر نه ٿي اچي– جيڪڏهن ڪا رڪاوٽ آهي ته اها صرف ڪن مخصوص فردن جي نااهليت جي آهي يا ته وري اقتدار دانن جي ارادي جي آهي. ڪن ماهرن کي اهو ٻه واهمو آهي ته سنڌي ٻوليءَ جو دامن سائنسي مفهوم اظهارڻ لاءِ ناڪافي آهي. ليڪن اهي سڀ اجايا خدشا آهن. سنڌي ٻولي انگريزي زبان وانگر هڪ مڪمل تجزياتي

Analytical ٻولي آهي، جيڪا اصطلاحسازيءَ ۾ اردوءَ کان ٻه وڏي وسعت رکي ٿي. هيءَ رڳو ٺلهي دعوي ناهي بلڪ سنڌي ٻوليءَ جو مربوط ۽ ورچيل لفظي نظام انجو شاهد آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ لساني تبادلي يا سنڌيڪاريءَ جو لچڪيدار عنصر شامل آهي. جنهن ان کي اصطلاح سازيءَ جو ميڪينزم ميسر ڪري ڏنو آهي. سنڌي زبان مشرقي ۽ مغربي ٻولين جا لفظ ۽ نحوي جز نه رڳو با آساني پاڻ ۾ جذب ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿي بلڪ انهن کي سنڌي هاٺو ڪري پنهنجي بناوت آهر انهن مان اسم، فعل ۽ صفتون ٺاهڻ جي صلاحيت پڻ رکي ٿي. مطلب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڌارين لفظن کي پنهنجائڻ هڪ خودڪار ڪارخانو جڙي چڪو آهي. انهيءَ مد ۾ هوءَ انگريزي ٻوليءَ وانگر ئي گنائتي آهي. شرط صرف سنڌي ٻوليءَ جي انهن گڻن کي مهارت سان آزمائڻ ۽ استعمال ڪرڻ جو آهي.

سنڌي ٻوليءَ جو قومي ۽ سرڪاري درجو

جيتوڻيڪ پاڪستان جي دستور ۾ سنڌي ٻوليءَ کي قومي درجو نه ڏنو ويو، جو پنهنجي پر ۾ ڪنهن به لحاظ کان حقيقت پسندانه ۽ انصاف تي ٻڌل عمل نه هو. پر سنڌي ماڻهو پنهنجي ٻولي جي اهميت ۽ عظمت کان نه رڳو شناسا آهي بلڪ ان جو پاسدار به رهيو آهي. هو هر دؤر ۾ سنڌي زبان کي ئي پنهنجي قومي ٻولي سمجهندو رهيو آهي. جنهن احساس جو بنياد به ڪن سچاين تي ٻڌل آهي. دراصل سنڌ تاريخي ۽ تهذيبي طور هڪ آزاد ۽ قومي رياست رهي آهي، ان جو ذڪر سياحن جي ڪتاب ۾ به ملي ٿو ته ادبي استعاري طور به مشرقي زبانن جي ڪتابن ۾ به ان جو ذڪر ڪيل آهي. تاريخي زماني ۾ بابر جي آتم ڪهاڻيءَ ۾ سنڌ جو آزاد ملڪ جي حيثيت ۾ بيان ڪيل آهي. فارسيءَ جي ادبي ڪتاب ۾ پڻ هند ۽ سنڌ جو الڳ ديسن جي حيثيت ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. سنڌ جي اڳوڻن سياستدان کان هڪ وڏي غلطي اها سرزد ٿي جو هنن برٽش حڪومت کان سنڌ کي آزادي ڏيڻ جو مطالبو ڪرڻ بدران فقط انکي

صوبائي درجو ڏيڻ جي ڳالهه ڪئي. نه ته جيئن برما، سلون ۽ عدن آزاد ملڪ بڻيا تيئن سنڌ به آزاد ملڪ بڻجي وڃي ها!

انگريزن 1843ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪيو تڏهن اُها آزاد رياست هئي. هندستان جو حصو نه هئي. سر چارلس نيپئير کي به ان ڳالهه جو احساس هو. جنهن ڪري هن سنڌ جي تعمير ۽ ترقيءَ جو نقشو هڪ الڳ ملڪ جي حيثيت ۾ جوڙيو. سڄي هندستان مان اول سنڌ ۾ پوسٽ آفيس به الڳ طور قائم ٿي ۽ پوسٽ ٽڪليءَ جو اجراءِ ٿيو. برٽش حڪومت سر چارلس نيپيئر سان اختلافن بعد کيس عهدي تان هٽايو. جيتوڻيڪ سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسي سان شامل ڪيو ويو تنهن هوندي سنڌ جي الڳ ديس طور شناخت قائم رکي وئي ۽ اهو ئي سبب آهي سنڌي ٻوليءَ کي به عملي طور سنڌ ۾ قومي ۽ دفتري ٻولي بنايو ويو. ايتري حد تائين جو مرڪزي حڪومت طرفان سنڌ ۾ ڏارين عملدار جي مقرري بعد ان تي هڪ مقرر معياد جي اندر سنڌي ٻوليءَ جو امتحان پاس ڪرڻ لازم ٿيل هو. برٽش حڪومت هندستان جي ڪنهن به پرڳڻي ۾ اتي جي زبان لاءِ ٽائيپ رائيٽر نه جوڙايو ليڪن سنڌ ۾ سرڪاري لکپڙهه سنڌيءَ ۾ ٿيڻ باعث سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽائيپ رائيٽر ۽ شارٽ هينڊ جي اشد ضرورت محسوس ڪئي وئي، جنهن کي تڪميل تي پهچايو ويو. پاڪستان کان اڳ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي دفتري ٻوليءَ جو اهم مقام مليل هو. سنڌي ٻولي سنڌ جي شهرن ۾ بلديانتي، لوڪل بورڊ کان علاوه تعلقيدار ۽ ضلعي دفترن ۾ لکپڙهه جو مقبول ذريعو هئي. اهڙو اعزاز هندستان جي ٻئي ڪنهن به پرڳڻي ۾ مادري ٻولي کي حاصل نه هو. اردو ٻولي ڪن صوبن ۾ دفتري ٻولي طور ضرور رائج هئي ليڪن اُها متنازعه بڻيل هئي. هندن ۽ مسلمانن ۾ ان تي تڪرار جاري هو. پر سنڌ ۾ سنڌي زبان هندو ۽ مسلمانن جي مشترڪ قومي ٻولي هئي ۽ هتي جا باشندا پنهنجي مادري ٻوليءَ کي آزاديءَ سان رياستي ٻوليءَ طور استعمال ڪري رهيا هئا ۽ ماڻهن کي اهڙي سهوليت حاصل هئڻ ڪري رياست ۽ عوام ۾ هڪ قسم جي هم آهنگي پيدا ٿي چڪي هئي. ليڪن پاڪستان قائم ٿيڻ بعد صورتحال يڪايڪ بدلجي وئي.. سنڌي

ٻوليءَ کي سرڪاري دائري مان ڪڍڻ لاءِ لڳاتار سازشون ٿينديون رهيون، جنهن ڪري اڄ سنڌي ٻوليءَ جنهن مقام تي بيٺل نظر اچي رهي ٿي، سا سڀني جي سامهون آهي. اها اسان جي خوشقسمتي چئجي جو هن وقت سنڌي ٻوليءَ جي حق ۾ سازگار ماحول پيدا ٿي رهيو آهي. جنهن جو اهو ثبتو آهي جو 1 نومبر تي سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيارڻ وارو بل ٻه پيش ٿي ويو آهي. سنڌي ٻوليءَ جو قومي ٻوليءَ وارو حق بحال ٿيڻ سان ان کي وڏي سگهه ملندي، جنهن جي اُها هر لحاظ کان حقدار آهي. تاهم سنڌي ٻوليءَ جو علمي ۽ افادي Functional بنجڻ جو دارومدار وري ٻه ان ڳالهه تي منحصر آهي ته ان کي مڪمل طور تي سنڌ ديس اندر سرڪاري زبان طور استعمال ۾ آندو وڃي.

سنڌ جي صوبائي سرڪار 1972ع ۾ سنڌي ٻولي ايڪٽ پاس ڪري سنڌي ٻوليءَ کي نزاع واري حالت مان ڪڍڻ جي هڪ ڪوشش ضروري ڪئي، جنهن تي عوام دشمن حلقن پاران فساد مچايا ويا. ان ڪري متصادم ڌر جي رضامنديءَ سان ٻيهر ترميمي بل پاس ڪيو ويو، ان ۾ صاف صاف اهو نڪتو درج ٿيل آهي ته رفته رفته سرڪاري دفترن ۾ لکپڙهه لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي استعمال کي رواج ڏنو ويندو، جنهن لاءِ اٿارٽيءَ قيام ٻه عمل ۾ آندو ويو. ليڪن افسوس آهي جو صوبائي سرڪار سنڌي ٻوليءَ جي سرڪاري استعمال لاءِ ڪي ٻه مثبت يا عملي قدم هن وقت تائين نه کنيا آهن. پيو ئي سنڌ جو وزير اعليٰ اهو سنديش ڏيندو رهي ٿو ته سنڌ جي سرڪاري ۽ دفتري ٻولي انگريزي رهندي، جيڪا ڳالهه سنڌ جي عوام کي ڪنهن ٻه حالت ۾ قبول ناهي. هر ملڪ ۽ ديس ۾ دفتري ٻولي اتي جي مقامي زبان هوندي آهي. اسين ڇو ڌارين ٻوليءَ کي پاڻ مٿان نازل ڪري رکنداسون؟ جا ڳالهه قومي غيرت جي ته خلاف آهي پر افادي لحاظ کان ٻه .اها سوچ ملڪي نظام ۽ حڪمت عمليءَ جي منافي آهي. دفتري سهنج ۽ سهوليت ۽ عوام سان ربط ضبط فقط پنهنجي ٻوليءَ ۾ ئي ممڪن بنجي سگهي ٿو.

هن وقت سرڪاري کاتن مان سنڌي ٻوليءَ جو استعمال بنهه کهنجي ويو آهي يا جن هنڌن تي اڃا رواج ۾ آهي ته ٻه پراڻي انداز ۾ هلايو وڃي ٿو

ڪمپيوٽر يا ٽائيپ رائٽر يا سنڌي شارٽ هينڊ جو استعمال اجا تائين ڪنهن به دفتر ۾ نظر نه ٿو اچي جن نون محڪمن ۾ سنڌيءَ جو رواج اجا جاري ئي مس ٿئي ٿو جو ٿوري وقت بعد ئي نون عملدارن جي نادري حڪم سان اهو ختم ڪيو وڃي ٿو. واپڊا ۽ ايچ ڊي اي جي شروعاتي دؤر ۾ انهن جابلن ۾ هدايات وغيره سنڌيءَ ۾ هوندا هئا. جيڪي ختم ڪيا ويا. شناختي ڪارڊ لاءِ به متعلقه الف ۽ ب فارم سنڌي ۾ ميسر هوندا هئا جن کي نئين انتظام بعد ختم ڪيو ويو آهي. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ سيد غلام مصطفيٰ جي ايامڪاريءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ يونيورسٽيءَ جي دفتري ٻولي بنائي وئي هئي. ان تي پوري طور عمل به ڪرايو ويو. ليڪن افسوس آهي بعد ۾ ايندڙ وائيس چانسيلرن ان روايت کي پختو بنجڻ کان اڳ ۾ ئي انگريزيءَ کي ٻيهر رائج ڪري ڇڏيو. حالانڪ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ اردو زبان اجا سوڌو به دفتري ٻولي قائم رهندي اچي. ڪراچي يونيورسٽيءَ جي ڊگرين، سرٽيفڪيٽن جا فارم توڙي ٻيا پروفارم سڀ اردوءَ ۾ تحرير ٿيل هوندا آهن. دراصل جيڪي اقتداردان يا انتظامي منتظم، ٻي ڪنهن ٻوليءَ کي سرڪاري ٻولي بنائڻ جو اعلان ڪن ٿا سي ٻولي ايڪٽ واري قانون جي ڀڃڪڙيءَ جو مرتڪب ٿين ٿا اهڙيءَ طرح سان سنڌ اسيمبلي سنڌ جو قومي ايوان آهي جنهن ۾ سنڌيءَ ۾ تقريري انداز اختيار ڪرڻ قومي شان سمجهڻ گهرجي. جيڪي ان کان احتراز ڪن ٿا سي يقيناً قومي قدرن جا منحرف ۽ قابل مذمت فرد سمجهيا ويندا. منهنجي سنڌي ادبي سنگت جي ميمبرن کي اها به گذارش آهي ته هو مختلف ضلعن جي ناظمن سان لهه وچڙ ۾ اچن ۽ انهن کان ضلعي حڪومت ۾ سنڌي زبان کي دفتري ٻوليءَ بنائڻ جو اعلان ڪرائين. هيٺين سطح تائين عوامي ٻوليءَ ۾ رابطي جي سهولت ڏيڻ عوام جو بنيادي ۽ پيدائشي حق آهي. سنڌي زبان جو تيستائين مستقبل محفوظ نه ٿيندو جيستائين ان جو ڪارج ۽ افاديت صحيح رخ ۾ پيدا نه ٿيندي.

(هي مقالو سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ طرفان منعقد ڪيل سنڌي ٻولي ڪانفرنس ۾ بتاريخ 2005_11_10 ۾ پڙهيو ويو ۽ گهڻو ساراهيو ويو.)



# امتحاني بورڊ ۽ تعليمي معيار

عام ماڻهن ۾ اهو خيال ويٺل هوندو آهي ته تعليمي تدريس ۽ سکيا جي ڪاميابي صرف استاد جي شخصيت تي ئي منحصر آهي، جو ته تعليم ڏيڻ جو عمل سڌيءَ طرح هن سان ئي وابسته آهي. مگر جيڪڏهن ٿورو غور ڪبو ته معلوم ٿيندو ته تعليم جو ڪارگر ۽ مؤثر هئڻ پين به ڪيترن ئي ادارن سان واسطو رکي ٿو. خصوصاً نظامت تعليم جي ڪارڪردگي ان تي سڌيءَ طرح سان اثر انداز رهي ٿي. از انسواءِ تعليم جو لاڳاپو پين ڪيترن ئي ادارن سان ڳنڍيل آهي. مثلاً جيڪڏهن نصابي ۽ امتحاني ادارا فعال نه هوندا ته انهن جو به سڌو سنئون اثر تعليم جي معيار تي پوندو!

اسان جي ملڪ ۾ تيزيءَ سان تعليم عام ٿي رهي آهي. جنهن جي روشن لاٽ جا ترورا ٻهراڙين ۾ به پکڙجندا وڃن پيا. جتي اسڪولن ۾ اضافو اچي رهيو آهي اتي رفته رفته نوان علمي ۽ فني ادارا به وجود ۾ ايندا رهن ٿا. سال به سال حڪومت پنهنجي بجيٽ جو هڪ وڏو حصو تعليم جي ترقيءَ تي خرچ ڪري رهي آهي. تعليمي سهولتين جو وڌڻ، حڪومت طرفان ڪثير خرچ ۽ عوام جي چاهت؛ اهي ٽيئي ڳالهيون تعليم لاءِ سازگار ماحول پيدا ڪرڻ ۾ مددگار ٿيون آهن. ليڪن ان هوندي به اها ڳالهه ڪيتريقدر نه ڏکوئيندڙ چئبي، جو اسان وٽ تعليمي سکيا مؤثر نه رهي آهي، ان جو نتيجو اهو نڪري رهيو آهي، جو هر سال جيڪي شاگرد امتحان پاس ڪري نڪرن ٿا، انهن جو استعداد گهربل معيار کان گهڻو گهٽ هوندو آهي. اهڙي شاهدي پبلڪ سروس ڪميشن توڙي پين آزمائشي ادارن طرفان به ملي ٿي، جن جا سرڪرده عملدار ڪيترا ڀيرا اهڙو اظهار پنهنجي بيانن ۾ ڪري چڪا آهن. روزانه هلال پاڪستان ۾ ڪجهه

احباب فڪر تعليم جي معيار گهٽجڻ بابت لاڳيتو اظهار خيال ڪندا رهن ٿا. انهن مان اڪثر ڳالهيون تلخ هونديون به حقيقت تي ٻڌل آهن، خاص ڪري جهاتيون ڪالم ۾ ته ان بابت ڪيترائي دلچسپ مشاهدا اچي چڪا آهن. اڪثر لکندڙن پنهنجي مضمونن ۾ گهٽو ڪري ڪاپيءَ جي مرض، استادن جي فرائض ۾ ڪوتاهي، استادن کي پوري چاڻ جو نه هجڻ ۽ اسڪولن جي حالت زار جو نقشو چٽيو آهي. ليڪن تعليم جي ڪرندڙ معيار جو سڀ کان وڏو ثبوت اسان جي امتحاني ۽ نصابي ادارن جي ڪارڪردگيءَ مان به ملي ٿو، جن جا غلط نصابي ڪتاب ۽ سواليه پيپر هڪ طرف تعليم جاري رکڻ ۾ مانع بنجي رهيا آهن ته ٻئي طرف استادن ۽ شاگردن لاءِ مشڪلاتون پيدا ڪري رهيا آهن. هتي مان في الووقت رڳو بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ ۽ سيڪنڊري ايڊيوڪيشن حيدرآباد سنڌ جو ذڪر ڪندس. تازو هلال پاڪستان ۾ اها خبر شايع ٿي هئي ته ڪراچي بورڊ جي ساليانى امتحان جي سواليه پيپرن ۾، سنڌي سيڪشن وارا سوال اردو ۽ انگريزيءَ کان بنهه مختلف هئا، دراصل سنڌيءَ ۾ سوال جيڪي انگريزي يا اردوءَ تان ترجمو ڪيا ويا هئا، تن کي سنڌي ممتحن درست ٻوليءَ ۾ بيهاري نه سگهيو. ساڳي حالت بورڊ آف انٽرميڊيئيٽ اينڊ سيڪنڊري ايڊيوڪيشن حيدرآباد جي پڻ آهي. ساليانه پيپرن مان چند مثال:

اسلامڪ ڪلچر پيپر- 2

سوال نمبر هن ريت ڏنل آهي: "جهاد جي وصف لکو، جهاد جا مختلف قسم قرآن ۽ سنت جي روشنيءَ ۾ ان جي اهميت ۽ ضرورت کي واضح ڪري." مٿين سوال کي اگر صحيح مفهوم ۾ بيهاربو ته ان کي هيٺينءَ طرح لکڻو پوندو: "جهاد جي وصف بيان ڪريو ۽ جهاد جي اهميت ۽ ضرورت کي قرآن ۽ سنت جي روشنيءَ ۾ ثابت ڪندي ان جي مختلف قسمن تي بحث ڪريو."

وري سوال نمبر 3: هن ريت لکيل آهي. "اسلام جي پنجن رڪنن جو مسلمان جي زندگيءَ ۽ ڪردار تي ڪهڙو اثر رکن ٿا."

صحيح صورت ۾ سوال هن ريت لکڻ گهرجي ها. "اسلام جا پنج رڪن مسلمان جي زندگيءَ تي ڪهڙو اثر وجهن ٿا؟"

سوال نمبر5: ته ايتريقدر غلط آهي، جو شاگرد ته ڇا پر استاد جي به مجال ناهي، جو رڳو هو مطلب سمجهي سگهي. هيڏي اڻ ڄاڻائيءَ تي رڳو ماتم ڪري سگهجي ٿو. پڇيو ويو آهي ته "سورت الحجرات جي غرض ۽ مفعول ڇا آهي" انگريزي ۽ اردو عبارت کي پڙهندي معلوم ٿئي ٿو ته دراصل ممتحن کي هيٺيون سوال پڇڻو آهي.

"سورة الحجرات جو مقصد ۽ مطلب ڇا آهي؟ ان ۾ ذڪر ڪيل احڪامن ۽ هدايت کي ڌيان ۾ رکي پنهنجي بيان جي وضاحت لکو." ان کي چوندا آهن اٺو ڇي کهوپاٽو.

هاڻي ساڳئي سال جي جنرل سائنس جي پيپر مان مثال ڏجن ٿا. دراصل هن پيپر جا سيئي سوال اصلاح طلب آهن، مگر نموني خاطر ڪجهه مثال ڏجن ٿا:

سوال نمبر 2 لکيل آهي ته "مينوءَ جي رٿابنديءَ جا اصول مثالن سان سمجهائي، هڪ درمياني در جي واري ڪٽنب جو مثال وٺي بيان ڪريو." غلط ٻوليءَ سوال کي بلڪل معمو بنائي ڇڏيو آهي. صحيح سوال هن ريت لکڻ گهرجي ها. هڪ درمياني ڪٽنب جي مينوءَ جي رٿا بنديءَ جا مثال لکو.

سوال نمبر 4 به انتهائي غلط ٻوليءَ ۾ لکيو ويو آهي، جيڪو هن طرح آهي: "مختلف غذائي شين کي خريد ڪرڻ جا اصول بيان ڪري گهٽ ۾ گهٽ هڪ طريقو مڇيءَ ۽ ڀاڄين جي تازگيءَ جي پرک لکو." اهو سوال آسان ٻوليءَ ۾ هن طرح لکڻ گهرجي.

"غذائي شين خريدڻ جي مختلف اصولن تي بحث ڪريو ۽ مڇيءَ ۽ ڀاڄين جي تازگي جانچڻ جو گهٽ ۾ گهٽ هڪ طريقو ٻڌايو." اهڙيءَ طرح هن پيپر جي سنڌي سيڪشن ۾ لکيل سيئي سوال بلڪل منجهائيندڙ ۽ عجيب انداز ۾ بيان ڪيا ويا آهن.

### ايڪانا مڪس پيپر-2

اهڙيءَ طرح ايڪانامڪس جي پيپر ۾ ڏنل سوال به اصلاح طلب آهن. رڳو هڪڙو سوال مثال خاطر پيش ڪجي ٿو. سوال نمبر1 ۾ پڇيو ويو آهي ته: "معاشي لاڀي جي وصف بيان ڪريو. رڪاربو جي لاڀي واري نظريه کي شڪل وسيلي ظاهر ڪريو." اصل ۾ اهو سوال صحيح سنڌيءَ ۾ هن طرح لکڻ گهرجي ها. "معاشي لاڀي جي وصف لکو ۽ خاڪي وسيلي رڪاربو جي لاڀي واري نظريي جي وضاحت ڪريو."

1980ع جي پيپرن مان ڪجهه مثال

### ايڪانامڪس پيپر- 2

سوال نمبر1 هن طرح آهي: "قومي آمدنيءَ جي وصف لکي ٻڌايو ته ان جو ورهاڱو ڪئين ٿئي ٿو." اهو ٻولي ۽ مفهوم جي لحاظ کان بلڪل غلط سوال آهي. اصل انگريزي يا اردو عبارت مطابق ان جي مفهوم کي هيٺينءَ ريت بيان ڪري سگهجي ٿو. "قومي آمدنيءَ جي موزون وصف بيان ڪريو ۽ ٻڌايو ته ان جي ورڇ ڪيئن ٿيندي آهي؟"

سوال نمبر 4 جي ٻولي به بلڪل غلط ۽ ناقابل فهم آهي. درست سوال هن صورت ۾ ٿيندو. "ناٿي جو ملهه گهٽجڻ سان زراعت، ڪاروبار ۽ صنعت جي پيشي وارا ماڻهو ڪيئن متاثر ٿين ٿا؟" وضاحت لکو. ساڳي سال جي اسلامڪ ڪلچر جي پيپر ۾ هڪ سوال هن طرح درج ٿيل آهي. "نماز کان نفس جي پاڪي ٿئي ٿي." صحيح ٻولي ته ٺهيو پر ڇا هن جملي مان ڪو مطلب به نڪري سگهي ٿو؟ سولي سنڌيءَ ۾ اهو سوال هن طرح پڇي سگهجي ٿو. "نماز سان نفس جي پاڪائي ٿئي ٿي يا نماز نفس کي پاڪ رکي ٿي." هاڻي 1979ع جي ساليانه پيپرن مان ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا.

اسلامي ڪلچر پيپر1 ۾ هڪڙو سوال هن طرح ڏنو ويو آهي. "مصرين جي ادب ۽ سائنس کي لکڻ جو فن واضح ڪريو." هي سوال ته نه ٿيو، پر ڳجهارت چئبي. پلا ڪو به استاد هن سوال جي مفهوم کي سمجهندو ته

ممتحن چا ٿو پڇڻ گهري؟ صحيح سوال هن ريت ٿيندو. "مصري ادب، سائنس ۽ لکڻ جي هنر بابت تفصيل سان لکو." اهڙيءَ طرح شهريت جي پيپر ۾ هڪ سوال هن طرح درج ٿيل آهي. "هيٺ ڏنل ملڪن مان، ڪن ٻ پن جا پاڪستان تعلقات لکو." صحيح ترجمو هيٺينءَ طرح ٿيندو.

"هيٺ ڏنل ملڪن مان، ڪن ٻ ٻن ملڪن سان پاڪستان جا تعلقات بيان ڪريو" اسلامي تاريخ جي پيپر ۾ هڪڙو سوال هن ريت ڏنل آهي. اسلام تاريخ تي واقع ڪربلا جا اثرات مرتب ڪريو. دراصل ان سوال جو مقصد صحيح سنڌيءَ ۾ هيٺين طرح واضح ٿي بيهندو.

"ڪربلا جي واقعي اسلام جي تاريخ تي ڪهڙا اثرات ڇڏيا." ٻيو هڪ سوال آهي تہ "حضرت عمر رضہ جو انتظاميہ سلطنت جو بيان لکو" اهو سولي سنڌيءَ ۾ هن طرح هئڻ گهرجي. "حضرت عمر رضہ جي حڪومت ۾ رکيل انتظام تي روشني وجهو " از انسواءِ ٻارهين ڪلاس جو سنڌي مادري زبان جو پيپر ٻہ گهڻن سالن کان يڪسانيت جو شڪار آهي ۽ بنهہ غير معياري آهي.

هنن چند مثالن مان چٽيءَ طرح ظاهر ٿيندو تہ ڪيئن تہ امتحاني پيپرن ۾ خصوصاً سنڌي ترجمي واري ڀاڱي ۾ هر سال سوالن جي ٻولي ڪيئن نہ غلط هوندي آهي. اها صورت حال اسان سڀني لاءِ شرمساريءَ جو باعث آهي. بورڊ جي بالا عملدارن کي ان سلسلي ۾ سڌارو آڻڻ لاءِ درخواست ٻہ موڪلي وئي هئي پر افسوس جو ڪنهن جاءِ مٿي تي جون ٻہ ڪانہ سُري. سنڌي ٻوليءَ جو غير معياري ۽ درست نہ هجڻ خصوصاً امتحاني ذريعي علمي حلقن لاءِ باعث فڪر آهي. ياد رکڻ گهرجي تہ ملڪ جي ديسي ٻولين ۾ اهو اعزاز رڳو سنڌي ٻوليءَ کي ئي حاصل آهي، جو اها اعليٰ تعليمي ٻوليءَ جي حيثيت ۾ وطن جي هڪ علائقي اندر باضابطي طور استعمال ٿي رهي آهي ۽ جنهن سلسلي ۾ ان جي ترقيءَ جا امڪان ڏينهون ڏينهن روشن ٿيندا وڃن پيا. هن وقت هزارين شاگرد سنڌي ٻوليءَ کي تعليمي ذريعي طور استعمال ڪري رهيا آهن، ليڪن مستقبل قريب ۾ اسڪولن وڌڻ سان اهو تعداد لکن تائين وڃي پهچندو. ان ڪري تعليمي

ٻوليءَ جي حيثيت ۾ سنڌي زبان جو صحيح استعمال ۽ صحت خصوصي توجهه لهڻي ٿو. ان ڪري بورڊ جي اعليٰ حڪام کي گذارش آهي ته سواليه پيپرن جي معيار ۽ درست ٻولي تي خاص ڌيان ڏين ۽ پيپر ڪيندڙن کي نه رڳو سخت هدايتون موڪلين پر چڱيءَ طرح چنڊڇاڻ ڪرڻ کانپوءِ ئي جيڪي پيپر معيار تي پورا لهي سگهن، صرف انهن کي امتحان لاءِ ڪارگر سمجهيو وڃي.

(هي مقالو روزانه هلال پاڪستان ۾ 22 مئي 1983ع تي شايع ڪيو ويو.)

*

# سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب جو باهمي عمل

اصل ۾ 'ٻولي' بنيادي طور صرف هڪ هوندي آهي، ليڪن ان جي اوسر ۾ ٻه مختلف ڌارائون شامل هونديون آهن. اهو ئي سبب آهي، جو ان جا ٻه مختلف روپ 'عام ٻول چال' ۽ ادبي يا ڪتابي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن ڪن مضمونن ۾ 'ادبي ٻولي' ۽ 'عام ٻولي' جو نالي ماتر ذڪر ايندو رهندو آهي، ليڪن ڪڏهن به ان تي سنجيدگيءَ سان بحث نه ڪيو ويو آهي، ته آيا ٻنهي درميان ڪو حقيقي فرق آهي ڇا؟ ۽ ان جون لازمي تقاضائون ڪهڙيون ٿين ٿيون؟ خصوصاً هڪ "اسرندڙ ٻوليءَ" ۾ تمام گهڻي احتياط ۽ محنت جي ضرورت پوي ٿي ۽ ان تي عمل ۽ رد عمل تي نظر رکڻي پوي ٿي، جيئن معلوم ٿئي ته علمي ۽ فني طور اسان جون ڪوششون ٻوليءَ جي واڌ ويجهه ۾ ڪهڙيءَ طرح مدد رسائي سگهن ٿيون، جيئن ان جي اصليت به قائم رهي ۽ ساڳئي وقت اُها اڄ جي تهذيبي تقاضائن مطابق، هڪ پائدار ۽ گهرو، سرل ۽ آسان ذريعو به بڻجي سگهي.

تعليم ۽ سکيا ۾ 'عام ٻولي' يا ' ادبي ٻولي' ٻنهي مان ڪهڙيءَ کي اختيار ڪرڻ گهرجي ۽ هر هڪ جي عمل ۽ دخل کي ڪيتريءَ حد تائين قبول ڪري سگهجي ٿو. لساني قدرن جي لحاظ کان ٻنهي کي هڪجيتري اهميت ڏجي يا گهٽ وڌ؟ پهرين نظر ۾ اهو سوال نهايت سادو ۽ آسان تعليمي مسئلو Academic Problem ڏسڻ ۾ ايندو، مگر عملي طور ان جا گهڻيئي معنوي ۽ استعمالي پهلو ٿين ٿا. عام طور لساني ۽ تعليمي ماهرن طرفان ٻه نظريا پيش ڪيا وڃن ٿا. هڪڙا ادبي ۽ تحريري زبان تي زور ڏين ٿا ته ٻيا وري عام ٻوليءَ کي مؤثر سمجهن ٿا. جي تحريري ۽ ادبي زبان جي لساني اهميت کي قبول ڪندا آهن، ته پوءِ غالباً هرڪو نوس اصولن ۽ مقرر معيارن موجب ٻولي سکڻ جي ڪوشش ڪندو، ڇاڪاڻ جو اُها 'عام

بول چال' کان گهڻو واضح ۽ مستحڪم (Stable) ٿئي ٿي. اهڙي طريقي تي عمل ڪرڻ سان يقيناً هڪ 'غير متحرڪ زبان جي ترغيب ملندي ۽ 'قابل قبول لفظن ۽ زبان جي قاعدن' تي هر دم اصرار رهندو. صحيح ڇا آهي ۽ غلط ڇا آهي، يا اُن جي پرک پروڙ وڌندي. تدريسي زبان جي طريقي (Language learning method) تي ڪاربند رهي، هڪ بنيادي استوار ڪرڻو پوندو ۽ مدرسن ۾ محض ٺهيل ٺڪيل اصولن ۽ 'معيار تحرير' سان مطابقت رکندڙ 'ٻوليءَ' جو استعمال سيکاريو ويندو. (ڇاڪاڻ جو عام ٻولي ان جي برعڪس غير يقيني ۽ متبدل ٿئي ٿي.) اهڙي اصول تي ڪاربند رهڻ سان وري انتهائي اختلاف جي صورت ۾، زبان جي صفائي يا خالصيت (Puristic) قواعد پرستي (Pedantic) ۽ ٻوليءَ جي هر اصول ۽ قاعدي کي ادب مان ظاهر ڪرڻ جي رجحان پيدا ٿيڻ جو انديشو رهي ٿو.

جيڪڏهن 'تحريري زبان' جو ثانوي درجو تسليم ڪري 'ٻول چال جي زبان' کي اوليت ڏينداسون ته پوءِ ڪنهن به غلطيءَ کي تسليم ڪرڻ بجاءِ به گاهي ماهي طعن و تشنيع ٿيندي رهندي. انتهائي حالت ۾ وري، تحريري زبان کان بي توجهي ٿيندي. ڳالهائڻ واري انداز يا زباني فارم (Oral Form) لاءِ عزت ۽ چاهه پيدا ٿيندو. غير مهذب ۽ چٽڪن، لفظن کي عيب نه ڀانيون ويندو، ان ڪري واحد معياري زبان (Standard Language) کي ضرب رسندي ۽ زبان جي يڪسانيت ۽ يڪجهتيءَ کي سدائين نقصان رسڻ جو انديشو رهندو. مون ڪيترا جملا امتحاني ڪاپين کي سارينديءَ گڏ ڪيا آهن، جن کي پڙهڻ سان معلوم ٿيندو، ته درس ۽ تدريس ۾ 'معياري ٻوليءَ' کي هميشه پنهنجي ڏانهن اڇلايو وڃي ٿو. مثلاً:

1. 'جهان آرا' نصيحت واري ناول آهي.
2. تنهنجي لاءِ اسين ڪن جي مهتاجي پيا ٿا ڪيون.
3. جاڏي نظر پئي، ائين پيو محسوس ٿئي ڄڻ صبح ٿيڻ "واري" آهي.
4. "سيڪي" پنهنجي ڪم سان رڌل هو.
5. هو درازن ۾ چائو هيو. هڪڙي دفعي شاهه صاحب درازن ۾ آيو، سچل سرمست کي ڏسي چيائين، "جيڪي" اسان ڪنو رڌو آهي، انهيءَ جو

ڏکڻ هي چوڪر لاهيندو.

6. "مون" بستري تان اٿيس ۽ دروازو کولي جهاتي پاتم تہ منهنجو گهرو دوست منهنجي در تي بيٺو آهي.
7. "اسين ڪيترا" فلم ڏٺا آهن، ڪيترا پيرا نمائش "ڏٺي اٿسي" ڪيترا ميلا ڏٺا اٿسي.
8. هڪڙي ڏينهن "اسين" ڪاليج جي چوڪرن صلاح "ڪئي سين" تہ آچر شام جو سير ڪرڻ هلنداسين.
9. بادشاهہ سچي ملڪ مٿان "ڍلان" معاف ڪيون.
10. "مون" انهيءَ ڳالهہ ۾ بلڪل دلچسپي رکندو هوس.
11. هي "سيٽون" شاهہ لطيف جي ڪلام مان ورتل آهن.
12. اسان گهُر ڪانَ ٻاهر وڃڻ ۾ "ڊچونس" ٿا.

مٿيان جملا هڪڳري ٻولي، يا معياري محاوري لاءِ زيباٺتا ناهن، ڇاڪاڻ جو جدا جدا ننڍين ۽ وڏن محاورن ڏانهن رخ رکندڙ آهن. علمي ۽ تعليمي زبانَ ۾، اسان جو رويو هڪ ساريکو هجي. اسان جا اطلاعات ۽ نشريات جا ادارا، درس ۽ تدريس جا ادارا هجن يا ڦهلاءَ ۽ اشاعت جا ادارا، سڀني کي اهڙو طرز عمل اختيار ڪرڻ گهرجي، جنهن مان هڪ يڪسان صورت رکندڙ ۽ شاندار ٻوليءَ جي اُسرڻ ۾ هٿي ملي سگهي. ڇاڪاڻ تہ 'ٻوليءَ' جي ترقيءَ جو انحصار ان جي يڪجهتي ۽ عام فهم هجڻ تي آهي، ان ڪري تعليم جو حصول آسان رهي ٿو.

منهنجو اهو مطلب هرگز ناهي تہ مختلف خِطن جي رنگا رنگ ۽ شاهوڪار محاورن ۽ ان جي قسمين قسمين اصطلاحن ۽ انوکن لفظن کي ادبي زبان ۾ اختيار تہ ڪريون ۽ بلڪ انهن ڪانسواءِ اظهار و بيان ۾ گهرائي ۽ وسعت اچڻ ناممڪن آهي. هن وقت سنڌيءَ ۾ لکندڙن جو تعداد بہ اڳي کان گهڻو وڌيل آهي. اتر لاڙ وچولي ڪانسواءِ ٿر بر ۽ جبل جا لکندڙ مجموعي خيال کان ٻوليءَ جي خوبصورتي ۽ وسعت ۾ اضافو آندو آهي. اسان جي تقرير ۽ تحرير ڪئي انوکي انداز ۽ مختلف لفظن سان مالا مال هجي، تاهم ترڪيبي بناوت ۽ شڪل شباهت ۾ اُها واحد معياري سنڌي ڏسڻ ۾

اچي. اسان جي لکندڙن کي مرڪز ڏي مائل (Centrepetal) رويو اختيار ڪرڻ گهرجي، جيئن ٻوليءَ جون سڀ رڪاوٽون هڪ وڏ وَر روپ ۾ جذب ٿي وڃن. 'مرڪز گريز' رويو، ٻوليءَ جي يڪسانيت ۽ ترقيءَ لاءِ نقصان ڪار ٿيندو.

جيئن 'ادب' جو تصور 'عام ٻوليءَ' کان سواءِ ڪري نٿو سگهجي، تيئن 'عام ٻوليءَ' جي وجود ۽ پختگيءَ لاءِ، ادبي يا تحريري يا مصدقه ادبي روايت جو هئڻ تمام ضروري سمجهيو جي ٿو. رڳو تخليقي عمل ۽ قوت جي وسيلي ڪنهن ٻوليءَ ۾ وسيع تر معنويت پيدا ٿئي ٿي ۽ اُن ۾ حسن ۽ نکار اُڀري ٿو. اها ڳالهه تيستائين ذهن نشين نه ٿيندي جيستائين اسان ٻوليءَ جي ادب جي باهمي عمل واري نڪتي کي نه سمجهنداسون.

### ٻولي ۽ ادب جو باهمي عمل

ٻولي ۽ ادب جو باهمي عمل (Interaction of language and literature) مان مراد آهي ته ٻولي ۽ ادب ٻئي پنهنجي پنهنجي دائره عمل ۾ هڪ ٻئي تي اثرانداز ٿين ٿا. انساني سماج جي نهايت اوائلي دور ۾ ڳالهائڻ جي سرگرميءَ مان ادب جنم ورتو، ان ڪري بظاهر ته ادب کي ثانوي حيثيت (Ancillary) ۾ ڳڻجي ٿو، ليڪن عملي دنيا ۾ علم و ادب جي بنيادي ضرورت کان ڪو به انڪار ڪري نٿو سگهندو. جي سڀ هڪ خاص زبان ۾ تحرير ۽ بندش جا محتاج رهن ٿا. علم و فن جي تخليق سان گڏوگڏ هڪ علمي يا ادبي زبان جي تراش خراش جو عمل به بيڪ وقت جاري رهندو اچي ٿو، جيتوڻيڪ ان جو بنياد وري به 'عام ٻوليءَ' تي ئي آهي.

سائنس گهڻو وسيع ٿيندي ٿي وڃي، انساني ذهن جي رسائي، هن نظام شمسيءَ کان پار نڪري، ڪائنات جي وسعتن ۾ گردش ڪري رهي آهي، ان ڪري علم و فن جي اظهار ۽ بيان لاءِ محض عام ٻولي ناڪافي ٿئي ٿي. ازانسواءِ موجوده ميڪانڪي دؤر ۾ انساني مسئلا گهڻا پيچيده ٿيندا ٿا وڃن، جن جي رد عمل ۾ پيدا ٿيندڙ انساني نفسيات جي باريڪ احساسن ۽ خواهشن کي سمجهڻ ۽ اظهار ڪرڻ لاءِ ڏينهون ڏينهن نون لفظن ۽ نين معنائن جي ضرورت پوي ٿي. اهو ئي سبب آهي، جو ڏسبو ته اڄوڪيون

ترقي يافته ۽ سائنٽيفڪ زبانون پنهنجي سرشت ۾ عام ٻولين هوندي به خاص زبانون بنجي ويون آهن.

ڇا واقعي هر ٻوليءَ جون عملي طور ٻه صورتون آهن؟ ادبي زبان جي نوعيت عام ٻوليءَ کان مختلف آهي ڇا؟ انهيءَ نڪتي کي سمجهڻ لاءِ ضروري ٿئي ٿو ته ٻوليءَ جي تهذيبي ۽ سماجي ترقيءَ کي خيال ۾ آڻي، ان جو درجيوار ۽ باترتيب مطالعو ڪريون. تاريخي ۽ بنيادي طور ٻولي صرف هڪ ڳالهائڻ جي ذريعي نسل در نسل منتقل ٿيندي آئي آهي. حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته ٻولين پنهنجي فطرت ۽ امتزاج ۾ ترقيءَ جو احتمال رکن ٿيون ۽ منجهن اهڙي پوشيده قوت مضمر آهي، جو اُهي ترقي يافته تهذيبن جون ترجمان بنجي سگهن ٿيون. اڄ جيڪڏهن ڪي ٻوليون گهڻو اوج تي پهتل نظر اچن ٿيون ته اُها ڪا منشا ايزدي نه هئي، بلڪ جن ٻولين کي سازگار موقعا ميسر ٿيا، تن پنهنجي امڪاني قوت کي استعمال ڪيو ۽ ٻين ٻولين کان اڳتي وڌي ويون. ترقيءَ جي سلسلي ۾ پهريون استعمال باقاعده طور تي 'تحريري زبان' جي صورت اختيار ڪري ٿو ۽ 'تحريري زبان' وري اڳتي وڌي 'ادبي زبان' جي صورت وٺي ٿي، جا ئي حقيقي معنيٰ ۾ هڪ ٻوليءَ جي واسطي انتهائي تڪميل جو ثبوت مهيا ڪري ٿي.

بعضي ڪن سازگار حالتن، سماجي تبديلين، سياسي اقتدار ۽ نظرين جي ڦهلاءَ سببان، ڪي ننڍيون ٻوليون به جلد ترقي ڪري ڇانئجي وڃن ٿيون، ليڪن ڪي وڏيون ٻوليون به صرف سياسي ڪارڻ ۽ موافق حالتن جي ناپيد هجڻ سببان سست رفتاريءَ سان اڳتي وڌن ٿيون.پري ڇو وڃجي، پنهنجي ملڪ جي هڪ ٻوليءَ جو مثال ٿا وٺون. پنجابي ٻولي هند ۽ پاڪ جي اٽڪل پنج ڪروڙ ماڻهن جي ٻولي آهي. اولهه-اوڀر پنجاب، سرحد جي وادين ۽ ڪشمير جي حدن تائين عوام ۾ اظهار ۽ رابطي جو فطري ذريعو پنجابي ٻولي بڻيل آهي. برطانوي ايام حڪومت دوران نون سڌارن ۽ نين پيدا ٿيل حالتن ۾ نندي ڪنڌ جي ٻولين جي فطري ارتقا ۾ هڪ نئون موڙ پيدا ٿيو ۽ اُهي هڪ نئين ترقيءَ کان آشنا ٿيون. انهن جي رڳن ۾ هڪ نئون خون ڊوڙڻ لڳو، جنهنڪري انهن ۾ توانائي ۽ يڪجهتي آئي. ليڪن جتي

ٻيون ٻوليون جديد زماني جي تقاضائن سان هلڻ لڳيون، انهن ۾ تيز تر تخليقي عمل شروع ٿيو، اتي پنجابي ٻولي ساڳي رفتار سان اڳتي وڌي نہ سگهي، ڇو جو بعض ناموافق حالتن جي ڪري اُها وسيع علائقي جي ٻولي هوندي بہ تعليمي ۽ سرڪاري ذريعي بنجڻ کان محروم رهجي ويئي ۽ پڙهڻ لکڻ کان ڪٽجڻ سبب ان ۾ تخليقي عمل تيزيءَ سان جاري رهي نہ سگهيو. نتيجي طور ان جي جدا جدا محاورن (Dialects) ۾ انتشاري ڪيفيت پيدا ٿي پئي! اُهي وهڪرا، جي هڪ چشمي ۾ گڏ ٿي ٻوليءَ کي سيراب ڪن ها، سي مختلف هنڌن تان وهڻ لڳا ۽ ڌار ڌار ننڍين ننڍين ٻولين جي حيثيت ۾مختلف نالن سان سڃاڻجڻ لڳا. ڇاڪاڻ تہ ٻوليءَ جي مختلف محاورن کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ ۽ يڪجا صورت پيدا ڪرڻ جو واحد سرچشمو علم و ادب جي تخليق آهي، جنهن کان پنجابي ٻولي عملاً ڪٽيل رهي. ليڪن هينئر اُها ڪمي، پنجابي فلمي صنعت جي اُپرڻ سببان ڪي قدر پوري ٿيندي نظر اچي ٿي. فن ۽ ادب جي سطح تي جدا جدا مڪاني محاورن (بند ٻولين) جي ميلاپ مان هڪ معياري ۽ قبول عام ٻولي (Standard and popular) نشو نما وٺي رهي آهي.

سچ تہ ائين آهي تہ ٻوليون پنهنجي دائري ۾ سماجي ڪارڪردگيءَ جو مؤثر ذريعو رهنديون آيون، ليڪن جڏهن انهن ۾ فن ۽ ادب متعلق تحرڪ ۽ عمل پيدا ٿيو، تڏهن رفتي رفتي اُهي ٻولين مان وڌي مڪمل زبانون بنجي ويون. ساڳي حقيقت موجوده دور جي وڏين ۽ ترقي يافتہ زبانن سان بہ لاڳو ٿئي ٿي. اڄ جي سائنسي دور ۾ بہ ٻوليءَ کي تقويت رسائڻ جو ڪو بہ طريقو ناهي، صرف جنهن ۾ تخليقي عمل بتدريج وڌندو رهي ٿو، سا ٻولي وڌندي ويجهندي ۽ طاقتور بڻجي وڃي ٿي. ڪجهہ صديون اڳ انگريزي، فرينچ يا ٻي ڪنهن بہ ترقي يافتہ زبان ۾ علم و ادب جي تخليق جو ڪم جاري ۽ ساري نہ ٿئي ها تہ پوءِ ممڪن آهي تہ اڄ اُهي پنهنجن اصلوڪن هاڻوڪن نالن بجاءِ مرڪو ننڍڙين مڪاني ٻولين جي حيثيت ۾ سڃاتيون وڃن ها!

سنڌي ٻولي، ملڪ جي جاگرافيائي بيهڪ، تهذيبي اوسر ۽ ڳالهائيندڙن

جي طبعي لاڙن سببان گوناگون خصوصيتن جي حامل آهي. جيتوڻيڪ اسان جي ٻولي ڪنهن به دور ۾ عربي، انگريزي، فرينچ ۽ اسپينش وانگر هڪ مضبوط سلطنت اندر شان ۽ شوڪت واري انداز سان ڪانءُ اُسري؛ نه وري اُها ترقيءَ ۾ هندي يا اردو وانگر ڪو سياسي ڇڪتاڻ جو پس منظر رکي ٿي يا ان ۾ ڪَو ڪو مذهبي جنوني جذبو ڪارفرما هو. ان جي برعڪس سنڌي فطري ماحول اندر صاف ۽ سٿري ادبي زبان جي حيثيت ۾ ترقي ڪئي ۽ انتهائي نازڪ جذبن ۽ نفيس خيالن کي تقرير توڙي تحرير ۾ ظاهر ڪرڻ جي قابل بڻبي ويئي.

ٻوليءَ جيَ سلسلي ۾ انهيءَ تاريخي ادبي ارتقا کي نظر انداز ڪرڻ، زبان ۽ ادب جي عمل کي وسارڻ، زبان کي محض خالص ڳالهائڻ جي بنياد (Dral Basis) تي استوار ڪرڻ، هڪ نهايت مهلڪ غلطي ٿيندي. سموري تاريخ دوران ڳالهائجندڙ زبان (Spoken language) هڪ طرف اثر ڪيو به آهي ته وري ادبي فارم کان اثر انداز به ٿي آهي.

هر ڪنهن زماني ۾ 'عام محاوري' تي 'ادبي زبان' اثر انداز رهي آهي. نه صرف ايترو بلڪ ان جي نقش قدم تي 'عام ٻولي' هلندي ۽ ان جي چوگرد عمل ڪندي رهي آهي. اهو ئي سبب آهي جو مختلف محاورن ۾ يڪانگت پيدا ٿي ۽ هڪ عام فهم ٻوليءَ جو ارتقا ممڪن ٿيو.

اها به حقيقت آهي ته ڪنهن به ٻوليءَ جو سڌارو ۽ واڌارو، رڳو ڪن پوشيده آواز ڦيرين گهيرين يا لساني تبديلين تي مدار نٿو رکي. جيڪا ٻولي اڄ اسين ڳالهايون ٿا، تنهن جي شائستگي ۽ لطافت ۾ ٻين مهذب زبانن وانگر ارادي ڪوششون به شامل رهيون آهن، جيڪي وقت جي بهترين دماغن (شاعرن اديبن ۽ عالمن) خود اظهاريت (Self expression) جي عمل اختيار ڪرڻ سان انجام ڏنيون. تاريخ جي هڪ چيڙي کان پٺي چيڙي تائين ان جو اثر ڏسي سگهجي ٿو. قاضي قاضن کان قليچ بيگ تائين ڏسبو ته عام ٻوليءَ کي سنوارڻ ۽ سينگارڻ ۾ ادب هڪ اهم رول ادا ڪيو آهي.

تاريخي ارتقا جي مختلف دورن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي جوڙجڪ ۾ ادب جو واسطو پٺي رهيو آهي. مثال طور اسان جي ٻولي ۽ ادب جي سنبنڌ جو

آڳاٽو دور سومرن جي تاريخي دور کان شروع ٿئي ٿو، جنهن ۾ ٻوليءَ کي سڌارڻ ۽ سنوارڻ ۾ ادب جو خاص حصو رهيو آهي. ان وقت جي قصہ گو پٽن، ڀانن ۽ چارڻن جي هلچل تورڙي مذهبي، اخلاقي معاملن ۽ مبلغن جي تحريڪ مان ادبي اظاهر جا ڪيئي اهڃاڻ واضح طور ملن ٿا. اهو صرف ادب پيدا ڪرڻ جو سعيو ۽ عمل هو، جنهنڪري ٻوليءَ جا منتشر وهڪرا هڪ جاءِ تي عمل ۾ اچي سگهيا ۽ ننڍين مڪاني ڏور مڪاني محاورن گڏجي هڪ يڪسان ٻوليءَ جي صورت اختيار ڪئي، ان ڪري نہ رڳو ٻوليءَ جي گرامر ۾ باقاعدگي آئي، بلڪ نحوي ساخت (Syntax) ۽ اسٽائيل بہ پيدا ٿي، جا اڳ ۾ عدم موجود هئي.

اهڙيءَ طرح سمن ۽ ارغونن جي دؤر ۾متعدد سنڌي شاعرن جا نالا فارسي بياضن ۾ ملن ٿا ۽ سندن ڪجهہ اشعار بہ. انهيءَ زماني ۾ ٻوليءَ جي لفظي متاع ۾ لازمي طرح سان ڪافي اضافو آيو هوندو، جا ڳالهہ نهايت قدرتي آهي. نہ صرف ايترو بلڪ سندن شغل سببان نئي، ادبي قالب جي واٽ نروار ٿي، جنهن واسطي هڪ لفظي ترتيب گهرڙيائون. انهن ڪوشش جي نتيجي ۾ ٻوليءَجي سونهن، سوپيا ۽ وسعت بيان ۾ واڌارو آيو. ان زماني جا ناميارا شاعر قاضي قاضن ۽ شاہ ڪريم ٿي گذريا آهن، سندن ڪلام جو ڪجهہ حصو محفوظ رهجي ويو آهي. انهن بہ فطري طور اُهائي ٻولي استعمال ڪئي هوندي، جا پنهنجي ارد گرد ٻڌي هوندائون، تاهم ساڳئي وقت اهو بہ خدشو آهي تہ ساڳي ٻوليءَ تي هو پاڻ بہ اثر انداز ٿيا هجن ۽ هنن ڪي اهڙا لفظي سڪا ۽ اصطلاح بہ ضربيا هجن، جن جو اڳ ۾ رواج ڪونہ هو ۽ اُهي اڳتي هلي سندن قوت ۽ اثر سان عام ٻوليءَ ۾ جاري ٿيا.

انهن کانپوءِ ڪلهوڙن جو دور اچي ٿو، جنهن کي ادبي ترقيءَ جو 'سونهري زمانو' سڏجي ٿو. واقعي آهي بہ ائين. ان ئي زماني ۾ سنڌي ٻوليءَ اظهار ۽ بيان ۾ اوج حاصل ڪيو. ٻوليءَ جي اوسر ۾ شاہ لطيف جي ڪاوش گهڻي امداد رسائي، ان کي هڪ ڪلاسڪ جي درجي تائين پهچايو. سندس ڪلام جي ٻولي ۽ لفظي جوڙ پنهنجي ظاهري ترڪيب ۽ معنوي سميت هر دور تي ڇانيل رهي.ا لطيفي روايت ٻوليءَ جو هڪ

مخصوص رنگ پيدا ڪيو ۽ اهڙا قدر ۽ معيار قائم ڪيا، جي هر دور ۾ زبان جي صحت ۽ واڌاري جو صحيح طور تي بنياد بڻيا. پنهنجي ئي زماني ۾ سنڌي آباديءَ جي اخراج ۽ وڏي تعداد ۾ ڌارين ماڻهن جي آمد جا واقعا رونما ٿي چڪا، جنهن بعد اها ڳالهه بعيد از امڪان نه هئي ته سنڌيءَ ۾ ڌاريان عنصر داخل ٿيندا رهن. اهڙيءَ صورت حال ۾ فقط ڪلاسيڪي ادب ئي آهي، جنهن هڪ مضبوط ڪوٽ وانگر ٻوليءَ جي حفاظت ڪئي ۽ ان جي اصليت کي برقرار رکڻ ۾ مددگار بڻيو. ڪلاسيڪي ادب اسان جي ٻوليءَ جي لغت کي پاڻ ۾ سميٽي محفوظ رکيو آهي. اُن ۾ ٻوليءَ جا اصل ڌاتو، محاورا، لفظي ۽ نحوي ترڪيبون سلامت موجود آهن، جن تي ٻوليءَ جي انفرادي وجود جو انحصار آهي. اڄ جا عالم ۽ اديب وري به ادب ۽ فن جو رشتو ڪلاسيڪي ٻوليءَ سان ڳنڍي رهيا آهن، جنهن ۾ لطيفي ڪلامِ گهڻو رهبر ۽ معاون ثابت ٿيو آهي، اُن ڪري علم ۽ ادب، فن ۽ صحافت، تعليم ۽ تحصيل ۾ نکريل، صاف، اجاريل ۽ خالص ٻولي وجود وٺي رهي آهي. حقيقت ۾ جيڪڏهن ڪا به ادبي روايت زنده نه هجي ها يا وري تحريري رواج زور نه وٺي ها ته پوءِ اڄ سنڌي ٻولي گهڻي مختلف هجي ها ۽ شايد اُها مرڪزيت ۽ يڪجهتي نه رهيس ها، جا کيس موجوده زماني ۾ حاصل آهي.

ليڪن سوال ٿو پيدا ٿئي ته ادب مان عام ٻولي ڪيئن ٿي سيراب ٿئي؟ ٻوليءَ جي عام ۽ چالو لفظن ۾ اديب ڪيئن ٿا نين معنائن جا رنگ ڀرين؟ شعري صنعتون ۽ فني ڪاريگريون ڪيئن ٿيون ٻوليءَ مان جنم وٺن؟ اهي سڀ چيزون باهم عمل جي نتيجي ۾ پيدا ٿين ٿيون. جيستائين ٻوليءَ ۾ ادبي يا تخليقي پهلوءَ جو غور سان جائزو نه وٺبو، تيستائيين لساني نزاڪتن توڙي شعري ۽ فني گهاڙيٽن کي سمجهي نه سگهنداسون. اهڙي مطالعي جي نه هجڻ سببان ئي ماضيءَ ۾ پيدا ٿيل سنڌي شعر جي صنعتن توڙي فني اندازن کي باقاعده سڃاڻي نه سگهيا آهيون ۽ نثر ۽ نظم جي مابين فرق کي محسوس ڪري نه سگهيا آهيون. سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻولي هڪ ٻئي تي اثر انداز ٿيندا رهيا آهن، ان جون ڪي ٿوريون عملي صورتون ۽ روپ ڏجن ٿا.

## عام اصطلاح ۽ گفتا

اصطلاح يا محاورا هر هڪ عام ٻوليءَ جو فطري انگ آهن، جو هر ٻوليءَ جو پنهنجو نجو سرمايو ٿئي ٿو، نثر ۽ نظم ۾ روزمره جي ٻولي توڙي ان جي ترڪيبن ۽ عام اصطلاحن جو استعمال عام جام نظر ايندو. ليڪن هتي خصوصي طور گفتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، اهي ٻه بنيادي طور اصطلاح آهن ۽ عام ٻوليءَ ۾ بنان ڪنهن تڪلف ۽ جهجهڪ جي بلڪل فطري انداز ۾ ڳالهايا وڃن ٿا. تاهم انهن جو وجود ۽ اجراءُ محض ادب جي ڪارستاني سببان آهي، اچو ته مثال وٺون.

هڪڙي عزيز حال حقيقت ٻڌائيندي چيو ته "ادا! وڏڙا ويچارا وڃي ڪيچ قراريا، اسين پيا دنيا جا سور سهون." هاڻي غور ڪريو ته هن سموري جملي ۾ ڳالهه ڪي با معنيٰ ۽ اثر انگيز صرف هڪڙ يئي لفظي جوڙ بڻايو آهي، جنهن ٻڌندڙ واطي لطافت ۽ ڪشش پيدا ڪئي. اهو 'ڪيچ قرارجڻ' شعر مان نئي عام ٻوليءَ ۾ رائج ٿيو ٿو ڏسجي ۽ ان پنهنجي سموري معنيٰ خيزي ادب مان حاصل ڪئي آهي. ڏسو ته اهو ساڳيو گفتو سلطان الاولياء خواجه محمد زمان لواري واري جي ڪلام ۾ ڪيئن نه عارفانه رمز سان جڙيو پيو آهي!

چڙيو جن پنيور، ڇپر تن ڪي چاڙڪي،
معر غم لٿن هور، وڃي 'ڪيچ قراريون'.

هڪڙي دوست ڳالهه ڪندي چيو ته "ادا، مون ڪي سان گڏ وٺي هلڻ لاءِ چيائون ٻه، وري جڏهن آئون سهي سنبري پهتس ته ڏسان 'اُٺ نه اوطاقن' هڪڙ ٻئي جٺي ڪنهن موقعي تي چيو: "مان ته هاڻي انهن پيئين تي وڃان ٿو ته هينئون پيو هچيمه بس مڙهيون ٽيون مارين؟" اهڙيءَ طرح ڪلاسيڪي اذب جون اڪيچار ورجيسون، گفتا ۽ فقرا پنهنجي اصل معنوي ۽ اصطلاحي هيثيت سان 'عام ٻولي' ۾ گهر ڪري ويون آهن. ليڪن عام ماڻهوءَ ڪي ڳالهه ٻولهه ۾ ان جي لڪائي ڪانه ٿي پوي ته آيا اُهي شعر و اذب جو ئي حصو آهن.

پنيور ڪي باهه لڳڻ، درد جو دارون- سوڻ ڪي شاباس- گهڙيا سي

چڙهيا- سورن جا سندرا يا سور سندرا پڌايا- مومل جو مانداڻ- سون تي سيڻ مٽائڻ- ڪت ۽ ڪنب ۾ _ رتيءَ جي رهاڻ- عاشق زهر پياڪ- لاهوتين لڌيو- انڌا اونڌا ويچ- نينهن جي نهائين- ابر جو اوصاف- پتنگن جو پهه- سچ مٽي سڙڻ- رڳون ٽيون رباب- وجود جو ورق ڏوئڻ- مجاز جون ميخون- ملڪ مڙوئي منصور- اُٺ نہ اوطاقن- چنيسر سان چاڪ- جهڙو حال حبيبان- ڪچان تان ڪافر- رنڍا روڙڻ- سنهو ڪتڻ (شائستہ عمل ۽ مهذبانہ گفتگو جي معنيٰ ۾) پڌڻ ڪمہ پروچ جو- حجت هوت پنهونءَ سان- عشق نہ پڇي ذات- وکر وهائڻ- مٽيءَ لڌو مان- پرديسي ڪهڙا پرين- آيو سو اگهيو- آٿيون ۽ چاڙهيون- وغيره وغيره. اهڙا ڪئين لفظي جوڙ ۽ گفتا آهن، جي عام گفتگوءَ کي بامقصد ۽ شيرين بنائين ٿا، ليڪن اُهي رڳو ڪلاسيڪي دؤر جي شاعرن ۽ اديبن جي تخليقي عمل جو ئي ثمر آهن.

## پهاڪا ۽ گفتارون

هر ڪنهن ٻوليءَ ۾ پهاڪا يا ضرب المثال (Proverb or popular saying) جو هڪ پنڊار هوندو آهي. پهاڪا ۽ عام چوئيون، هر دؤر ۾ ٺهنديون ۽ مقبول عام ٿينديون رهنديون آهن. انهن کي بنيادي طور تي عام ٻوليءَ جي موجودات ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. اهي پنهنجي دؤر ۾ زندگيءَ جي مشاهدن، واقعن ۽ آزمودن مان جوڙيا ويا آهن. جيتوڻيڪ انهن سان ڪيترا پهاڪا، سگهڙن ۽ سخنورن ٺاهيا هوندا، ليڪن اُهي گمنام رهن ٿا، چاڪاڻ جو انهن کي جوڙڻ ۾ علم ۽ أدب جو باقاعده تخليقي عمل ڪارفرما ڪونہ رهيو آهي. اهي پهاڪا عام ٻوليءَ جو سينگار آهن، جي گفتگوءَ کي مزيدار ۽ ڪڇهريءَ کي رَسُ وٺائين ٿا. اديب ۽ عالم پهاڪن کي پنهنجين هلڪين ڦلڪين تحريرن، دقيق ۽ فلسفيانہ مضمونن، توڙي مڪالمن ۽ ڪهاڻين ۾ عام جام استعمال ڪندا رهن ٿا.

پهاڪا مختصر پر مڪمل جملا ٿين ٿا. جيئن تہ جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي، جهڙي نيت تهڙي مراد، چورن مٽان مور، تِر جي گُهي سؤ چوٽون

ڪائي، رب رُسي مَتِ ڪسي، جهڙي سٽ تهڙيون ٿي ويهون، جيڪا نهن سان ڇڄي، تنهن تي ڪاتي چو وهائجي. اهڙا پهاڪا سراسر علم و دانش جا نڪتا آهن؛ جن ڪي انسانن پنهنجي آزمودي مان پرايو آهي. سنڌيءَ جا اڪيچار پهاڪا اوائلي تمدني زندگيءَ جا عڪاس آهن. مثال طور تي صدين کان سنڌين جو اُٺ سان واهپو رهندو اچي ٿو. چنانچ ڏاهن ۽ اڪابرن، جدا جدا ماڻهن جي عادتن ۽ مزاج کي بيان ڪرڻ لاءِ، اٺ جي خصلتن کي مثال بنايو آهي. اُٺ پريو ته به رڙي، جي ٿلهو ته به رڙي، اٺ پوي ڪنڊڪ ۾ ته به ڪنڌا چڻ چڻ ڪاءِ، اُٺ جي چاڙهيءَ تي به لعنت ۽ لاهيءَ تي به لعنت؛ ڏاچي هٿي ڏهه ته توڏو هٿي تيرهن؛ اُٺ پوڙهو ٿيو ته به مٺڻ نه سکيو؛ اهڙي مار جهڙي اُٺ پٽڻ تي ڪائي؛ پوڙهو اُٺ به ڪنواٽ لهي؛ اُنن تڏهن ٿي رُنو جڏهن پورا ٿي سبيا؛ اُٺ پنهنجي مُٽ ۾ پاڻ ترڪي؛ بيوس اٺن بار چڏيا. اسان وٽ ڪيترين اهڙين چوڻين به آهن، جي علم ادب جي لازوال حصي هوندي بہ، ساڳئي وقت عوام ۾ به مقبول آهن. ڳالهه پولهه دوران اها خبر ئي نه پوندي آهي ته اُهي دراصل ڪنهن شاعر يا اديب جون گفتارون آهن يا اِهي سڌو ڪنهن بيت يا ادب پاره سان پيوسته آهن. دراصل اهڙيون چوڻيون ڪنهن ڪلام يا سخن (Expressions) جو نچوڙ ٿين ٿيون، جن کي انگريزيءَ ۾ Clich'e چئبو آهي. سنڌيءَ ۾ ان کي 'گفتار' جو نالو ڏيڻ سهڻو ۽ موزون ٿيندو.

One major difference between a clich'e and a proverb or popular saying is that the former can usually be traced to definite author, while the lator is just as often anonymous being as Cervantes call it a short sentence exased on long expierence. (Mariopei: the story of English) page129

"يعني ته گفتار ۽ پهاڪي يا عام چوڻيءَ ۾ وڏو فرق اهو آهي، جو پهرين مان عموماً ڪنهن خاص اديب جي نشاندهي ٿي سگهي ٿي، پر جيستائين پئي جو تعلق آهي ته اهو اڪثر ڪنهن گمنام سان وابسته رهي ٿو، جيئن سر وانٽز چيو آهي ته اهو هڪ مختصر جملو ٿئي ٿو، جنهن جو بنياد طويل ڏمودي تي پڌل هوندو آهي."

اسان جي علم ۽ ادب ۾ اهڙيون بيشمار سٽون آهن، جي ’گفتار‘ جي زمري ۾ اچي وڃن ٿيون. ڪيترن شاعرن ۽ سگهڙن جون ڪلامي سٽون ضرب المثال طور استعمال ٿين ٿيون. شاهه ڪريم جي ڪلام مان گفتار آهي ته:

پاڻيءَ منجهي جهوپڙا، مورک اڃ مرن

ڪا شيءِ ويجهڙائيءَ ۾ چڱي مقدار ۾ ميسر هجي، ليڪن ڪو پنهنجي اياڻپ يا ڪاهليءَ ڪان ان مان فائدي پرائڻ ڪان محروم رهي ته عموماً اهو مثال دهرايو آهي. قاضي قاضن جون هي سٽون به ’گفتار‘ جو جو مثال پيش ڪن ٿيون:

منڊي ماڪوڙي ڪوهه ۾ پيئي ڪڇي اپ،
اکر اڳيان اُبري واڳون ٿي وريام.

ڪڏهن انساني نفسيات جي زاوين تي روشني وجهندي يا ڪائنات جي لامحدود وسعت ۾ انسان جي معمولي ادراڪ کي خيال ۾ آڻيندي، اهڙيون چوٽيون ورجائبيون آهن. ’جهان آرا‘ ناول ۾ هڪ ڏکويل انسان جي جذباتي ڪيفيت کي ظاهر ڪندي، هڪ سهڻي گفتار ڏنل آهي. ’اي موت! شل توتي موت اچي.‘ لطيف جي گفتار (ٻاهر زيب زبان سين اِندر هڇارو) به گهڻي معروف آهي. درحقيقت ڪلاسيڪي ادب توڙي انگريزي دؤر ۽ آزاديءَ ڪان وٺي اڄ تائين قديم ۽ جديد ادب مان ان جا ڪيترا مثال پيش ڪري سگهجن ٿا. ليڪن لطيف جي گفتارن کي خصوصي اهميت حاصل آهي، ڇاڪاڻ جو اُهي عام ٻوليءَ سان رلي مِلي ان ۾ جذب ٿي ويون آهن. جيئن ته:

جي هُو قيام مڙن ته ڪَرَ اوڏ ا سُپرين،
اندر جنين جا اَڌ، ڏونگر سي ڏوريندين،
پيرين پنڌ وسار، هلُ هنئين سين هوت ڏي.
ڏات نه آهي ذات تي جو وَهي سو لَهي.
جني لاءِ مياس، سي ڪانڌي ڪيم نه هليا.

ڦورو نہ ڦولهي شل سنئين پوي صراف کي.
اَچي پڳ مَ پَسُ، اندر مڙيئي اگڙيون.
ڦريا پَسي پيئڻ، ڪرڻ گير نہ چکيو.
وکر سو وهاءِ جو پئي پراڻو نہ ٿئي.
ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي ڪهڙا پرين.

ڪن اديبن ۽ شاعرن جون گفتارون محض خاص حلقن يا محدود دائري ۾ استعمال ٿينديون رهن ٿيون، ليڪن لطيف جي گفتارن جو عام ماڻهن ۾ ايتريقدر واهپو آهي، جو اُهي ادب جو لازمي حصو هونديي بہ 'عام بوليءَ' جو جز بنجي ويون آهن.

## چست فقره (اڪي جملا)

هن دور ۾ اسان جي اديبن ۽ شاعرن تخليقي جوهر وسيلي ڪلاسيڪي بوليءَ کي جيارڻ جي عمداً ڪوشش ورتي آهي. هنن مختصر ۽ اڪي جملا پنهنجي زبان ۽ بيان ۾ نهڪائي لطافت جو هڪ نئون انداز پيدا ڪيو آهي. شيخ اياز پنهنجي مجموعہ ڪلام تي 'پونئر پري آڪاس' جهڙو دلنشين نالو رکي، پنهنجي شاعريءَ جي حسين ۽ رومانوي پس منظر کي اجاگر ڪيو. اهڙيءَ طرح هن پنهنجي ٻين ڦنپارن تي 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي'، 'ڪلهي پاتم ڪينرو'، 'ڪي جو ٻيجل ٻوليو' ۽ 'وڄون وسڻ آيون' ۽ 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' نالا رکيا، جن مان سندس جاندار فڪر ۽ تخيل تي روشني پوي ٿي. اهڙيءَ طرح هڪ نقاد پنهنجي مقالي تي عنوان ڏنو 'جي تند برابر توريان'. تنقيد، عدل ۽ پرک جي ڪنهن بہ جملي سان ههڙو سهڻو معنيٰ آفرينيءَ جو مطابق پيدا ٿي نہ سگهي ها! الطاف شيخ پنهنجي سامونڊي سفر نامن جي ڪتابن لاءِ 'منهنجو ساگر'، منهنجو ساحل'، 'سمونڊ جي سيوين'، "بندر ۽ بازارون'، 'وايون ونجارن جون' ۽ 'سمونڊ جن سائيهہ' جهڙا دلڪش ۽ موضوع سان نهڪندڙ نالا منتخب ڪيا. ڪنهن پنهنجي سياسي مضمون تي 'پينر آءُ پلياس' جهڙو موزون نالو رکيو. غلام رباني پنهنجي ڪهاڻيءَ تي 'پن پوڙين پاتال ۾' جو

عنوان رکيو. اهڙا انيڪ نالا ڪلاسيڪي ادب مان ڪنيا ويا آهن، هتي رڳو عنوانن جي سلسلي ۾ مثالن ڏيڻ تي اڪتفا ڪئي ويئي آهي، ورنه انساني امنگن، جمالياتي ۽ ذوقي جذبن تو ڙي فڪري نڪتن جي اظهار لاءِ اهڙن چست فقرن جو عام مضمونن، مڪالمن، ڪهاڻين ۽ فلسفيانه مقالن ۾ نهايت حسن ۽ خوبصورتيءَ سان استعمال ڪيو ويو آهي.

مذڪور مثالن مان سنڌي عام ٻولي ۽ سنڌي ادب جو اختلاط سمجهه ۾ اچي ويو هوندو. عام الفاظ ۽ ساديون ترڪيبون، ذهني ڪاوش باعث نئين انداز سان ادب جو حصو بڻجن ٿا ۽ وري ساڳي موٽي 'عام ٻوليءَ' ۾ گفتارن، گفتن ۽ فقرن جي شڪل ۾ رائج ٿي وڃن ٿا.

## پراڻا لفظ ۽ نئون لباس

موجوده دور ۾ نه رڳو ڪلاسيڪي ٻوليءَ کي جياريو ويو آهي، بلڪ نج ۽ نبار ٻوليءَ جي لفظي ۽ اصطلاحي ذخيري جو به هن دؤر ۾ موزون ۽ سهڻي طريقي سان جڳهي انداز ۾ استعمال ٿيو آهي. ان ڪري عام ۽ رواجي لفظ وسيع معنائن سان مزين ٿيا ۽ علمي ۽ ادبي نڪتن جي اظهار ۽ بيان ۾ مددگار ٿيا. انهن ڪوشش جي نتيجي ۾ اسين ڏسون ٿا، ته ٿوري عرصي ۾ حيرت انگيز طور تي زبان ۾ ڪشادگي پيدا ٿي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڪلاسيڪي ۽ لوڪ ادب توڙي لسانياتي مباحثن ۾ ڪيترن ئي نج ۽ رواجي لفظن کي عمدگيءَ سان علمي اصطلاحن طور استعمال ڪري، انهن کي مايدار بڻايو آهي. ساڳيءَ طرح محمد ابراهيم جويي پڻ پنهنجين تحريرن ۾ عام لفظن ۽ ترڪيبن ۾ جان پيدا ڪئي آهي. سراج، گهڻي رياض ۽ مسلسل محنت سان زبان جي صحت ۽ صفائيءَ جو هڪ صحيح معيار قائم رکي، سنڌي صحافت ۾ هڪ عمدو مثال قائم ڪيو آهي. هُن حالات حاضره جي سياسي ۽ معاشي مسئلن ۽ نئين سوچ جي طور طريقن لاءِ پراڻي شڪل وارن لفظن کي وسيع مفهوم سان هم آهنگ بڻايو آهي. رسول بخش پليجي پنهنجي سياسي، تجزياتي ۽ فڪري خيالن جي تشريح ۽ بيان ۾، عام سطح جي ٻولي، محاورن ۽ پهاڪن کان نهايت موزون ۽ سهڻي طريقي

سان ڪم ورتو آهي. گفتن، گفتارن، فقرن ۽ ڪلاسيڪي ادب ۽ شعر جي مثالن کي جديد فڪر سان ائين نهڪايو ڇڏي ڇڻ ته منديءَ تي نڪ! هيٺ چند پراڻا لفظ ڏجن ٿا، جن کي نئون لباس پهرائي، جديد فهم ۾ استعمال ڪيو ويو آهي. اوسر– ذهني اوسر– ادبي اوسر پورهيت– پورهيت عوام– پورهيت دشمن، پرمار– پرماريت– پرمار شاهي– پرماري. نظام– پرماري قوتون؛ سرت– سياسي سرت، اتساهه– اتساهه ڏياريندڙ جذبا، وکوڙ– وکوڙي، اسرڻ– اسريل ملڪ– اسرندڙ ملڪ، لاڙا– ادبي لاڙا– تنقيدي لاڙا– نفسياتي لاڙا، اُساٽ– ادبي اساٽ– تخليقي اُساٽ، ڇڙواڪ– ڇڙواڪ انارڪي– ڇڙواڪ سياست– ذميوار سياست، پاڻ پرو– پاڻ وهيڻو، پرک پروڙ سرواڻ، ڏات ۽ ڏانءُ، اسهپ– مذهبي اسهپ، ادبي سرچاءُ، گهڻ رخا، بيٺڪي راڄ، عوامي راڄ، سهڪار– سهڪاري ملڪ– سهڪاري لاڳاپا– اڻ سهڪاري، فني رچاءُ ۽ سٽاءُ، سرت ۽ ساڃاهه.

نوان جي ان وهڪ ۾ سادا سودا ۽ محدود مطلب لاءِ ڪتب ايندڙ لفظ، خاص مفهوم جا حامل ٿي جاندار ۽ متحرڪ بنجي ويا آهن. انهن ۽ بين اهڙن لا تعداد لفظن ۾ ضرورت مطابق اضافي اسم ڳنڍي، متناسب ۽ موزون معنائن وارا انيڪ گهريل الفاظ جوڙيا ويا آهن، جن کي سماجي علمن ڪانسواءِ نفسيات، جماليات ۽ فلسفيانه موشگافين ۾ رواني‌ءَ سان استعمال ڪيو ويو آهي.

## نوان لفظي پيڪر ۽ علامتون

اسان جي فنڪارن هن دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي گهڻي ڪان گهڻن محاورن ۽ لفظي ۽ لساني ترڪيبن کي پڻ استعمال ۾ آندو آهي. نه رڳو ايترو بلڪ زبان جي بيهڪ ۽ استعمال ڪان واقف ٿي، لفظن ۾ رکيل قوت ۽ رنگ روپ سڃاڻي، منجهائن ڪيترا سهڻا سهڻا لفظي پيڪر تخليق ڪيا آهن ۽ ڪيترين ئي سهڻين تشبيهن ۽ علامتن کي وجود ڏنو اٿن. ڪيئن دلڪش قافيه ۽ حسين ۽ جديد فقرا جوڙيا اٿن، جن سان ٻوليءَ جي سونهن ۽ سوڀيا ڪان چار چند لڳا آهن. ڪهاڻين ۽ شاعريءَ جي مختلف صنفن مان

ان جا ڪيترائي مثال پيش ڪري سگهجن ٿا:

نيڻ نهارَ- پل پڪيئڙا- من پکيئڙو- گهوٽ اڻ موٽ- دل جو راڻو- رات جا نيڻ- مرڪن جا ٽيڙو- ڏرتيءَ ڏڪاڻا- سونهن پکي- ڏک جي ڏائڻ- چنگ جو ڏنگ- جنڊڙي پابڙي ڪنڌ- ڏيئڙو ڏيئڙو ڏاهم- جر جر جرڪي جوٽ- چنگ جي چٽنگ- ساز پري سرهاڻ- گلابي گهڙيون- سپني ول- ڪونپل پل- جيءَ جا جهولڻا- سنڌ جي سينڌ- اکين جون اُميريون- اندو اپ- اداس واديون- پلن جو پانڌيئڙو- تارونءِ تلوارون- گلن جو چهاءَ- خوشبوئن جو ڪڪر.

سنڌي ادب ۽ سنڌي زبان هڪٻئي کان ڪهڙي انداز ۾ اثر ورتو آئن ۽ ڪيئن هڪٻئي تي اثر انداز ٿي رهيا آهن، تنهن جون ڪجهه جهلڪيون ڏيکاريون ويون، جنهن ۾ 'عام ٻوليءَ' کي سينگارڻ ۽ سنوارڻ ۾ 'ادبي رول' جو خصوصيت سان ذڪر ڪيو ويو آهي. اُئين هرگز ڪونهي ته ڪو 'عام ٻولي' يا 'ادبي ٻولي' ۾ مختلف شيون ٿين ٿيون. ادب جو سرچشمو هر طرح سان وري ٻه 'عام ٻولي' آهي. نه رڳو ايترو بلڪ سماجي علمن ۽ نُوس علمن (سائنس) کي ٻه ڪاميابيءَ سان پڙهائي ۽ اڳتي وڌائي نڌمن سگهبو، جڏمن ان جو بنياد عام ٻوليءَ تي استوار ڪبو. ٻولي هڪري ٿيڻ گهرجي، پوءِ چاهي اُها ڳالهائجندڙ (Spoken) هجي يا وري لکجندڙ (Written) ٻولي هجي. ٻنهي درميان واضح نشان يا سيڙهو سنڌو ظاهر ڪرڻ تقريباً ناممڪن آهي. اوهان ڏٺو هوندو ته بعضي هڪ لفظ مقبول عامّ ٿيندو، ٻوليءَ جو جز بنجي وڃي ٿو ۽ بعد ۾ وري ساڳيو لفظ 'ادب' ۾ استعمال ٿيڻ لڳي ٿو. اهڙيءَ طرح ڪي لفظ ۽ ڳفتا 'ادبي سڪا' ٿي ضربجن ٿا ۽ پوءِ ڦهلجي پکڙجي وري ٻه 'عام ٻوليءَ' ۾ گڏجي مسجي وڃن ٿا. تعليم ۽ تدريس جي ابتدائي مرحلن ۾ بلڪل عام ۽ آسان اظاهر اختيار ڪرڻو پوي ٿو، ليڪن ٻوليءَ جي يڪجهتي ۽ عموميت کي بهر ٺال قائم رکڻو آهي. مختلف علمن جي سکيا ۾ ادبي يا ڪتابي زبان کان رهنمائي حاصل ڪرڻ لازم ٿيو پوي ٿي. البت جتي محض لسانياتي مطالعو درڪار هجي ته اُتي عام ٻوليءَ کان مدد وٺڻ ڪارائتو ٿيندو.

عامر ٻولي هر دور ۾ ٿوري ٿوري ۽ غير محسوس انداز ۾ بدلجندي رهي ٿي. زماني جي ترقيءَ جو اثر لازمي طور تي عامر ٻوليءَ تي پوي ٿو. ان ۾ نين نين ايجادن، نون فيشنن، نون طريقن ۽ نين ضرورتن جا انيڪ نالا جنم وٺندا رهن ٿا، ليڪن اها حقيقت به روز روشن وانگر ظاهر آهي ته ڪيترائي لفظ غير مستعمل بڻجي رواج مان نڪرندا به وڃن ٿا. ڪيتريون ترڪيبون سهل طبعي يا آسمان پسنديءَ تي ڪاربند رهڻ سان رفتي رفتي عامر ٻوليءَ مان نڪرنديون وڃن ٿيون. رڳو اسان جي اوستا ۾ ئي ڏسندي ڏسندي ڪيترا لفظ ۽ اصطلاح يڪي بعد ديگري روزمره جي ٻوليءَ مان غائب ٿيندا پيا وڃن. جيڪڏهن علم ۽ ادب ج وسرچشمو جاري ۽ ساري نه رهي ته هوند ٻوليءَ جو وڏ ور روپ يا هڪ ڪري صورت قائم رهي نه سگهن. فطري طور دنيا جي هر 'عامر ٻوليءَ' سان ساڳي حالت قائم آهي. رڳو اديبن، شاعرن ۽ عالمن جون تخليقي ۽ تعميري ڪوششون ئي عامر ٻوليءَ ۾ استحڪام پيدا ڪن ٿيون ۽ ان جي باقي مانده ترڪيبن ۽ اصطلاحن کي قائم رکيو اچن. ازان سواءِ سندن تجربا پراڻن ۽ رواجي لفظن کي نوان مفهوم عطا ڪن ٿا، جنهن ڪري ٻوليءَ جو دامن به وسيع ٿيندو وڃي ٿو.

جيئن ته ادب ۽ ٻوليءَ جي نسبت پاڻ ۾ گهڻي ۽ گهاٽي آهي، ان ڪري ٻوليءَ جو علمي ۽ فني اڀياس محض رواجي زبانداني تائين محدود ڪونهي، بلڪ ان ۾ تخليقي عمل جو مسلسل جائزو به لازمي طور اچي وڃي ٿو.

ماضيءَ ۾ ٻوليءَ ۽ ادب جي باهمي عمل جي مطالعي نه هئڻ ڪري ئي پنهنجي ٻوليءَ جون ادبي خوبيون اسان جي نظر کان اوجهل رهنديون آيون آهن. اسين اڄ تائين پنهنجي ٻوليءَ جي 'شعري نظام' کان واقف ٿي نه سگهيا آهيون، نه وري ان جي گهاڙيٽن ۽ جڙت جا اصول واضح ڪيا اٿئون. اسان جي عالمن کي سنڌي شاعريءَ ۾ فطري ڪشش ته ضرور محسوس ٿي ۽ ان لاءِ کين بي انتها محبت به هئي، مگر سندن علمي مطالعو کين ڪنهن صحيح ڏِڪ تي لائي نه سگهيو. هو سنڌي شاعريءَ ۾ خالص ڳڻ ۽ اصليت کي جاچڻ بدران ان ۾ ڌارين شاعريءَ جي پنهنجي خصوصيتن جي تلاش ڪرڻ لڳا. اهو ئي سبب آهي جو هو غلط نتيجن ۽ انديشن ڪڍڻ جا

مرتڪب ٿيندا رهيا. انگريزي دور جي ڪن نقادن ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ فارسي عروض جي عدم موجود جي بناء تي، اُن کي 'جهنگلي شعر' سڏيو! پاڪستان قائم ٿيڻ بعد ان جي تلافي وري ان صورت ۾ ڪئي وئي جو سنڌي شعر جي صنفن تي هندي ڇند وديا جو اطلاق ڪيو ويو. حالانڪ اسان جي سموري شاعريءَ ۾ 'ڇند وديا جو جيئن جو تيئن عمل دخل نہ آهي. از انسواءِ گل، فاضل، قاسم ۽ خصوصاً سانگي فن عروض کي ساڳي صورت ۾ قبول نہ ڪيو آهي، بلڪ ترميم ۽ تبديل آڻي، اُن کي سنڌيءَ جي ساخت سان قريب بيهاريو آٿن اهڙيءَ طرح اسان جي شعر و شاعريءَ جا وَرَن ۽ سينگار (شايع بدايع) بہ خالص ديسي فن تي مبني آهن ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۽ فطري سونهن سان ٺهڪندڙ آهي.

اها اسان جي بدبختي ڇئبي، جو سال پن ۾ جيڪي ادبي تاريخون ۽ فن شاعريءَ بابت ڪتابڙا شايع ٿيا آهن، تن کي ساڳيءَ روايتي انداز ۾ لکيو ويو آهي. انهن ۾ سنڌي نثر ۽ نظم جي بناوت ۽ ان جي اصل صنعتن ۽ خالص صنعتن جي ٻاري ۾ ڪجهہ بہ نہ لکيو ويو آهي. ٻيو تہ ٺهيو، پر جنهن پهلوءَ جي چوٽي 'وهي تہ وهي وٺ رينگٽ کي' انهن تي پوريءَ طرح صادق اچي ٿي. مثال طور: غزلن جو غنچو جو مرتب ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو آهي، ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر آهي. اهو ڪتاب گذريل متعدد ڏهاڪن کان بي اي جي نصاب ۾ رائج آهي. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي اعليٰ تعليم لاءِ نصاب ۾ غير معياري ۽ تعليمي ڏاڪي سان اڻ مناسبت رکندڙ ڪتاب عرصي دراز کان هلندا اچن جن سنڌي ٻوليءَ جي تعليم کي اڻ وڻندڙ بنائي رکي آهي. خصوصاً انٽر ۽ بي اي جو نصاب انتهائي غير معياري آهي. سنڌي ادب جي تاريخي ۽ فني مطالعي بابت مارڪيٽ ۾ اڪثر بي سود ڪتاب گردش ۾ آهن، جن جي تحصيل لاءِ شاگردن کي پابند ڪيو ويو آهي. 'غزلن جو غنچو' ڏسو جنهن ۾ شاعريءَ جو انتخاب تہ سخن فهميءَ جي جوهر کان خالي آهي، مگر فن جي شناسائيءَ جو تحط بہ الامان والحفيظ! سنڌي شاعريءَ جي حسن ۽ سينگار کي سمجهڻ لاءِ اهي ئي پراڻيون گهٽل پيٺل صنعتون، پراڻن روايتي تذڪرن مان چونڊيون ڳڻايون ويون آهن. صنايع بدايع

جون اهي ترڪيبون ايران جي آڳاٽي جاگيردارانه نظام جون پيداوار ۽ خالصتاً اڪتسابي عمل ۽ زيبائش سان تعلق رکن ٿيون، جن مان گهڻيون ادبي روح کان بلڪل عاري آهن. جديد شاعريءَ ۾ جيڪي صوري ۽ معنوي تجربا ٿيا آهن تن جو اسان جي هن نقاب پوريءَ طرح سان مطالعو نه ڪيو آهي. 'جديد غزل' متعلق لکي ٿو ته: "اياز جي غزل تي انگريزي زبان ۽ رومانيت جو اثر آهي." عجيب بي تُڪي ڳالهه ڇٽبي! سنڌي غزل تي انگريزيءَ جو اثر چه معني دارد؟ واقعي عجيب خيال آرائي آهي. ڇا سنڌي غزل ۾ انگريزي لفظن جو نزول ٿيو آهي؟ يا انگريزي شاعريءَ جي ڪنهن بي صفت، سنڌيءَ ۾ ديرو دمايو آهي؟ مطلب ته هي ڪتاب غنچي بدران بي آب و گياهه ٻوٽي جو محشر نمونو بنجي پيو آهي!

اسان تي فرض عائد ٿئي ٿو ته "ٽانگ ويو نڪري ۽ ليڪو پيو ڪنجي" جهڙي طرز عمل کان پاسو ڪريون ۽ اجايو ظني ۽ ڏڪيبازيءَ واري بحث ۾ پنهنجون قوتون ۽ وقت ضايع ڪرڻ بجاءِ نُوس ڪم سرانجام ڏيون. زبان ۾ 'تخليقي عمل' جو بغور سان مطالعو ڪريون ۽ پنهنجي زبان تي خالص خوءِ ۽ خوبيءَ کان واقف ٿيون.

(هي مضمون ٽماهي مهراڻ اپريل 1984ع واري رسالي ۾ ڇپيل آهي.)

*

# سنڌي ٻوليءَ بابت ڪريون ڳالهيون

انٽرويو: خالد چانڊيو

سوال: سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي حيثيت ڪي توهان ڪيئن ٿا ڏسو؟

شمس الدين عرساڻي: تاريخي پسمنظر مان مراد هوندي آهي ته اسان کي ڪو ٺوس ذريعو ملي، جنهن مان اسان کي خبر پوي ته سنڌي ٻولي ڪهڙي وقت ۾ رائج هئي. لکت ۾ ڪا تحرير ملي يا ڪا ثابتي ملي ته اسان جي ٻولي ڪيترين صديون اڳ ۾ موجود هئي، ان لحاظ کان جيتوڻيڪ جيڪي موهن جي دڙي مان انڪ اکر مليا آهن. چون ٿا ته اُهي سنڌي ٻوليءَ جا نشان آهن پر اها واقعي ڪا سنڌي ٻولي هئي يا ڪا ٻي ٻولي هئي، جنهن لاءِ ڪجهه چئي نه ٿو سگهجي. ان لاءِ ايترو چئي سگهجي ٿو ۽ مستند راءِ به اها آهي ته اُها ٻولي سنڌ ۾ رائج ضرور هئي. ان لاءِ ان کي قطعي اهو نه ٿو چئي سگهجي ته اُها هاڻوڪي ڳالهائجندڙ ٻولي هُئي، منهنجي مطالعي ۽ راءِ موجب جيستائين ان لاءِ ڪو ٺوس ثبوت نه ٿو ملي تيستائين هن وقت ڳالهائجندڙ ٻوليءَ کي قديم ٻولي جي ماءُ نه ٿو چئي سگهجي ۽ علمي راءِ به اها آهي ته جيستائين ثابتيون يا نشان نه ٿا ملن تيستائين ان لاءِ ڪا به مثبت راءِ نه ٿا ڏئي سگهون. باقي جيتري قدر هاڻي جيڪا ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي ان لاءِ 10 ۽ 11 صديءَ ڌاري اهي ثابتيون ملن ٿيون ته اڄ جي ٻولي ان وقت به سنڌ ۾ مروج هئي. انهي جي ثابتي هڪڙي اها به آهي ته جيڪي عرب سياح محمد بن قاسم جي دور کانپوءِ هتي آيا آهن. انهن جي ڪتابن ۾ سنڌي ٻوليءَ جا لفظ موجود آهن. فتح نامہ سنڌ جيڪو ڪتاب لکيو ويو آهي، ان ۾ سنڌي زبان جا لفظ موجود آهن سنڌ جون ڍنڍيون، سنڌي ماڻهن جا نالا سنڌ جا ڳوٺ، انهن جي جيڪا سماجي ترڪيب جيئن جو تيئن قائم آهي، جنهن مان سمجهي سگهجي ٿو ته اسان

جي هيءَ ٻولي جيڪا انهي صديءَ ۾ بلڪل موجود هُئي ۽ عربن خود اهي ثابتيون ڏنيون آهن ته هتي جيڪي ڦڪيون، سُتيون يا دوائون جن جو ذڪر انهن پنهنهنجي ڪتابن ۾ ڪيو آهي يا جيڪي سنڌ جا فن آهن. هنر آهن انهن جو ذڪر ڪيو آهي يا سنڌي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، مذهبي عقيدا جيڪي عرب سياحن ٻڌايا آهن انهن مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي ٻولي پنهنجي مثبت شڪل ۾ ان دؤر ۾ موجود هئي، بلڪ ان جون سرحدون اڄ جي دؤر ۾ ملتان ۽ منصوره تائين عربي ۽ سنڌي ٻولي رائج هئي، جنهن جي ڪري تاريخي لحاظ کان سنڌي ٻوليءَ جي اهميت کي ڪنهن به صورت ۾ رد نه ٿو ڪري سگهجي.

سوال: سنڌ اندر هر علائقي جا ماڻهو پنهنجي پنهنجي لهجي ۾ ٻولي ڳالهائن ٿا، ان صورتحال ۾ اسين ٻولي کي ڪهڙي هڪ شڪل ڏئي سگهنداسين؟

شمس الدين عرسائي: توهان جي لهجن جي حساب سان شايد مراد اها آهي ته محاورا، اهي رڳو سنڌي ٻولي جا ته ڪونهن، ٻولي جيتري وسيع هوندي، جيتري زبان گهڻن علائقن پکڙيل هوندي تيئن ڳالهائڻ جا لهجا به گهڻا هونداجيئن سنڌيءَ ۾ پهاڪو آهي ته ٻارهين ڪوهين ٻولي ٻي. جيئن انگريزي تمام وسيع زبان آهي، ته اوترو ان جا لهجا گهڻا هوندا، اهو هر ڪنهن ٻوليءَ سان آهي، رڳو سنڌي زبان ۾ ائين ناهي. انهن لهجن جو ذڪر ڪري ٻوليءَ ۾ نفاق وجهڻ، ٻوليءَ ۾ تفريق پيدا ڪرڻ، خبر ناهي ته هتي اسان وٽ ڪجهه عالمن اهو شيوو ڇو بڻائي ڇڏيو آهي،پر ائين ناهي، لهجن سان ڪو به فرق نه ٿو پوي، دراصل لساني اصول اهو آهي ته معياري ۽ ڪتابي زبان هڪڙي هوندي آهي، جنهن کي اسٽينڊرڊ لئنگويج چيو ويندو آهي. جيئن انگريزي ۾ kings dilectsجيڪا آهي. جيڪا انهن جي معياري ٻولي آهي. اوهان انگلينڊ جي مختلف علائقن ۾ ويندؤ ته اُتي به ڪيترن ئي قسمن جا توهان کي لهجا ملندا پر انهن جي ميڊيا جي ٻولي، ڪتابن جي ٻولي، تعليم جي ٻولي ۽ سرڪاري ٻولي توهان کي هڪڙي واحد پرٽيڪيولر شڪل ۾ ملندي، ائين ڪرڻ سان ٻولي ورڇجي ڪانه

ويندي. پر هتي جي ماڻهن خبر ناهي ان لهجن ۾ علائقائي معيار ڪي بنياد بڻائي اها پنڊي چو ٻاري ڏني آهي ٻوليءَ جي افاديت جي خلاف. اها به هڪڙي سازش آهي.سنڌي ٻولي کي ختم ڪرڻ جي ايامن ڪان سنڌي ٻولي، جيڪا ماٺوڪي ڪتابي ٻولي آهي يا جيڪي به لهجا آهن يا پهاڪا آهن اُهي ته اُن ٻوليءَ جا مددي وسيلا آهن. اسان جي جيڪا اُترادي ٻولي آهي، لاڙي ٻولي آهي، ڪڇي ٻولي آهي. اهي سنڌي ٻوليءَ جا آهن. DIALECSجنهن مان معياري ٻولي، محاورا ۽ انداز بيان اختيار ڪري اڳتي وڌي ٿي. اهي جيڪي مختلف وهڪرا آهن سي ان مرڪزي زبان ۾ اچي ڪڏجن ٿا ۽ مختلف سنڌي علائقن جون ننڍيون ٻوليون ۽ لهجا ۽ محاورا ڪڏجي هڪڙي مڪمل سنڌي زبان بڻجي ٿي. پنهنجو جنهن لاءِ مثال توهان چوندؤ ته اردو زبان ۾ هڪڙو دهليءَ وارن جو لهجو آهي، هڪڙو لکنؤ وارن جو لهجو آهي يا ٻيا ڪيئي لهجا آهن، جتي مختلف نمونن سان ڳالهايو وڃي ٿو ته چا ان کي توهان ائين چوندؤ ته اردو ڪتابي زبان آهي، معياري زبان آهي سا هڪڙي زبان آهي، جنهن تي انهن جو ڪو به اختلاف ناهي، باقي ٻوليءَ ۾ جيڪو بگاڙ پوي ٿو اُهو لفظن جي غلط استعمال ڪرڻ سان پوي ٿو. جيئن مثال اسين لکندا آهيون "هو"، ڪي وري ان کي لکن ٿا "هيو" يا "هئو." باقي محاورن سان ڪڏهن به بگاڙ پيدا نه ٿو ٿئي ۽ ٻي ڳالهه ته اهي علائقائي لهجا ٻوليءَ لاءِ تمام گهڻو اهم آهن. جيئن اسين فڪشن لکون ٿا يا ڊراما لکون ٿا ته جيڪڏهن انهيءَ خطي جو ماڻهو ڪردارن ۾ انهيءَ ٻوليءَ ۾ ڳالهائي ٿو يا ان لهجي ۾ ڳالهائي ٿو ته اها ڪا خراب ڳالهه ڪونهي يا ان کي ٻوليءَ جو بگاڙ نه ٿو چئي سگهجي. باقي جتي ڪڏيل مقصدن جي ڳالهه آهي، پنهنجو مؤقف بين تائين پهچائڻ جي ڳالهه آهي يا پنهنجو مقصد ظاهر ڪرڻ جي ڳالهه آهي ته پوءِ اسان کي معياري ٻوليءَ جو استعمال ڪرڻو پوندو.

سوال: اسين جنهن وقت سنڌ جو نالو ڪئون ٿا يا سنڌ جي تاريخ جي حوالي سان لطيف جو فڪر اسان کي گهڻين شين جي سمجهاڻي ڏئي ٿو، ان حوالي سان لطيف جي ٻوليءَ کي اڄ جو سنڌي ماڻهو ته سمجهي ٿي نه ٿو

سگهي، سواءِ هڪ مخصوص حلقي جي توهان ان فرق کي ڪيئن ختم ڪندؤ؟

شمس الدين عرسانيءَ: آئون توهان کي اهو فرق سمجهايان ٿو. ٻولي جنهن ۾ وقت گذرڻ سان گڏ سڌارو ايندو آهي، آساني پيدا ٿيندي آهي، ٻولي جيڪا پيچيده صورت کان آسان صورت ڏانهن سفر ڪندي آهي، لساني ماهرن ٻوليءَ جون منزلون مقرر ڪيون آهن. سنڌيءَ ۾ واقعي جيڪي ايتريون شاهه لطيف جي وقت ۾ جيڪي اڳاڙيون، پڇاڙيون هيون يا ان جون جيڪي پيچيده شڪليون هيون اُهي هاڻي چندجي، ڇانٽجي ويون آهن.

هينئر سنڌي ٻولي آسانيءَ ڏانهن سفر پئي ڪري، هاڻي توهان شيڪسپيئر جي ٻوليءَ کي ڏسندؤ ته اُن ۾ به توهان کي فرق نظر ايندو. هن دؤر جو انگريز يا انهن جو نوجوان ته شيڪسپيئر جي ٻوليءَ کي ته ڪونه سمجهي سگهندو. شيڪسپيئر جي دؤر جي ٻوليءَ کي اڄ جو انگريز ايستائين سمجهي نه سگهندو جيستائين ان جي تشريح نه ڪبي يا هاڻوڪي زبان ۾ ادا ڪري ان جو مطلب نه سمجهائبو. ائين هر ٻوليءَ سان ٿئي ٿو. اسان جي ٻولي هينئر جنهن منزل تي اچي بيٺي آهي جنهن کي اسين سائنٽيفڪ ۽ ترقي يافته ٻولي چئون ٿا. تمام آسانيءَ واري آهي.جنهن ۾ اصطلاح سازيءَ جا تمام گهڻا موقعا پيدا ٿي چڪا آهن. اصطلاح سازيءَ جي فن ٺاهڻ جا ۽ مختلف علمن کي بيان ڪرڻ جا، هينئر سنڌي ٻولي هڪڙي صحافتي زبان به آهي، تعليمي زبان به آهي، سائنسي زبان به آهي. اڳي سنڌي زبان شاهه لطيف جي دؤر ۾ ان منزل تي بيٺل ڪانه هئي، اُنهيءَ وقت ۾ صحافت جو فن ڪونه هو، تعليم جو اهو معيار ڪونه هو جيڪو هن دؤر ۾ آهي، يا جيڪي علم جا شعبا هن دؤر ۾ آهن اُهي شاهه لطيف جي دؤر ۾ ڪونه هئا، سنڌي ٻوليءَ جو جيڪو لفظن جو ذخيرو آهي يا جيڪا لفظيات آهي اُها تمام گهڻي وڌي وئي آهي ۽ هن دؤر ۾ اسين مختلف زبانن جي پنهنجي مقصد ۽ مفهوم کي واضح ڪرڻ لاءِ مختلف زبانن جي لفظن کي پنهنجي ٻوليءَ جي سانچي ۾ گهڙي اُنهن جو اظهار آسانيءَ سان ڪري سگهون ٿا ۽ اسان جي زبان ۾ وڏي ڪشادگي ۽ وسعت اچي چڪي آهي.

پي ڳالهه ته ٻوليءَ ۾ جيڪو اهڙي طرح اسان کي بگاڙ نظر اچي ٿو. اهودراصل ٻوليءَ جو سڌارو هوندو آهي ۽ شاهه لطيف جي دؤر ۾ ٻوليءَ جي جيڪا ترڪيب هئي اُن ۾ ڪيترين ئي پيچيده ترڪيبون هيون. سنڌي ٻولي ان کي ڇنڊي ڇاڻي پاڻ ۾ آساني پيدا ڪئي آهي نه ڪي ان ۾ بگاڙ آيو آهي، ان کي اسان پنهنجي ٻوليءَ جي ترقي ئي چونداسين. اها ٻوليءَ جي ارتقا آهي، توهان سمجهندؤ ته 50 سالن کانپوءِ سنڌي ٻوليءَ جي شڪل هاڻوڪي هوندي، ائين ناهي، ان ۾ وڏيڪ واڌارا اچي چڪا هوندا، هي جو توهان ڏسو پيا ته روز انگريزي زبان جون هيڏيون وڏيون لغتون پيون ڇپجن، اهي ڇا لاءِ پيون ڇپجن.

سوال: نج قومي ٻولي لاءِ چيو وڃي ٿو ته اُها پنهنجي مٽي، تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت مان ڦُٽي نڪتي هجي ۽ ان جون معنائون پنهنجي ڌرتيءَ جي ماڻهن جو تاريخي ۽ ثقافتي ورثو ظاهر ڪن ان کي قومي ٻوليءَ جي ذمري ۾ آڻي سگهجي ٿو پر سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي، فارسي، اردو ۽ ٻين ڌارين ٻولين جا لفظ ٻه ڳهر ڪري ويا آهن، ان کي قومي ٻولي ڪيئن ٿو سڏي سگهجي؟

شمس الدين عرساڻي: ڌارين ٻولين جا لفظ ڪنهن ٻه ٻوليءَ ۾ شامل ٿي سگهن ٿا، اهو هڪڙو ارتقائي مزاج آهي ٻوليءَ جو. توهان کي خبر آهي ته انگريزيءَ ۾ هي جيڪي علمي ۽ سائنسي لفظ گهڙيا وڃن ٿا، اهي ڪيئن ٿا گهڙيا وڃن، اهو ڪڏهن توهان ٻُڌو آهي يا توهان کي خبر آهي ته اهي ڪهڙي نموني گهڙيا ۽ ٺاهيا وڃن ٿا. اهي لفظ جيڪي ليٽن، رومن، گريڪ، اهي سڀ لفظ انهن ٻولين جا لفظ آهن جن جون اکاڙيون ۽ پڇاڙيون وٺي انهن مان اهي لفظ گهڙيا وڃن ٿا، ڪو ٻه لفظ نج انگريزي ٻوليءَ جو پنهنجو ناهي، هاڻي مٺو پيشاب آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ چوندا آهن "ڊائبٽڪس"، هاڻي اهو لفظ عربيءَ تان ورتل آهي "ذيابيطس"، جيئن امير البحر لفظ آهي، انهيءَ تان انگريزي ايڊمرل لفظ ورتو آهي.اهڙيءَ طرح ڪيئي لفظ آهن جيڪي عربيءَ جا آهن، ڪيئي لفظ آهن جيڪي هنن فرينچ ٻوليءَ مان کنيا آهن. خود اسان وٽ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ آهن جن جي توهان کي خبر نه پئجي سگهندي ته هي سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي يا ڪنهن ڌاري

ٻوليءَ جو لفظ آهي. جيئن اسان وٽ ”پگهار“ لفظ آهي، هاڻي توهان چوندؤ ته
اهو سنڌي لفظ آهي پر نه، جڏهن پورچوگيز هتي آيا ته اُهي پنهنجن ملازمن
کي جيڪا ماهوار تنخواهه ڏيندا هئا چوندا هئا ته ”پگا، هاڻي ان لفظ کي
سنڌي ماڻهن پگهار ڪري ڇڏيو، يا اسان وٽ هڪ گاهه آهي ”لوسڻ“ يا
ٻاچين ۾ هي ٽماٽا آهن، پٽاٽا آهن يا گوبي وغيره اهي لفظ انگريزن ۽ يورپ
جي قومن جا لفظ آهن، جتان ڪان هتي رائج ٿي ويا. اهڙيءَ طرح انگريزي
ٻوليءَ ۾ وري ائين ٿي شُڌ ناهي، ۽ جيڪا ٻولي شُڌ رهندي اها ختم ٿي
ويندي، ان لاءِ اهو سچو ٻولين جو ارتقائي عمل آهي، جيئن هڪڙو هوندو
آهي فطري عمل ۽ ٻيو هوندو آهي غير فطري عمل. هاڻي ڪا به ٻولي
ڌاري ٻوليءَ جي لفظن کي پاڻ ۾ جذب ڪري ان کي پنهنجو ڪري ڇڏي،
جيئن پاڻ هڪڙو مثال ٿا وٺون ته سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي تان هڪڙو لفظ
ورتل آهي ”قبول“ هاڻي قبول کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڏسو ڪهڙيءَ طرح جذب
ڪيو ويو آهي. قبول مان قبوليندڙ يا قبوليو، هاڻي اها اسان جي ٻوليءَ جي
خاصيت آهي، جنهن لفظ کي پنهنجي محاوري ۾ آڻي ان کي وڌيڪ معنيٰ
خيز بڻائي ڇڏيو. اهڙا ڪيئي لفظ توهان کي ملندا، جن کي ٻولي پنهنجو
ڪري ڇڏيو آهي، مطلب ته ڪنهن به ٻوليءَ جو لفظ قدرتي طور تي
ڪنهن ٻوليءَ جي لفظ کي پنهنجو ڪري ڇڏي ٿو، ان ۾ ڌاريا ئي نه ٿي
رهي، بلڪ توهان جي ٻوليءَ جي اصولن مطابق، گردان مطابق اهو لفظ ڦري
گهري ٿو. انهي لفظ مان اسان کي ڀرپور نموني فائدو وٺڻ گهرجي ۽ اهو اسان
فائدو وٺي رهيا آهيون ۽ ان کي ڇنبو ٻوليءَ جو واڌارو پر هڪڙو اهڙو لفظ
جيڪو اسان جي ٻوليءَ ۾ مسئلو پيدا ڪري ٿو، اسان کي استعمال ڪرڻ
۾ مُنجهه پيدا ڪري ٿو ته پوءِ ان کي اسين چونداسين ته ان لفظ جي غير
فطري جوڙجڪ آهي، جنهن کي اسان کي اچلائي ڦٽو ڪرڻو پوندو. باقي
ڌاري ٻولي کي ائين اختيار نه ڪجي، جيئن انگريزي ٻوليءَ جا سوين هزارين
لفظ آهن جن کي اسان ان نموني استعمال ڪندا آهيون، جيئن هڪڙو
لفظ آهي Classification استعمال نه ڪري سگهنداسين. اهڙي طرح
ميڊيڪل سائنس جا لفظ آهن جن کي اسين سنڌي ٻوليءَ ۾ استعمال نه

ٿا ڪري سگهون، جنهن لاءِ اهو ضروري آهي ته ٻين ٻولين مان اسين اهڙا لفظ پلي استعمال ڪريون جيڪي اسان جي ٻوليءَ جا ٿي وڃن، باقي جيڪي به لفظ اسان جي ٻوليءَ کي لساني طور بلڪل ڌڪ رسائيندا ۽ بگاڙ پيدا ڪندا، انهن کي استعمال نٿو ڪري سگهجي.

سوال: توهان چئو ٿا ته سنڌي ٻوليءَ کي وڏي تاريخي اهميت حاصل آهي، اُهي ڪهڙا سبب آهن، جن جي ڪري سنڌي ٻولي قومي ٻوليءَ جو درجو حاصل نه ڪري سگهي آهي؟

شمس الدين عرساڻي: سنڌي ٻولي پاڪستان کان اڳ ۾ سنڌ جي سرڪاري ٻولي يعني دفتري زبان به هئي، عدالتي ٻولي به هئي، تعليمي زبان به هئي ۽ انگريزي سيڪنڊري زبان هئي، جيڪڏهن انگريزي اسين پڙهندا به هئاسين ته سنڌيءَ جي معرفت پڙهندا هئاسين، هونئن تعليمي ماهرن ۽ عالميٰ ادارن جو به اهو اصول آهي ته پنهنجي مادري ٻوليءَ جي ذريعي علم پرايو وڃي.تعليم جو مقصد هوندو آهي ته علم پرائڻ، تهذيب پرائڻ، شائستگي پرائڻ، هنر ۾ مهارت حاصل ڪرڻ، فن پرائڻ، ان لاءِان جو قطعن صرف اهو مقصد ناهي ته اسان جو ٻار صرف انگريزي ڳالهائي ۽ ان کي ٻيو ڪو به علم يا فن نه اچي سگهي يا هو ڪنهن به فيلڊ ۾ ڪا مهارت حاصل نه ڪري سگهي، جيڪڏهن زندگيءَ جا مقصد، قوم جا مقصد ۽ حاصلاتون آسانيءَ سان تڏهن حاصل ٿي سگهن ٿيون جڏهن اسين پنهنجي مادري ٻوليءَ جي ذريعي علم حاصل ڪنداسين، ان کان علاوه شروع کان وٺي سنڌي ٻوليءَ صوبائي ليول تي پنهنجي حيثيت ۾ موجود هئي پر مرڪزي ليول تي به جيڪي ڪاغذ وغيره هوندا هئا اُهي به سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي هتي ايندا هئا. لوڪل بورڊ، ميونسپالٽي کان وٺندي مرڪز تائين سنڌي ٻوليءَ جو استعمال ٿيندو هو. ڪيترن انگريزن ۽ هندستان جي عملدارن به سنڌي زبان ۾ امتحان پاس ڪيا ۽ ان ۾ مهارت حاصل ڪئي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي جيڪا ورهاڱي کان اڳ اهميت هئي، اهڙي اهميت هندستان جي ٻي ڪنهن به ٻوليءَ کي نه هئي. خود اردو زبان جيڪا هندستان جي ڪيترن علائقن ۾ سرڪاري زبان طور رائج هئي پر اُها اتي

متنازع بڻيل هئي، جاڪاڻ تہ اُتي جي هندو عوام ان کي نہ ٿي قبول ڪيو پر سنڌ ۾ انجي بلڪل برعڪس صورتحال هئي. سنڌ ۾ سنڌي، هندو توڙي مسلمان سنڌي زبان کي چاهيندڙ هو. سنڌي زبان کي ان خوشيءَ سان قبول ڪيو ٿي ۽ سنڌ جي سرڪار بہ ان جي حمايت ۾ هئي، سنڌي زبان واحد ٻولي هئي، جنهن کي ڪو بہ خطرو لاحق نہ هو ۽ ڌاريون قومون ان کي وڏي چاهہ سان لکنديون ۽ پڙهنديونْ هيون. ٻي ڳالهہ تہ ان وقت ٽائپ رائٽر بہ صرف سنڌي ٻوليءَ ۾ موجود هو. انگريز سرڪار ضرورت محسوس ڪئي جنهن ڪانپوءِ سنڌي ۾ ٽائپ رائٽر جو استعمال شروع ڪرايو ويو ۽ ٽائپ رائٽر جو استعمال هندستان جي ٻي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ نہ ٿيو. باقي انگريز جي دؤر ۾ قومي ٻوليءَ جي حيثيت اختيار ڪرڻ جي حوالي سان ائين چوندس ان وقت هندستان ۾ قومي ٻوليءَ جو مسئلو ئي نہ هو، نہ ڪا هندستان ۾ هندي ٻولي قومي ٻولي هئي نہ ئي اردو ٻولي قومي زبان هئي، قومي ٻوليءَ جوُ آواز پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اُٿاريو ويو. پاڪستان ۽ هندستان جي ورهاڱي ڪانپوءِ هندن ۽ مسلمانن کي هڪ قوم تسليم ڪيو ويو پر انگريزن جي برٽش دؤر ۾ اهي برطانوي قوم جو حصو هئا انگريزي زبان برٽش دؤر جي قومي زبان هئي، انهن جي زبان ئي سڄي خطي ۾ رائج ٿيل هئي.

سوال: جيڪڏهن سنڌي ٻولي هر دؤر ۾ پنهنجي تاريخي حيثيت رکندي آئي آهي تہ پوءِ پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ هن خطي ۾ اُها پنهنجا مضبوط بنياد ڇو ناهي رکي سگهي؟

شمس الدين عرسائي: پاڪستان ڪانپوءِ ان نظريي کي اڳيان وڌايو ويو تہ اردو زبان واحد ٻولي هوندي جنهن کي قومي زبان طور استعمال ڪيو ويندو ۽ اهو چيو ويو تہ ملڪ هڪڙو آهي، قوم هڪڙي آهي ۽ نظريو بہ هڪڙو آهي، ان لاءِ ٻولي بہ هڪ هئڻ گهرجي ان ئي نظريي کي بنياد بڻائي اردو زبان مڙهي وئي ۽ ٻي ڳالهہ تہ اسان تي جنهن قوم حڪمراني ٿي ڪئي اُها پنجابي قوم هئي ۽ پنجاب ۾ اردو زبان اصل کان ذريعہ تعليم بڻيل هئي، اُتي تعليمي زبان پنجابي نہ هئي، پاڪستان جي ڪنهن بہ زبان کي

سرڪاري ۽ تعليمي زبان جو درجو حاصل نہ هو. پاڪستان ڪا اڳ ۾ بہ نہ بلوچي نہ پنجابي نہ ئي پشتون زبان کي ايڏي اهميت حاصل هئي جيتري سنڌي زبان کي حاصل هئي، پنجاب ڇاڪاڻ تہ وڏو صوبو هو، سڄي فوج انهن جي هٿ ۾ هئي. انهن حڪمراني ڪئي ٿي، ان جي ڪري هنن ڇاڪاڻ تہ هو اردو زبان تي اڳ ۾ ئي پاڙيندا هئا ڪي پنجابيءَ تي، ان لاءِ هنن اردو زبان کي قومي ٻولي قرار ڏني ڇڏيو. پيو تہ سنڌ تہ هو هڪڙو ننڍڙو خطو پر بنگال جيڪو هيڏو وڏو اڪثريتي صوبو هو، جتي بہ قائداعظم صاحب ڍاڪا ۾ وڃي تقرير ڪندي چيو تہ بابا پاڪستان جي قومي ٻولي اردو زبان هوندي، يعني 8 ڪروڙ ماڻهو جيڪي ڪڏهن بہ اردو زبان سان شناس نہ هئا، انهن تي بہ زبردستي اردو زبان مڙهي وئي ۽ سنڌي زبان جيڪا شروع کان وٺي سرڪاري ۽ تعليمي لحاظ کان وڏي اهميت واري رهي آهي، جنهن مان تہ هتان جي ايجنسين کي ۽ اسٽيبلشمينٽ کي وڏو خطرو محسوس ٿيندو رهيو آهي، توهان کي هڪڙي ڳالهہ کي ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ ٻوليءَ جي نسبت سان ئي هڪ قوم جو مڪمل تصور پيدا ٿيندو اهو ئي بنيادي سبب آهي، جنهن لاءِ هتان جي ايجنسين جي پوري ڪوشش رهي آهي تہ ان ٻوليءَ کي هميشہ لاءِ ختم ڪري ڇڏجي جيڪا پنهنجي تاريخي حيثيت کي ميراڻ جا مڪمل طريقا استعمال ڪري، ڪڏهن نفسياتي جنگ، ڪڏهن پنهنجي اختيارن کي غير قانوني طور استعمال ڪري سنڌي زبان کي مٽائڻ جون ڪوششون ڪندا رهيا آهن. ايوب خان تہ الڳ مراڳ 1965ع ۾ سنڌي زبان کي صفا ختم ڪري ڇڏيو. آرڊر پاس ڪري اسڪولن مان سنڌي زبان کي نيڪالي ڏني وئي، جنهن تي استادن، دانشورن، اديبن سميت سمورن ماڻهن جدوجهد ڪري سنڌي زبان کي بحال ڪرايو. اجا بہ حڪمرانن کي پڪ آهي تہ انگريزي ۽ اردوءَ سان جيڪڏهن ڪا زبان مقابلو ڪري سگهي ٿي تہ اُها واحد سنڌي زبان آهي، جيڪا زبان اڄ بہ وڏي حيثيت ۾ موجود آهي، سنڌي زبان جنهن ۾ صحافت ٿئي ٿي، ڪتاب لکجن پيا، مضمون لکجن پيا، شاعري ٿئي ٿي. اهي سڀ ڳالهيون سنڌي ٻوليءَ جا دشمن ماڻهو نوٽ وٺنا ڪن ۽

جيڪڏهن اڄ ٻه توهان ڏسو ته پاڪستان ۾ انگريزي ۽ اردو زبان کان پوءِ ٽئين نمبر تي ڪا اهم ٻولي آهي ته اها سنڌي زبان ئي آهي. ٻيو ته هيئنر توهان حڪومت جون پاليسيون ڏسو پرائمري تعليم هر قوم جي نسلن جي ترقيءَ جو بنيادي ڏاڪو آهي، هنن ڇا ڪيو آهي ته سنڌ جي پرائمري واري تعليم کي ڪيڏو تباهه ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهو سنڌ جو تعليمي نظام ئي آهي جيڪو سنڌي ٻولي ۽ قوم کي مضبوط بڻايو بيٺو آهي، ان کي ختم ڪرڻ لاءِ وڏيون سازشون ٿي رهيون آهن.

(هي انٽرويو روزاني عبرت جي پرچي ۾ 16جنوري 2002ع ۾ شايع ڪيو ويو).

*

# ٻوليءَ جي تشڪيل ۽ تعمير ۾ ادب جو ڪردار

پاڪستان قائم ٿيڻ بعد، سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري طور مڃتا حاصل ٿي چڪي آهي ۽ معاشري ۾ اڳي کان وڌو اوج ماڻي رهي آهي ۽ يقين آهي تہ دير يا سوير، استحقاق مطابق، سيني ادارن توڙي ذريعن ۾ان جي حيثيت کي تسليم ڪرڻو پوندو! ان هوندي بہ سنڌي زبان جي استحڪام ۽ ترقيءَ لاءِ پهرين کان گهڻي احتياط ۽ تدبير جي ضرورت محسوس ٿي رهي آهي، ڇو جو ٻوليءَ جي وڌڻ ويجهڻ لاءِ اڳي وارو خالص ميدان ڏينهون ڏينهن تنگ ٿيندو وڃي ۽ پيو تہ گهڻي عرصي کان ملڪ جون ايتريون سياسي حالتون بہ ادبي اوسر ۾ مانع بنجي رهيون آهن. اهڙيءَ صورت ۾ ٻوليءَ جي جياپي جو انحصار رڳو اسان جي پنهنجن اديبن جي ڪوشش تي وڃي بچي ٿو، ليڪن ڪهڙي نہ ڏک جهڙي ڳالهہ ڇٽبي، جو انهن ۾ بہ آڳي باقي ادبي گروهبنديون گهر ڪري ويون آهن، جا ڳالهہ اسان جي ادب جي اوسر ۽ ٻولي جي ترقيءَ ۾ وڏي رڪاوٽ بنيل آهي. ڪي مخصوص ادارا ۽ نامور اديب سنڌي ٻوليءَ جي تشهير ۽ ادبي اشاعت ۾ پنهنجي وسعت، آهر واڌاري ۽ سڌاري ۾ رڌل آهن ۽ ڪجهہ انفرادي ڪوشش سان بہ ادبي ڪتاب ۽ رسالا ڇپجندا رهن ٿا،ليڪن لکندڙن ۾ ڪي اهڙا غير ذميوار فرد بہ ڏسجن ٿا، جيڪي پنهنجي عقل ۽ ذهانت کي حرف آخر سمجهي، فيصلا صادر ڪن ٿا، ٿي سگهي ٿو تہ اُهي پنهنجي پر ۾ نهايت مخلص خاص بہ هجن، مگر سندن غلط مثال ٻوليءَ ۾ بگاڙ جو،موجب بنجن ٿا، جنهن مان اجتماعي ڪوشش تي بہ پاڻي ڦري وڃي ٿو!

انساني تهذيبي تاريخ ۾ "ادب" جا جتي ٻيا ڪيئي نفعا آهن، اتي ٻوليءَ جي جوڙجڪ سنوارڻ ۾ بہ ان جو خاص پارٽ آهي. علمي ۽ ادبي ڪوششون ٻوليءَ کي ترقيءَ ۽ ڪمال جي منتها تي رسائين ٿيون. ٻوليءَ ۾

جڏهن تخليقي عمل ٿيندو آهي ته ادب ۾ فن جون صورتون پيدا ٿيڻ لڳنديون آهن، جيئن جيئن، ڪنهن خطي ۾ ادب پيدا ٿيندو ويندو آهي، تيئن تيئن ان ۾ خوبصورتيءَ ۾ اظهار جي وسعت جا انداز پيدا ٿيڻ لڳن ٿا، نه رڳو ايترو بلڪ خود ٻوليءَ جي هڪ واضح ۽ وڻندڙ عام صورت به اڀري اچي ٿي، جيڪا هر سماجي سطح تي قبول عام ٿي وڃي ٿي.

جيڪڏهن انگريزيءَ ۾ عظيم علم و ادب پيدا نه ٿئي ها، ته بين الاقوامي زبان هجڻ بدران، اها رڳو هڪ ننڍڙي قبيلي جي ٻولي بڻجي رهي ها! ساڳيءَ طرح شاندار ادب ۽ ان جا شاعر ۽ نثر نگار، داستان گو ۽ مختلف تحريڪن جا روح روان مفڪر نه هجن ها، ته اردو ٻولي سچاتي به نه وڃي ها! اڄ اهامختلف هندي محاورن Dialects ۾ ضم ٿيل ملي ها! اسان وٽ سنڌ ۾ صدين کان ادب جو تخليقي عمل جاري ۽ ساري رهيو آهي، جنهنڪري هڪ عام فهم ٻوليءَ جو ڦهلاءُ ٿيو. سومرن ۽ سمن جي دور ۾ قصه گو ان جا خالق رهيا آهن. پنڌرهين ۽ ۽ سورهين صديءَ ۾ ڪيترن ئي ثقافتي ۽ فڪري مدرسن جي خيالن جي اشاعت باعث ٻوليءَ کي مرڪزيت حاصل ٿي. ارڙهين صديءَ ۾ شاهه لطيف جهڙي عظيم تخليق ڪار پنهنجي تجربي ۾ سادن سودن ۽ رواجي لفظن کي به گهري معنيٰ ۽ وسعت بخشي ڇڏي. اهڙيءَ طرح پيا به ڪئين شاعر ۽ خالق ٿا، جن جي تخليقي قوت سببان لاڙي، اترادي، ڪڇي، ڪوهستاني ۽ ٿري وغيره سيني ٻولين جا سنڌا ۽ سيڙها ادبي تفوق مان سدائين لاءِ مٽجي ويا ۽ صرف سنڌي ادب ۽ شاعري سچائجڻ ۾ آيا. اهو تخليقي عمل جو سلسلو، انگريزي دور ۾ اچا به اوج تي رسيو ۽ تاحال اهو جاري ۽ ساري آهي، جنهن ۾ اسان جي لائق اديبن ڀرپور ڪوششون ورتيون آهن، جنهن مان ٻوليءَ کي ڪافي اوج رسيو آهي. هن دور ۾ به سنڌي اديبن لفظي جراوتن ۽ ترڪيبن جو چڱو خاصو اضافو ڪيو آهي، جن ۾ سونهن سوڀيا به آهي، ته انهن هڪ قسم جي بياني قوت ۾ وسعت به پيدا ڪئي آهي.

ليڪن ٻوليءَ ۾ هر تجربي لاءِ هڪ وسعت نظر، ڄاڻ ۽ صحيح مذاق جي ضرورت پوي ٿي ۽ ان کان سواءِهر تجربو ٻوليءَ ۾ اضافي بدران هڪ

بيجا پراڻ بنجي پوي ٿو. اڄڪلهه ڪهاڻين ۽ مضمونن جي مطالعي مان اها ڳالهه صاف طور نظر اچي ٿي، ته اسان جي ڪن لکندڙن ٻوليءَ جي مسلم اصولن جي پرواهه نه ڪندي، ان ۾ بيجا بدل سدل ڪئي آهي ۽ لفظي ترڪيبن بنائڻ ۾ پنهنجي من مانيءَ کان ڪم ورتو آهي. حقيقت ۾ سندن اهو عمل ٻوليءَ جي تعمير ۾ ڪا به مدد ڪري نه سگهندو بلڪ جيڪڏهن بنان سوچڻ سمجهڻ جي ٻوليءَ ۾ ائين لفظن پيڻ گهڙڻ جو اصول قائم ڪيو ويو ته پوءِ اهو ڏينهن پري ناهي، جو اها بي راهه روي ۽ جارحانه سرجري اسان جي پياري زبان جي شڪل مسخ ڪري ڇڏيندي. اسان جي بزرگن جون صدين جون ڪوششون ۽ قيمتي سرمايو، اسان پنهنجي ئي هٿن سان ذيان ڪنداسون. منهنجي چوڻ جو مقصد اهو هرگز نه آهي ته ٻوليءَ ۾ لفظن ۽ نون علمي اصطلاحن جي اضافي جون شعوري ڪوششون نه ڪيون وڃن. خيالن ۽ بيان جي سٺرائي، نزاڪت ۽ باريڪيءَ لاءِ نوان نوان لفظ ۽ ترڪيبون بنائڻ اديب جي تخليقي عمل جو هڪ حصو آهي، ليڪن انهي عمل ۾ به سونهن ۽ ذوق جي بيانن توڙي ٻوليءَ جي مذاق ۽ اصولن کي ضروري پيش نظر رکيو وڃي، پرک کان سواءِ ڪو به ادبي تجربو قابلِ قبول نه سمجهيو ويندو آهي.

ڪن لکندڙ اهلِ قلم طرفان ٻوليءَ ۾ ڦيرين گهيرين جون ٿيندڙ ڪوششون واقعي حيرت انگيز لڳن ٿيون، جن جي تلقيد نوان ۽ سيکڙاٽ لکندڙ بنان سوچڻ سمجهڻ جي ڪرڻ لڳن ٿا. ٻوليءَ جون ڪي غلطيون ۽ فروگذاشتون جيڪي عام طور ادبي تحريرن ۾ نظر آيون آهن، تن مان ڪن جي هيٺ نشاندهي ڪئي وڃي ٿي.

هڪ مضمون نگار پنهنجي ليک ۾ مٿانهس جو لفظ لکيو. مگر جڏهن ڪنهن ڄاڻو کي اها فاش غلطي نظر آئي ته هن کيس ان بابت آگاهه ڪيو. ليڪن صاحب قلم ان جي صحيح هجڻ تي اصرار ڪرڻ لڳو ۽ ان جن جواز ۾ دليل ڏيندي لکيائين ته: "مٿانهس لاڙي لهجي هوندي معياري ناهي ته پوءِ "مٿانهون" ڪيئن صحيح آهي؟" هڪ ته خود لاڙ ۾ به "مٿانس" ڪري اچاريندا آهن، ٻيو ته اهو جواز بلڪل غلط استدلال تي

بدل آهي. لاڙي اترادي ۽ ٻيا متعدد محاورا توڙي انهن جا ضميمي محاورا جهڙوڪ مهاڻن، جتن ۽ ٻين ڪاسبين ۽ قبيلن جا ڪي مخصوص لهجا، ڳالهائڻ جي حد تائين ته پنهنجي پنهنجي جاءِ تي درست آهن، جنهن کان ڪو به انڪار ڪري نٿو سگهي، ليڪن هڪ علمي زبان لاءِ اهڙا لفظ يقيناً معيوب ٿيندا.

ائين چوڻ ته هيٺاهون، مٿانهون، اُتاهون، پرانهون، اورانهون يا هيٺاهين، مٿاهين، پراهين ۽ اوراهين وغيره ۾ "هون" ۽ "هين" آهي ۽ "اون" ۽ "ئين" ناهي، ته ائين چوڻ گرامر جي سراسر اڻ ڄاڻائي آهي. اهي سيبئي مظروف لفظ جيڪي ظرف مڪان جي معنيٰ ڏيکارين ٿا، جن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي قاعدي مطابق "هون" يا "هين" پڇاڙي ۾ وجهبي، ليڪن زير بحث لفظ "مٿانس" آهي، ان جو گردان ٽن ضمير ۾ هيئن ٿيندو:

| واحد | جمع |
|---|---|
| متڪلم: مٿانم (منهنجي مٿان) | مٿانون: (اسان جي مٿان) |
| حاضر: مٿي (تنهنجي مٿان) | مٿانوَ: (اوهان جي مٿان) |
| غائب: مٿس (هن جي مٿان) | مٿانئن: (هنن جي مٿان) |

جهڙيءَ طرح فارسي زبان ۾ ضميري نشانين جو استعمال هڪ خوبي ليکي وڃي ٿي، تهڙيءَطرح سنڌي ٻوليءَ ۾ ضميري نشانين جو استعمال ٿئي ٿو، جو ٻين زبانن ۾ نه آهي. مثال طور اردوءَ کي ٿا وٺون:

| واحد | جمع |
|---|---|
| منهنجي مٿان: ميري اوپر | اسان جي مٿان: همارے اوپر |
| تنهنجي مٿان: تيري اوپر | توهان جي مٿان: آپ ڪي اوپر |
| هن جي مٿان: اس ڪي اوپر | هنن جي مٿان: ان ڪي اوپر |
| فارسيءَ کي وٺو | |
| منهنجي مٿان: برسرم | اسان جي مٿان: برسريم |
| منهنجي مٿان: برسرت | توهان جي مٿان: برسريت |
| هنن جي مٿان: برسراو | هنن جي مٿان: برسرايشان |

انهن ٻولين جي برعڪس سنڌي ٻوليءَ ۾ هرڪو مطلب صرف هڪ

لفظ مان ٿي ادا ٿي وڃي ٿو. جيئن تہ:

مٺم – مٺئون

مٺي – مٺوَ

مٺس – مٺن

مٺانئس – مٺانئن

اهڙيءَ طرح ٻين فعلن جو گردان بہ جيڪڏهن ٽن ضميرن متڪلم / حاضر / غائب ۾ ڪبو تہ اها ئي الفاظي ڪفايت Economy ملندي، جنهن کي لسانيات جي ڄاڻن گهڻو ساراهيو آهي.

هڪ عالم يا اديب تيِ ٻوليءَ استعمال ڪندي وڏي جوابداري عائد ٿئي ٿي. اها ڳالهہ سمجهي ڇڏڻ گهرجي، تہ ڪا بہ ٻولي بناوت ۾ سمايل فطري اصولن کي اورانگهي، اظهار و بيان ۾ ڪڏهن بہ ڪاميابي حاصل نہ ڪري سگهندي. هڪ ادبي ٻولي، ۽ معياري اظهار ۾ محاورن جو ويڇو وجهڻ گهرجي ڇا؟ لاڙي اترادي ۽ ڏاڪڻيءَ جا فرق بيان نہ ڪريو، بلڪ معياري سنڌيءَ جي ڳالهہ ڪريو تہ سونهي ٿو. اردو ٻولي پنهنجي ملڪ اندر ئي انيڪ نمونن سان ڳالهائي وڃي ٿي، ان ۾ ميواتي، مارواڙي، راجستاني، دکني ۽ ڪيترن ئي علائقن ۾ رياستن جي ماڻهن سان منسوب نندا نندا محاورا ڳالهايا وڃن ٿا. ڪيترين ئي رياستن جي ماڻهن جي ٻولين ۾ ايڏو تہ فرق آهي، جو ٻي زبان ڳالهائيندڙ کي اها ٻولي مشڪل سان ئي سمجهہ ۾ اچي، ساڳيو مثال انگريزي ٻوليءَ ۽ ٻين ٻولين تي بہ صادق اچي ٿو. انگريزي ٻولي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رائج هوندي ۽ انيڪ محاورا رکندي بہ ان جي علمي زبان ۾ ڪو بہ اختلاف ناهي، جيئن ڪَي ٻولي وسيع هوندي تيئن ئي ڳالهائڻ جي لحاظ کان بہ ان ۾ ويڇا وڌيڪ هوندا آهن، ليڪن ادبي ٻولي اهو فرق دور ڪندي آهي.

اڄڪلهہ جي اخبارن ۽ جريدن ۾ غير معمولي ٻوليءَ جو استعمال ڪثرت سان ڏنو ويو آهي. اها انتها پسندانہ روش جاري رهي تہ ڪجهہ وقت کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ جو حليو سڃاڻڻ کان ئي مشڪل ٿي پوندو. ٻڏاٺو، ٺڪاٺا ٽٺاٺا، منجهاٺا، "مون کي ٻڏڻ هاٺو ڪري ڇڏيو." وغيره وغيره

اهي لفظي ترڪيبون معياري محاورن سان مطابقت نٿيون رکن، ان جي بدران ٻڌل، ٿڪل، ٿٽل، منجهيل ۽ ٻڌڻ مارڪو چوڻ صحيح ٿيندو. جيڪڏهن اعتبار نہ اچيو تہ اچڻ وڃڻ، هلڻ، ڪلڻ، چرڻ ڦرڻ، ترڻ ٻڏڻ ۽ ٻين مصدرن مان ساڳي نوعيت جا فعل ٺاهي ڏسي تسلي ڪريو تہ ٻوليءَ جي ادائگيءَ جي لحاظ کان ڪهڙي لفظي صورت وڌيڪ معنيٰ خيز ۽ خوبصورت آهي؟ ٻولي اهڙي نہ لکي وڃي، جيڪا فقط الهڏنو ۽ لڪانو سمجهي سگهن. بلڪ اُها زبان ڪم آندي وڃي، جيڪا تحريري طور سنڌ جي مختلف محاورن کي يڪجاءِ ڪري ۽ هرڪو پڙهي سمجهي سگهي.

اهڙيءَ طرح هڪ مضمون ۾ لکيل هو تہ "قافيا ڦٻيل" ۽ "ڦٻائي بيهاريل" جيڪي ٻيئي بندشون غلط آهن. سنڌيءَ ۾ ڦٻائڻ معنيٰ تہ پرائي شيءِ کي تصوف ۾ آڻڻ يا قبضو ڪرڻ. البت "قافيہ ٺهڪيل" يا "ٺهڪايل" ڪي قدر صحيح ٿيندو. مضمون ۾ پنهنجي ڳالهہ کي وزندار بنائڻ لاءِ ڪنهن بہ ڄاڻو عالم جو قول بطور ريفرنس يا حوالہ نقل ڪيو آهي. اهو منطقي انداز تحرير انگريزي عبارت جو نمونو آهي. اردو نثر ۾ ٻين خاصيتن سان گڏ ان جي بہ ڪاميابيءَ سان تقليد ڪئي وئي. ڪنهن عالم جي سَنَد وٺڻ لاءِ جڏهن ان جي عبارت مان هوبهو الفاظ اخذ ڪبا آهن، تہ ان لاءِ پنهنجي تحرير ۾ "بقول" لکبو آهي. يعني تہ فلاڻي جي قول مطابق .ليڪن موجوده وقت عموما "چواڻي" جي لفظ کي ڪثرت سان استعمال ڪيو ويو آهي. مثلاً "سنڌ جي قدامت مستر چلڊ چواڻي نوح نبيءَ کان بہ اڳاٽي آهي." هاڻي انهن لفظن ۾ صرف چلڊ جي فڪري نتيجي جو تت ڏنو ويو آهي نہ ڪي سندس هوبهو الفاظ تاهم بہ ائين لکڻ تہ قليچ بيگ چواڻي، شيڪسپيئر چواڻي، ايليٽ چواڻي؛ منهنجي اندازي مطابق انتهائي ناموزون لڳي ٿو. قول– ارشاد ۽ فرمان ٽنهي لفظن مان ساڳيو مطلب ادا ٿئي ٿو، ليڪن جملي ۾ لفظ جي چونڊ وقت فرق مراتب کي ڌيان ۾ رکڻو پوي ٿو.

انهيءَ کان بہ وڌيڪ ڪن اديبن سنڌيءَ ۾ نئين لفظي جوڙ ٺاهڻ ۾ انتهائي غير ذميوارانہ روش.کان ڪم ورتو آهي، جنهن کي عالمانہ تقليد نہ

مگر هڪ لساني بدعت شمار ڪي سگهجي ٿو. جهڙوڪ اڻ حقيقت، اڻ حقيقت پسند، اڻ فعل وغيره "اڻ" اڳياڙي سان بيا به اهڙا غير موزون جوڙ ناهڻ، هڪ اهڙي جسارت آهي، جنهن مان ٻوليءَ جي بگاڙي جو وسيع امڪان پيدا ٿي سگهي ٿو. غالباً انهي ساڳي هلت تي عمل ڪندي، ڪنهن لکندڙ "اڻ مرحوم" جهڙي ناشائسته ترڪيب گهڙي لکي ڇڏي. ڪنهن ايڊيٽر صاحب انهن لفظن گهڙڻ جي جواز ۾ ائين به فرمايو ته: "هونئن به ٻوليءَ ڪي اڳاڙي- پڇاڙي هڻڻ نيڪ ته ناهي." هيءُ رايو نهايت عاميانه آهي. هوڏانهن عام ٻولي يا فطري ٻوليءَ جي ڳالهه ڪئي وڃي ٿي. وري ساڳئي وقت ان جي اصولن کان روگرداني ڪرڻ تي به اصرار ڪيو وڃي ٿو! صرف نحوَ ٻوليءَ جو ڍانچو آهي، جيڪو خود ٻوليءَ جي شرست منجهان بنايل آهي، ۽ ان جي سيني دائرن ۽ وهڪرن کي گرفت ۾ آڻي ٿو ۽ جن تي ڪاربند رهي اسين ٻوليءَ جي صحيح استعمال کي ڦهلائي سگهون ٿا ۽ ٻوليءَ ۾ مزيد ڪارآمد اضافا آڻي سگهون ٿا، جيئن اها هر طرح سان ڪامياب ۽ سائنٽيفڪ ٻولي بڻجي سگهي. اڳاڙيون ۽ پڇاڙيون Suffix ۽ Prefix دنيا جي سڀني ٻولين ۾ ٿين ٿيون ۽ ٻوليءَ جي علمي اظهار ۽ وسعت بيانيءَ ۾ اُهي نهايت ئي ڪارآمد آهن. سنڌيءَ جي اها تمام گهڻي خوشقسمتي آهي جو ان ۾ بعضي هندي، عربي، فارسي زبانن جون اڳاڙيون پڇاڙيون به ڪثرت سان مستعمل آهن. انهيءَ عمل کي وسيع کان وسيع تر بنائڻ جي به ضرورت آهي، جيئن اسان روزمره پيدا ٿيندڙ نيون علمي موشگافيون، فڪري نڪتا ۽ نازڪ ترين خيال ۽ انساني امنگن جو ڪاميابيءَ سان بيان ڪري سگهون. ليڪن ڪا به ٻولي اصولن کان تجاوز ڪري ترقي ڪري ڪانه سگهندي، هر ڪا ٻولي ڪن فطري اصولن جي مرهونِ منت آهي، جيڪي جابجا ان جي سرشت ۾ سمايل آهن.

"اڻ حقيقت" غلط آهي، ڇو جو سنڌيءَ ۾ "اڻ سچ" جهڙو ڪو به لفظ ناهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ "اڻ سهڻو" ڪڏهن به ڪونه ٻڌبو آهي، ان ڪري جيڪڏهن "اڻ حسين" ۽ "اڻ خوبصورت" جا لفظي جوڙ ٺاهينداسون ته اهي ساڳيءَ طرح غلط ٿيندا. دراصل "اڻ" اڳياڙي خالص سنڌي لفظن سان لڳي

ٿي. جيئن ته اڻ پورو، اڻ ڄاڻ، اڻ وڻندڙ اڻ پڙهيل، اڻ گھڙيو، ۽ اڻ ٻُٽ وغيره.
ان کان سواءِ قاعدي جي لحاظ کان به سنڌيءَ ۾ اسم جي آڏو "اڻ" اڳياڙي
لڳائڻ مڪروه آهي. البت، جيڪڏهن اهي ظرفي حالت ۾ آهن ته
پوءِ "نا" اڳياڙي مستعمل آهي. جهڙوڪ ناڪار، ناڪام، نادار، ناشاد،
ناخوانده، نالائق، نامراد، نااهل، ناواقف وغيره اهڙن گھڻن لفظن جو سرمايو
عربي فارسيءَ مان ورتل آهي. "اڻ واقف" به درست ناهي، مگر استثنيٰ ۾ جائز
آهي، جيڪو هر ٻوليءَ ۾ آهي. فلاڻو منهنجو ناواقف آهي" يا هو ماڻهو وڏو
ناحقي آهي، جيتوڻيڪ ان لفظ جو اصلي مادو عربي لفظ "حق" مان ورتل
آهي، تاهم ظرفي حالت ۾ اهو خالص سنڌي لفظي جوڙ آهي. اهڙيءَ طرح
سان "حقيقت" اسم سان "اڻ" جي سنڌي اڳياڙي ڳنڍڻ نه رڳو بي اصولي آهي
بلڪ زبان تي به اها ڳران بار گذري ٿي. ڪنهن به جوڙ جي بناوت سهل ۽
زبان تي روان هجي. ان کان سواءِ ان ۾ سونهن ۽ نزاڪت هجڻ به لازمي آهي،
جن خصوصيتن کان "اڻ حقيقت" ۽ ان قسم جا ٻيا لفظي جوڙ بلڪل خالي
آهن. هونئن ته اسان وٽ سنڌيءَ ۾ اردوءَ وانگر حقيقي ۽ غير حقيقي توڙي
حقيقت پسنداڻه ۽ غير حقيقت پسنداڻه ٻئي ترڪيبون رائج آهن، ليڪن
انهن کي به بلاشڪ اسان دق سمجهون ٿا. منهنجي خيال ۾ انهن مرڪب
لفظن کي آسان بنائڻ خاطر ۽ انهن کي سنڌيءَ جي فطري مزاج جي قريب آڻڻ
لاءِ "حقيقت پسند" ۽ "نا حقيقت پسند" لکڻ گھرجي ته بهتر. ڪنهن
ليکڪ وري ٻوليءَ ۾ غلط مثال بڻائيندي ٽوڪزني ۽ ڪنور دليءَ جا به
پيش ڪري ڇڏيا، جيڪي قاعدي روءِ صحيح لفظي جوڙ آهن، خبر ناهي ته
خوامخواه ڇو ائين ڪيو ويو؟

امداد صاحب ٻولي ۽ ان جي استعمال جي باري ۾ بلڪل درست رايو
ڏيندي لکيو آهي ته:

"ٻولي بيٺل ۽ سنواريل تلاءُ نه پر وهندڙ واهڙ جيان آهي. ۽ اڄ ڪلهه
جي ليکڪ جي اها جوابداري آهي ته هو ٻولي سکندو رهي، عوام جي
لوڪ ڪلاسيڪل اتهاس مان لفظ حاصل ڪندو رهي..."

اهو چوڻ بلڪل حقيقت تي مبني آهي، ليڪن هر ڪنهن شيءَ کي

ڪٿڻ پائڻ يعني نہ استعمال ڪرڻ جا ڪي لوازما ٿين ٿا. ڇاڪاڻ تہ وهندڙ درياہ جي ڇولي ۾ لڙهي وڃڻو ناهي بلڪ ان جي گهرائي ۽ گيرائيءَ کي ماپڻو ۽ ڪڇڻو پوندو آهي. ٻوليءَ کي ”ادبي قرطاس“ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ وڏي ساڃاھ پرک پروڙ جي ضرورت پوي ٿي. ڪائنات ۾ قاعدن پابندين کان ماورا ڪا بہ شيءِ ڪانهي. هر ڪا شيءِ ڪنهن نہ ڪنهن ڇاڙتل اڻ ڇاڙتل اصول ۾ محيط آهي. ٻوليءَ جي تعمير واسطي نهايت سنجيدہ رويءَ جي ضرورت آهي ۽ جلد بازيءَ وارو هرڪو عمل نقصان رسائيندڙ ٿيندو. ان ڪري هر ڪنهن بنيادي لساني تبديليءَ لاءِ غور ويچار ڪرڻ ضروري آهي. اهڙو ڪو بہ پرچار نہ ڪجي ۽ اهڙي ڪنهن بہ رجحان کي زور نہ وٺائجي، جيڪو ادب ۾ ڪنهن مونجهاري جو باعث بڻجي.

اڄڪلهہ سنڌي رسالن ۾ غلط ٻوليءَ جا مثال تمام گهڻا ملن ٿا ۽ ڪي اهلِ قلم حضرات تہ ان جي زور شور سان اڳواڻي ڪري رهيا آهن. نوجوان يا جوان کي بغير ضرورت جي ”جواڻ“ لکڻ، ”وقت“ کي ”وکت“ ”اعتبار“ کي ”اتبار“ ڪهڙا ڪهڙا کي ڪيها ڪيها ۽ جهڙو تهڙو کي جيهو تيهو ۽ جيهي تيهي لکڻ. سدائين کي مخفف ڪري ”سدا“ لکڻ بہ انتهائي غلط ٻوليءَ جو مثال آهي. ٻوليءَ ۾ ”سدا“ صرف ندائي جملن ۾ ڪم ايندو آهي. جيئن تہ ”شلِ سدا خوش آباد هجين!“ جيڪڏهن ڪنهن کي چوڻو هجي، ”فلاڻو سدائين منهنجي پٺيان لڳو وتي“ تہ ڇا، ان کي هن طرح سان لکندا تہ صحيح ٿيندو؟ ”فلاڻو سدا منهنجي پٺيان لڳو وتي“ جنهن جي معني الٽي ٿيندي يعني تہ فلاڻو ڀلي تہ منهنجي پٺيان هميشہ لڳو وتي! هڪ مضمون ۾ هڪڙو جملو لکيل آهي. ”جندڙيءَ ۾ اڙي بہ ڪا گهڙي ايندي آهي...“ جندڙي معني جند جان آهي ۽ نہ ڪي زندگي يا حياتي. ان ڪري لکڻو پوندو. ”زندگيءَ ۾ اهڙي بہ ڪا گهڙي ايندي آهي.“ هرويرو ڪنهن لفظ کان فرار ڪبو تہ پوءِ اهو ئي نتيجو نڪرندو آهي. اهڙيءَ طرح ساڳي مضمون ۾ هڪ لفظ لکيو ويو آهي. ”وصوليائين“ جو بہ نهايت ئي غلط آهي. درست ٿيندو ”وصول ڪيائين.“ جيڪڏهن پهرين صورت کي صحيح قبول ڪجي تہ ڇا پوءِ وصوليا، وصولڻ؛ وصوليندو سيئي صورتون

درست چئي سگهبيون؟ ”ڪاپي“ بمعنيٰ گهرج يا ضرورت بہ غلط آهي. ازانسواءِ ڪي ڪي لفظي جوڙ بہ پنهنجي ترڪيب ۾ ايتريقدر تہ منجهائيندڙ آهن، جو پڙهندڙن جو دماغ چڪرائجو وڃي! ”هٽ ناٽي مڙهيل ڦڪڙ بازن“ جہ معنيٰ دارد؟

اڄڪلهہ غير معياري ٻولي لکڻ شايد معيوب سمجهيو ٿتو وڃي، ائين ٿو سمجهہ ۾ اچي، ڇڻ تہ ادبي ٻولي سيکارڻ جا نمائندہ ادارا مفقود ٿي ويا آهن يا تہ وري درس و تدريس جو سلسلو غير مؤثر بنجي ويو آهي. ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي، جو ادبي ۽ صحافتي ٻوليءَ ۾ ڏينهون ڏينهن بگاڙو پوندو وڃي. جدا جدا مضمونن ۾ بيڪ وقت ”هو- هئو ۽ هيو“ لکيا وڃن ٿا يا تہ ڪي لکندڙ ڪريو/ڪيو- ڪريون/ڪيون جي وچ ۾ فرق نٿا رکن. تہ ڪي وري ڪن پيا ڪي ڪن ٿا پيا ۽ هلن پيا ڪي هلن پيا ٿا لکندا. اهڙيءَ طرح جمع واحد ٺاهڻ لاءِ بہ ڪنهن قاعدي ڪلئي ڪي ميڃڻ لاءِ تيار ناهن. هڪڙي صاحب ”رايا“ جمع واسطي پنهنجي مضمون ۾ ”رايون“ لکيو. ڪي غزل ڪي غزلون، نظم ڪي نظمون، لاشا ڪي لاشون، ڪتاب ڪي ڪتابون، رَتُ ڪي رَتَ ۽ رتون لکيو وڃي ٿو. جيڪڏهن سنڌ ۾ جي هر ڀاڱي جو لکندڙ پنهنجو پنهنجو مضمون الڳ الڳ محاوري ۾ ادا ڪندو رهي تہ پوءِ انَ رواج جي زور پئجي وڃڻ سان سنڌي ٻوليءَ جو تہ خدا ئي حافظ آهي. جبل جا ماڻهو اڪثر ائين ڳالهائيندا آهن تہ:

”ادا هي منهنجو زال آهي“- ”هي منهنجو ڇوڪري آهي“ تہ پوءِ ڇا جيڪڏهن جابلو علائقي جو ماڻهو مضمون لکي، تہ اسان ڪيس اها ٻلي لکڻ جي اجازت ڏينداسون؟ ظاهر آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جو اهڙو معيار هرگز تسليم نہ ڪنداسون، جيتوڻيڪ اهو ان شخص جو ذاتي محاورو هوندو.

علمي ۽ فڪري يا فني ۽ ادبي شين لکڻ واسطي صرف هڪ فطري زبان ڪي اختيار ڪيو وڃي، جيڪا هر ڪنهن بناوٽ ۽ گراوٽ کان آجي هجي. بيشڪ مختلف محاورا ٻوليءَ جو سرچشمو ٿين ٿا، جن مان ان ڪي سيراب ٿيڻ گهرجي، ليڪن اهڙيءَ طرح جو وهڪري يا رواني ۾ ڪوبہ فرق نہ پوي. جدا جدا لهجن جا لفظ ۽ اصطلاح اسلوب ۾ اهڙيءَ طرح کپائڻ

گهرجن، جو ٻوليءَ جي شڪل شباهت ۽ ان جي ترڪيبي بناوت نہ بگڙجي. ور نہ نہ رڳو علم و ادب عام پڙهندڙ جي سمجهڻ کان ٻاهر ٿي پوندو، مگر ان ٻوليءَ ۾ تعليم جو حصول بہ ناممڪن ٿي پوندو.

جيڪڏهن ٻهراڙيءَ جو اڻ پڙهيل ڪردار پنهنجي زبان مان وقت کي وکت، ڊاڪٽر کي داختر يا ڏاڪتر، ٽڪيٽ کي ٽڪس، جهاز کي جهاج وغيره اُچاري ٿو تہ افساني لکندي ڪردار جي واتان هوبهو لفظ ادا ڪرائڻ، اها مڪالمي يا گفتگو جي فطري ادائگي ٿيندي، جيڪا هر ادبي تخليق يا افسانہ نگاريءَ جو هڪ رهنما اصول آهي. ليڪن جيڪڏهن ڪو اديب پنهنجي خيال آرائي يا تخاطب ۾ اهڙن لفظن جو اظهار ڪندو تہ اهو سراسر ٻوليءَ جي معيار کي بگاڙڻ ٿيندو ۽ اهڙي جسارت کان ڪناره ڪشي ڪرڻ ئي بهتر ٿيندو.

توهان اڪثر ڏٺو هوندو تہ اسان جي مهاجر ڀائرن ۾ جيستائين ڪو خاندان اڻ پڙهيل هوندو آهي تيستائين هو پنهنجي گهرن ۾ اهائي مادري زبان ڳالهائيندو آهي، جيڪا وٽن رائج هوندي آهي. پوءِ ڪٿي اها ريواڙي يا مارواڙي هجي، مگر ساڳئي خاندان جا فرد جڏهن تعليم حاصل ڪندا آهن ۽ علم و ادب سان آشنا ٿيندا آهن، تڏهن هو اردوءَ جي علمي ۽ ادبي زبان ۾ گفتگو ڪرڻ پاڻ لاءِ فخر پائيندا آهن. پنهنجي ٻارن ۽ دوستن کي غلط اُچار ڪرڻ کان بہ روڪيندا آهن ۽ رفتہ رفتہ سندن گهر مان غير علمي محاورو غائب ٿي ويندو آهي. ليڪن اسان ماڻهن جي ذهينت بہ عجيب آهي! اڪثر اسان جا ڪي دوست تعليم يافتہ هوندي بہ پنهنجي گهرن ۽ توڙي دوستن سان زور ڪري بہ پنهنجي لهجي يا ضمني ٻوليءَ ۾ ڳالهائيندي پنهنجي وڏائيءَ جو ڪارڻ سمجهندا ۽ معيار کان ڪريل ۽ ڪچو تلفظ ڳالهائيندي ڪين ڪوبہ عار محسوس نہ ٿيندو. اسان مان هر هڪ کي اهڙو عمل ۽ فعل ڪرڻ جڳائي، خصوصاً اهڙي علمي ۽ ادبي روش اختيار ڪرڻ گهرجي، جنهن مان مختلف ويڇا ۽ فرق سيٺي منجي وڃن ۽ ڪم از ڪم لکڻ جي حد تائين هڪ ڪري ۽ شاندار ٻولي اُسري سگهي. جنهن کي ڳالهائيندي اسين سڀ فخر محسوس ڪري سگهون ۽ جنهن جي ترقيءَ ۾ ڪا بہ رڪاوٽ پنجي نہ سگهي.

سنڌي رسالن ۾ مختصر ڪهاڻيون بدستور ڇپجي رهيون آهن، مگر انهن مان وڏو تعداد اهڙن ڪهاڻين جو آهي، جيڪي ادبي معيار کان گهٽ ڪريل آهن. سنڌيءَ ۾ مختصرُ ڪهاڻيءَ جي پنهنجي ڪا خاص روايت پيدا نہ ٿي سگهي آهي. رڳو ٿورا سال اڳ ۾ ڪهاڻيڪارن تخليقي تجربي ۾ هڪ واٽ ڳهڙي هئي ۽ پڌري پٽ هڪ روايت جو بنياد وڌو هو ۽ ائين پئي سمجهڻ ۾ آيو تہ سنڌي ڪهاڻي هاڻي جاڻ تہ پنهنجي ڪاميابيءَجي ماڳ تي رسندي ۽ ان ۾ اهڙو تہ قابلِ قدر ادب وجود ۾ ايندو جو دنيا جي بين ڪهاڻين سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي سگهندو. ليڪن ٿيو ڇا؟ اڃا، اها روايت پڪي پختي ڪانہ ٿي هئي، جو انهن مان يا تہ گهڻن لکندڙن لکڻ ئي ڇڏي ڏنو يا نہ ڪي دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا تہ ڪن ويچارن جديديت جي جي شوق ۾ اچي، پنهنجو اڳيون رهيو کهيو آزمودو بہ ڇٽ ڪري ڇڏيو. وري جيڪي نوان ڪهاڻيڪار ادبي ميدان تي آيا سي بہ ان ساڳي واٽ تي ڳامزن ڪونہ ٿيا، جيئن رستي ۾ رڪيل فن ڪي منزل تي رسائين ۽ هڪ شاندار افسانوي ادب تخليق ٿي سگهي. نون لکندڙن وري نئون ڏڪ ورتو آهي ۽ هو مشڪل پيچرن ۾ پلجي واٽ وڃائي ويٺا آهن ۽ سنئين واٽ تي هلڻ بدران اوجهڙ ۾ وڃي پيا آهن، اڃا تائين تہ ڪين ڪو بہ سنئون ڏڪ هٿ نہ آيو آهي. ان ڪري سنڌي ڪهاڻيءَ جي ترقيءَ سان جيترو جلد اميدون وابستہ ٿيون هيون، سي اڃا تائين بہ پوريون نہ ٿيون آهن.

هتي ڪهاڻين جي فني ۽ تخليقي پهلوئن تي روشني وجهڻ مقصد نہ آئم مان صرف فن، ٻوليءَ جي باهمي تعلق تي پنهنجا خيالات ظاهر ڪري رهيو آهيان. حقيقت ۾ موجوده وقت ۾ گهڻن لکندڙن جو اسلوب ايترو تہ ڪچو ڦڪو آهي جو، سندن ڪهاڻين کي ڪنهن بہ صورت ۾ ادبي زمره ۾ شمار ڪري نٿو سگهجي. ڪي لکندڙ تہ پنهنجي ڪهاڻين ۾ ڳرن ۽ غير فصيح هندي لفظن کانسواءِ انگريزي لفظن جو بہ ڪثرت سان استعمال ڪن ٿا. يعني تہ پورا پورا جملہ ۽ عبارتن جا ٽڪر انگريزيءَ سان ڀريل هوندا آهن. مثال طور هڪ ٻن ڪهاڻين مان ڪجهہ الفاظ پيش ڪجن ٿا، فيلنگز، ابزرويشن، ايٽماسفيئر، پرابلم، نيچرل، آرڊنري، مئگزين، سولر سسٽم،

روولوشن، سائنٽيفيڪٽ، ايڪٽيمنٽ، آئيڊيل لائيف، بند ڪڙڪيءَ کي ناڪ ٽو ڪري، فائن آرٽ وغيره.

هندستان جي اڪثر ڪهاڻين ۾ به ڪجهه عرصو اڳ ۾ ساڳيائي لاڙا Trends ظاهر ٿيا هئا، جن ۾ ڪچي ڦڪي ٻولي ۽ سچيون ساريون عمارتون انگريزي ۽ هندي لفظن سان ڀريل هونديون هيون. حقيقت ڇا آهي جو هندستان ۾ مخالف حالتن ۽ سازگار ماحول نه هئڻ سببان سنڌي ٻوليءَ جي صحتمند روايت اپري نه سگهي. ليڪن ان ۾ ڪو نون لکندڙن جو ڏوهه به ڪونه هو. اتي نڪي ته سنڌي اصول هو ۽ نه وري ڪين اهڙي ڪا ادبي يا ذهني تربيت حاصل ٿيل هئي. اهي ڪهاڻيون پڙهندي ائين معلوم ٿيندو هو ته سنڌي ادب زوال پذيريءَ ڏانهن مائل ٿيندو ويو ۽ سنڌي ٻولي شڪست و ريخت سان دوچار آهي. ساڳيا آثار هتي جي مختصر ڪهاڻيءَ ۾ به نمايان آهن، جنهن کي سنڌي ادب لاءِ سنو سَوَڻ تئو چئي سگهجي.

ادب کي تخليق ڪرڻ بنيادي طور ڪنهن ٻوليءَ ۾ هڪ لکڻ جو عمل آهي، پوءِ اهو چوڻ ڪيترقدر نه بي معنيٰ ٿيندو ته اديب ڪو ٻولي ڄاڻڻ جي دعويٰ ٿورو ئي ٿا ڪن؟ حالانڪ منهنجي خيال ۾ اظهار ۽ اَبلاغ جو واسطو صرف الفاظن ۽ انهن جي دروبست سان ئي آهي. اول ته هن دور جي ڪن ڪهاڻين جا عنوان ئي ماڻهن جي استحجاب لاءِ ڪافي آهن، ”هستيءَ جي ٽٽل ٽڪرن وچ مان“ ”ڏڏندڙ بالڪونيءَ ۾ اُلر ڪندڙ جو اوسيئڙو“ يا وري ”انسان ويچارو ماڻهوءَ جي آچار آهي.“ وغيره جهڙا جملا پڙهيٰ ڏندين آڱريون نه اينديون ڇا؟

تاريخ جي هڪ روايتي بادشاهه جي ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ پريشان حال ۽ افتاده شخص ڪا عرضداشت کڻي اچي ان بادشاهه جي دربار ۾ حاضر ٿيو. بادشاهه پڇيس ”اي بزرگ شخص ڪهڙي حال ۾آهين ۽ ڪٿان پنڌ پيو آهين؟“ هن عرض ڪيو ته: ”حضور پنهنجي ڳوٺڙي ۾ ڊپ مٿان ڪکن جي ٺهيل عاليشان محلات ۾ پيو الوليون ڪريان. لڱن تي ليڙن جا زربفت پايو ۽ بکن ۾ ٽاٽايون ڪندو وتان. بنده پرور، منبڙي اُٺ تي سوار ٿي، هوا سان ڳالهيون ڪندو ڪن ساعت ۾ پنجن ڏينهن ڪانپوءِ هت حاضر ٿيو

آهيان“ بادشاهه پڇيس: ٻيڙا اولاد ڪيترو اٿئي تہ وراڻيائين: ”سائين، سچ ڳنج، پٽ مريا پوٽا ڄايا، نياڻيون مري ويون تہ ڏهہ ڏهتا ڄايا. هاڻي سر ڪي پٽيو، خوش راضي ٿيو پيو وقت کي ڏيڪايان!؟“

بادشاهہ جو مٿو چڪرائجي ويو ۽ چوڻ لڳو تہ: ”هن کي دربار مان وٺي وڃو، ڪمبخت رڳو ازبڪيون ٿو بڪي“ بادشاهہ ويچاري کي پير مرد جي ڳالهہ ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ آئي، ڇاڪاڻ تہ هو بيک وقت پاڻ کي خوشحال ۽ بدحال، امير ۽ غريب سڀڪجهہ چئي رهيو هو. سنڌي ٻوليءَ جي قارئين ڪرام کي بہ اڄڪلهہ جي ڪهاڻين مان ڪجهہ بہ پڙ نٿو پوي. اهو مثال توڙي سنڌيءَ جو روايتي اصطلاح ازبڪيون بڪڻ بعض ڪهاڻين جي ٻوليءَ تي بہ صادق اچي ٿو!

ٽتل ڦتل جملا، ڪچي ٻولي، هڪ ئي عبارت ۾ ٽن زمانن ۾ بيان ڪرڻ. ڪيڏي مهل ڪهاڻيڪار لاءِ شعور جي وهڪ ۾ پنهنجي ئي ضمير سان پيو ڳالهائي تہ هڪدم وري پڙهندڙ يا تہ ڪردارن سان محوَ گفتگو ٿيو وڃي!! نہ ٻوليءَ جي صحت جو خيال، نہ وري فن جي ڪنهن اصول يا لوازمي سان ئي واهپو!! ۽ پوءِ بہ فنڪاريءَ جي دعويٰ!! علي بابا جي هڪ ڪهاڻيءَ ۾، هڪ ڪردار فن تي نڪتچيني ڪندڙن لاءِ نهايت ئي حقارت ڀريل لفظن ۾ ڳالهائي ٿو. هو چوي ٿو تہ: ”نيٽ پلا هي ٽٿو نڪري سنڌيءَ جا ڦر. فائن آرٽ کي سمجهن ڇا ٿا؟ ٻوليءَ جي کوجنا ٿا ڪن. ٻڌايو نہ، ڪهڙو سائنٽيفڪ ايڪيوپمينٽ اٿن، جنهن سان کوجنا ڪندا. دس از دي ڪمپيوٽر ايج...“

حالانڪ مٿئين جملي جي ادبي وقعت ڪانہ آهي، پر ياد رکڻ جي ڳالهہ اِها آهي تہ اديب ڪيڏو بہ ڪئي وڏو هجي ۽ سندس تخليقون ڪيڏيون بہ بلند پايہ جون ڇو نہ هجن، ليڪن جڏهن تہ سندس لکڻيون ادبي زمره ۾ داخل ٿين ٿيون، ان ڪري اُهي تنقيد کان ماورا ٿي نٿيون سگهن. تنقيد پڙهندڙن ۽ لکندڙن درميان صحتمند رابطي رکڻ جي هڪ ڪڙي آهي، ان مان ادبي تعمير ۽ ترقيءَ جون راهون هموار ٿين ٿيون. بيشڪ تنقيد سائنٽيفڪ اوزار وانگر تخليق جي سيني پهلن ۽ رخن تان پردو

هٿائي، ان جي حسن ۽ قبح کي آشڪار ڪري ٿي ۽ ادب جو ٻوٽو، انوقت هڪ تندرست ۽ قداور وڻ ۾ بدلجي وڃي ٿو. جڏهن ادبي ميدان۾ تنقيد جي آبياري ٿئي ٿي. هڪ تخليقي ۽ علمي تنقيد ۾ نقاد اهڙن لڪل زاوين کي نمايان ڪري ٿو ۽ اهڙيون راهون ۽ نشان مقرر ڪري ٿو، جن تي قدم رکڻ سان ادب جي باغ ۾ نوان ڦرڦل ۽ گل گونچ اپرن ٿا!! هڪ صحيح نقاد ڪڏهن به بهتان طرازيءَ ۽ بد گوئيءَ کان هيسجي ڪونه ويندو آهي، بلڪ ڪنهن به للي چپيءَ کانسواءِ هو پنهنجا فرائض ايمانداريءَ سان بجا آڻيندو آهي.

هاڻي چند گذارشون سنڌي رسم الخط جي باري ۾ ڪندس، جنهن بابت وقت به وقت اختلافي رايا ظاهر ٿيندا رهن ٿا. جيتوڻيڪ سنڌي رسم الخط ۾ سڌاري جي ڪافي گنجائش آهي، ليڪن اها حقيقت به ذهن ۾ رکڻي پوندي ته في الوقت اهو خط يڪسان طور مروج آهي ۽ خانگي ذرائع توڙي تعليمي ۽ سرڪاري ادارن ۾ مستعمل آهي. اختلافي لفظن جي درست تحريري صورت مقرر ڪرڻ ۽ آسان بنائڻ ۾ وقت به وقت ڪن ادارن ۽ فردن طرفان ڪوششون ٿينديون رهيون آهن. ورهاڱي کان اڳ ۾ سرڪاري انتظاميه ۾ ڪمشنري ڪاتو ۽ تعليم ڪاتي طرفان ٽريننگ ڪاليج جو تدريسي ادارو ٻوليءَ جي اصلاح ۽ صورتخطيءَ جي درستيءَ لاءِ مشترڪ اُپاءَ وٺندا رهندا هئا، جيئن ٻوليءَ جي هڪجهڙي صورت قائم رهي سگهي. اهي اسان جا قابلِ قدر استاد ۽ عالم هئا، جن دماغ سوزيءَ کان ڪم وٺي لفظن جون مستقل صورتون قائم ڪيون. ٽريننگ ڪاليج ۾ اهڙيون تعليمي ڪانفرنسون سال پن جي وقفي دوران ٿينديون رهنديون هيون ۽ ڪمشنر جي آفيس طرفان درست لفظن جا چارٽ ڇپجي، سنڌ جي سڀني آفيسن ۽ اسڪولن ۾ موڪليا ويندا هئا. هينئر اسان جي ٻوليءَ جي درست پڙهڻيءَ ۽ لکڻ جي ذميواري، سنڌ جي ثقافتي، ادبي ۽ نصابي ادارن تي سڌيءَ طرح ساڻ پيل آهي. منهنجي چوڻ جو اهو مطلب ناهي ته خدانخواسته سنڌي صورتخطي ڪنهن به ترميم يا اصلاح کان بالاتر آهي. مگر چوڻ جو مقصد صرف ايترو آهي ته ڪنهن کي به شخصي طور لفظ

جي صورت ڦيرائڻ جي اجازت نہ هجي. ورنہ رسم الخط بابت ڦيٽارو پوڻ سان قوم جي اجتماعي مفاد کي نقصان رسندو- هاڻي ڪن لفظن جي اختلافي صورتن تي اچون ٿا، جن جو گهڻو استعمال ڪيو ويجي ٿو. سنڌيءَ جي ڪن خالص لفظن کي ٻہ مختلف نمونن سان لکيو ويجي ٿو. پهرين پهرين انهن تي پنهنجي طرفان راءِ پيش ڪندس. منهنجي خيال ۾ هن جي يا ان جي گڏي لکڻ بدران، اگر "هن جيءَ" "ان جيءَ" يا هن جي وغيره الڳالڳ لکجي تہ غلط نہ ٿيندو، بلڪ اهو طريقو وڌيڪ مهل ۽ لفظن کي پڙهڻ ۾ آسان لڳي ٿو. اهڙيءَ طرح "اُهي ئي" جدا ڪري لکڻ ۾ ڪو مضائقو ڪونهي، ڇو جو "ئي" جيتوڻيڪ "بي معنيٰ" لفظ چيو ويجي ٿو، تاهم اڪثر و بيشتر حالت ۾ جداگانہ لکيو ويندو آهي، ڪنهن جي ئي، ويڄو ئي پوندو، پئسا ئي اجايا ويا، سال ئي وڃايم وغيره وغيره. البت ڪي لفظ اهڙا آهن جن کي يڪي صورت ڪانسواءِ جدا جدا لکڻ درست نہ ٿيندو. جهڙيءَ طرح پنهنجو، منهنجو کي منهن جو، ۽ تنهنجو کي تنهن جو ساڳيءَ طرح سهنجو، اهنجو جهڙا لفظ.

گهڻو اختلاف يا گڙ ٻڙ انهن لفظن جي صورت خطيءَ ۾ سمجهي ويجي ٿي، جيڪي اصل ۾ عربي يا فارسي زبانن جا آهن. اهڙي هڪڙي صورت "موليٰ" لفظ جي بيان ڪئي وئي آهي، جنهن کي منهنجي خيال ۾ "مولا" لکڻ ئي درست ٿيندو. اسين هونئن بہ مولانا کي "مولانا" لکندا آهيون نہ ڪي "موليٰ نا" پيو تہ سنڌيءَ ۾ مولائي، مولائڻ، مولاداد، موليڏنو، سيئي سنڌي صورت ۾ مستعمل آهن، ان ڪري "مولا" لاءِ عربي صورت "موليٰ" نہ لکڻ ۾، ڪو بہ هرج ڪونهي، ازانوساءِ دعويٰ، فتويٰ، تقويٰ وغيره کي دعوا، فتوا، تقوا لکڻ سنڌي آواز ۽ تلفظ سان مماثل ٿيندو، ڇو جو اسين دعوائون، فتوائون ۽ تقوائون وغيره جمع جا لفظ اڳيئي سنڌي قاعدي مطابق لکندا آهيون. جيتوڻيڪ "معنيٰ" جو جمع معنائون ڪندا آهيون، تاهم درسي ڪتابن ۾ "معنيٰ" لکڻ تي اتفاق ڪيل آهي. ڪي ڪي لفظ اهڙا آهن، جن جي صورت خطي هوبهو عربيءَ مطابق لکڻ، لغت، لساني رواج توڙي مروج اخلاقي ۽ ديني قدرن جي عين تقاضا آهي، ڇو جو اسان جو خط بنيادي طرح عربي خط آهي. الهداد، الهنواز، الهڏنو، الهہ بخش،

الهيار الهوراڻو وغيره لکڻ درست آهي، مگر جڏهن رڳو الله تعاليٰ لکڻ مقصود هجي ته پوءِ "الله تعاليٰ" لکڻ سان تحرير ۾ وڏو عيب ٿيندو. اهڙيءَ طرح موسيٰ عليہ السلام ۽ عيسيٰ عليہ لاسلام ۾ عيسا، موسا لکڻ معيوب آهي. عبدالرحمان ۽ اسماعيل وغيره جهڙن لفظن کي سنڌيءَ ۾ عام طور عبدالرحمان ۽ اسماعيل لکيو وڃي ٿو، جو درست سمجهڻ گهرجي. ادنيٰ، اعليٰ، اوليٰ وغيره به پنهنجي اصلوڪي رنگ ۾ لکيا وڃن ٿا. منهنجي خيال ۾ اهي صورتون قائم رکڻ زياده درست ٿيندو. ازانسواءِ زبر جي تنوين وارا لفظ به پنهنجي خيال ۾ اهي صورتون قائم رکڻ زياده درست ٿيندو. ازانسواءِ زبر جي تنوين وارا لفظ به پنهنجي لساني بناوٽ ۾ عربيءَ سان لاڳاپيل آهن، جيئن ته مثلاً، قرباً قريباً يقيناً، عموماً، خصوصاً، صريحاً، تحفہ، هديہ، وغيره. منهنجي خيال ۾ سنڌيءَ ۾ انهن جو استعمال ساڳيءَ صورت ۾ درست ٿيندو. جيڪڏهن سنڌي هجي مطابق "ن" ملائي لکنداسون ته بعضي لفظن ۾ معنيٰ جي ڦري وڃڻ جو احتمال رهندو. جيئن ته:

نصيحتاً– نصحتن.

نصيحتاً ٻار کي سمجهائي ڏنم.

نصيحتن ۾ اثر ڪونهي.

اهڙيءَ طرح حقيقتاً– حقيقتن، قولا فعلا– قولن فعلن وغيره پوين صورتن وارا لفظ اسان وٽ جمع جي معنيٰ ۾ شامل آهن، ان ڪري زبر تنوين نہ ڏيڻ سان معنيٰ ۾ تضاد ٿي پوندو. حقيقت ڇا آهي جو، ڪن لفظن جا ماخذات، بنياد ۽ ماده عربي رسم الخط ۾ بلڪل جڪڙيل آهن، جنهنڪري اصل صورت کانسواءِ ٻي ڪا به صورت صحيح نہ ٿيندي. سنڌي رسم الخط کي فطري ٻوليءَ جي قريب آڻڻ ۽ ساڳي وقت سهل ۽ وڻندڙ بنائڻ لاءِ ان ۾ ڦيريون گهيريون پلي نہ ڪيون وڃن، ليڪن عربي، فارسي مشتق لفظن لکڻ وقت لا محالہ اسان کي ساڳين ٻولين جي لفظن جي هوبهو شڪل اختيار ڪرڻي پوندي. انهن کان اسين پنهنجي دامن ڪنهن به صورت ۾ بچائي نٿا سگهون. ڇو جو علمي ۽ تدريسي ٻوليءَ جون تقاضائون ئي ڪجهہ اهڙيون آهن انگريزي ٻوليءَ ۾ سوني لنڊن، گريڪ ۽ فرينچ الفاظ

پنهنجي اصل صورت خطيءَ وانگر قائم رکيا ويا آهن. وري ٻه ان باري ۾ جيڪڏهن لسانيات جي عالمن ۽ تعليمي ماهرن طرفان ٺوس بنيادن تي ڪي مشترڪ فيصلا ڪيا وڃن ته اهو اسان جي ٻوليءَ لاءِ ڀلائيءَ جو قدم ٿيندو.

ادب ۽ لسان جا عالم، سائنسدان ۽ فلسفي ڪنهن کي به "عقل ڪل" جو درجو حاصل نه آهي ۽ مان نه فقط هڪ طالب العلم جي حيثيت رکان ٿو ۽ پنهنجي علمي پياس سدائين مطالعي ذريعي پوري ڪندو رهان ٿو. پنهنجي ناچيز راءِ جو اظهار ڪندي انهن نتيجن کي پيش ڪيو اٿم جيڪي اڄوڪن رسالن جي مطالعي مان منهنجي ذهن ۾ پيدا ٿيا آهن. جديد ادب ۾ ڪي خوبيون به آهن ۽ ننڍي ٿهيءَ جي لکندڙن نالي ماتر سهڻا تجربا ڪيا آهن، ليڪن زياده تر اعتدال پسنديءَ کان ڪم نه ورتو اٿن. انهن جي چڱي تجربي تي به لکي سگهجي ٿو، ليڪن اهو هن مضمون جي حدود اربعا کان ٻاهر آهي. منهنجو مقصد نه ڪنهن جي گلا ڪرڻ ۽ نه وري پاسخاطري ڪرڻ آهي. مون اڳي به شخصي نفعي نقصان کان بالاتر رهي پنهنجا ويچار ظاهر ڪيا آهن. ٻوليءَ ۽ ادب ۾ صحتمند روايت پيدا ڪرڻ لاءِ انهن جي مختلف ڪڙين تي پنهنجا خيالات پيش ڪيا اٿم ۽ جن نڪتن تي اختلاف آهي، تن کي ذرا وضاحت سان لکيو اٿم انهن لاءِ مثال مختلف رسالن تان کنيا اٿم.

بهرحال منهنجي استدا آهي ته سيني استاد ۽ صاحب علم دوست انهن ويچارن تي ڀرپور نموني سان پنهنجا دليل دلائل پيش ڪن، جيئن اهو بحث ڪارآمد ۽ نتيجي خيز بنجي سگهي. ممڪن آهي ته آئون به ڪن نتيجن ڪڍڻ ۾ غلط هجان! ان ڪري مون جهڙن طالبن جي به رهنمائي ٿي پوندي!!

(هي مقالو ٽماهي سنڌ رسالي ۾ مارچ 1983 ۾ شايع ڪيو ويو).

*

## هڪ بحث

# هڪ وسيع ۽ ڦهلجندڙ سنڌي زبان ۾ پيش ايندڙ رنڊڪون ۽ نئين دور جون تقاضائون

ٻولين ۾ زماني جي رفتار سان تبديلي اچڻ هڪ فطري امر آهي. تهذيبي مٽا سٽا، مادي شين جي ايجاد، تعليم ۽ ڪتابن جو ڦهلاءُ ۽ قبيلن جو اختلاط هميشه کان ٻوليءَ تي اثر انداز ٿي، ان ۾ تبديليءَ جو ڪارڻ بڻبو آهي. مثال طور جيڪا 'زبان' سنڌ اندر چوڏهين پندرهين صديءَ ۾ سومرن ۽ سمن جي دور ۾ ڳالهائي ۽ سمجهي ويندي هئي، سا سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ بلڪل ساڳي نه رهي. پر ان ۾ آيل گهڻي ترقي سنڌي ٻوليءَ کي هاڻوڪي سموري سنڌ کان علاوه بهاولپور، بلوچستان، لس ٻيلي ۽ ڪڇ پڄ تائين هڪ وسيع ۽ عام فهم ٻولي بڻائي ڇڏيو. ان ۾ ڪمال اسان جي انهن تخليقارن جو به هو، جن هڪ عام ٻوليءَ کي تبليغي، علمي ۽ شاعرانه ٻولي بڻائي ان کي ايتريقدر ته سهل بڻائي ڇڏيو جو اُها وسيع خطي ۾ ڳالهائي ۽ سمجهي وڃڻ لڳي. پراڻي زماني جا عالم ۽ اديب ٻيا ڪي ڪونه هئا، بلڪ ان وقت جا صوفي بزرگ، ديني عالم ۽ مبلغ هئا. انهيءَ بعد انگريزن جي اچڻ ڪانپوءِ نين وسيلن جي ايجاد سببان ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، طور طريقن ۽ تمدني زندگيءَ ۾ جديد انداز پيدا ٿيڻ لڳو. ان ڪري سنڌي قوم جي ذهني اُپج ۾ به واڌارو آيو ۽ نوان خيال ۽ ويچار ظاهر ٿيڻ لڳا. جن جو اظهار ادب ۽ تعليم ذريعي ٿيڻ لڳو. لکپڙهه جي ٻولي ۽ تعليمي ميڊيا بڻجڻ، سنڌي ٻوليءَ کي ترقيءَ جا متعدد امڪانات پيدا ڪري ڏنا. تاهم هڪڙي ڳالهه چٽي ته اڄ تبديليءَ جي رفتار پري هوندي هئي ۽ هاڻي اُها تيز تر آهي.

گذريل اڌ صديءَ ۾ سنڌ ۾ گهڻي سياسي ۽ تهذيبي اُٿل پاٿل آئي آهي.

ڌارين قومن جو عمل دخل اسان جي سرزمين تي وڏي پئماني تي رهيو آهي. حساس ميڊيائن جو وجود ۽ عوام جي انهن تائين رسائي آسان بنجي پئي آهي. سنڌي اسڪول ۽ درسگاهون ۽ ماس ايڊيوڪيشن ۾ گهڻي قدر اضافو ٿيو آهي، ڪمپيوٽر جي ايجاد، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇاپي جي صلاحيت ڪتابن ۾ هوشربا اضافو آندو آهي. جديد ڪمونيڪيشن باعث نوان نوان علم ۽ فن، مادي سائنٽيفڪ وسيلا، رواج ۽ ريتن تي جلد اثر انداز ٿي وڃن ٿا. ان ڪري سنڌي ماڻهوءَ جي رهڻي ڪهڻيءَ ۾ تيزيءَ سان مڪينزم جو انداز پيدا ٿيندو وڃي پيو. انهن سڀني ڳالهين باعث اسان جي ٻوليءَ ۾ لساني، لغوي ۽ صوتياتي تبديليون ۽ اضافا تيزيءَ سان ايندا رهيا آهن.

ٻوليءَ ۾ ٿيندڙ تبديليون پڙهندڙ لکندڙ طبقي ۽ ماهر تعليمات کان هميشہ تعميري نگاهہ ۽ مثبت رويي جي تقاضا ڪنديون رهن ٿيون. ڇو تہ سنڌن محتاط ۽ لچڪيدار انداز سان ئي ٻوليءَ جي تحرير ۽ تقرير جو هڪ واضح معيار برقرار رهي سگهي ٿو ۽ جنهن کان ٻوليءَ جي ترقيءَ جي مستقل واٽ هميشہ ڪليل رهندي ۽ بگاڙ کان ان جي دامن هميشہ بچي رهندي. هڪڙي ڳالهہ تہ صاف ظاهر آهي تہ جيئن ڪا ٻولي وسيع هوندي ۽ ان جا ڳالهائيندڙ گهڻا ۽ پري پري علائقن ۾ رهندڙ هوندا تيئن ئي ان جي صوتي لهجن ۽ ننڍ- ٻولين Dialects ۾ گهڻا اختلاف ٿيندا آهن، جن کي يڪجا ڪري رکڻ جي صرف هڪڙي امڪاني صورت وڃي رهي ٿي، جا آهي هڪ لچڪيدار معياري ٻوليءَ جو اختراع، جيڪا سهل ۽ آسان هجڻ کان علاوه سڀني ديس جي ڀاڱن ۾ آسانيءَ سان سمجهي ۽ ڳالهائي وڃي. اُها ئي ٻولي علمي ۽ ادبي صورت وٺي بيهي ٿي ۽ ڪتابي ۽ تعليمي زبان جو وسيلو بنجي ٿي.

سڀ ماهر لسانيات ۽ تعليمات هڪڙو اصول تسليم ڪن ٿا، تہ دنيا جون ٻوليون تبديلين ذريعي Complex واري حالت مان نڪري Simplification واري حالت اختيار ڪدنيون وڃن پيون. ان ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ "حقيقي اضافا" بہ فقط اهي ئي چئي سگهبا، جيڪي ٻوليءَ ۾ آساني، سونهن ۽ معنوي وسعت جو سبب بنبا هوندا، باقي انهيءَ ٽيڙ پکيڙ

ڪي حقيقي واڌارو ڪري تسليم ڪونہ ڪبو، جنهن جي ڪري ٻولي ماڳهين هڪ جهنگل يا ٻيلي جو روپ ڌاري بيهي. ان ڪان علاوه ماهر تعليمات ۽ زباندانن بناوٽي سادگي Simplism يا عالمي اُٿاءَ ڪي بہ ٻوليءَ جي ترقيءَ جي معاملي ۾ ڪڏهن بہ خاطر ۾ نہ آندو آهي. اهڙيءَ طرح ٺاشو ماشو ٻول Slangs يا ٽولائي ٻولين Colloquial تي زور رکڻ سان بہ هڪ عام رواج ۽ سهنجائي ٻوليءَ جي اسرڻ ۽ واڌاري ۾ رنڊڪون پيدا ٿي سگهن ٿيون.

موجوده وقت سنڌيءَ ۾ مقررن، لکندڙن، صداڪارن، راڳيندڙن ۽ فنڪارن جو تعداد اڳي ڪان گهڻو وڌيل آهي. اها هڪ خوش آئنده ڳالهہ آهي، جو اسان جي پياري ٻوليءَ هر علم ۽ فن جي ميدان ۾ وکون کڻڻ شروع ڪري ڏنيون آهن ۽ جيڪڏهن اسان وٽ ڪا ڪوٽ آهي تہ اها صرف ٻوليءَ جي تربيت جي انتظام جي آهي، جيڪا ٻوليءَ جي تعميري ڪوشش جي صحيح رخ ۾ رهنمائي ڪري ۽ ان جي ڪا سنوت مقرر ڪري بيهاري. ٻوليءَ جي ڦهلجڻ ۽ علم و ادب وسيع ٿيڻ سان گڏ ان جي رهنما اصولن ۽ قواعد تي بہ گهٽي ۾ گهٽو ڌيان ڏنو ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ترقي يافتہ ٻولين ۾ انهن جي صحت ۽ صفائي بابت روزانو نت نوان ڪتاب شايع ٿيندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اصطلاحن ۽ لفظن جي درستگي، جملن جي مطلب ۽ مفهوم ۾ طريقي استعمال بابت انوکا انداز ۽ ندرت خيال ظاهر ڪيا ويندا آهن. انگريزي ٻوليءَ ۾ تہ نين نين لغتن، گرامر ۽ ڪمپوزيشن جا جديد ۾ جديد طريقن جا ڪتاب پڌرا ٿيندا رهن ٿا، جن مان هرڪو ڪتاب ٻوليءَ جي سهڻائيءَ ۽ افادي جو انوکو شاهڪار هوندو آهي. مثلاً Advance learners dictionary ۾ جيڪڏهن اصطلاحن جي وسعت بيان کي نئين انداز ۾ روشني وڌي ويئي آهي Readers digest universal dictionary جي خميمہ لغت ۾ وري قديم ۾ قديم محاورن کي جديد معنيٰ مفهوم سان استعمال ڪرڻ سمجهايو ويو آهي. اهريءَ طرح سان مختلف علمن جي الڳ الڳ لغتن ڪانسواءِ گنجينا (ٿيسارس) Thesarus لکيا ويندا آهن، جن ۾ چڻ تہ لفظي خزاني کولڻ جون ڪنجون

پيل هونديون آهن. اهڙن ڪتابن ۾ ساڳي معنيٰ جا متعدد ۽ ڪثرت الفاظ يڪجاءِ ٿيل هوندا آهن.ا هڙيءَ طرح جو استعمال ڪندڙ هڪ نڪتي جي اظهار لاءِ سڀ کان وڌيڪ موزون ۽ سهڻي ٻول جي شناسائي حاصل ڪري بهترين چونڊ ڪرڻ جي قابل بڻجي سگهي ٿو. Structor of technical English جهڙن ڪتابن ۾ وري ٽيڪنيڪل ٻوليءَ جي فن تي روشني پيل هوندي آهي. جيئن لکندڙ پنهنجي ڪنهن انوکي علمي نڪتي جي بيان لاءِ پاڻمرادو نئين ترڪيب جوڙڻ جي قابل بڻجي سگهي. مگر افسوس آهي جو سنڌي ٻوليءَ جي سکيا ۽ مهارت جي سلسلي ۾ اسان جي لساني ماهرن ڪي به اهڙا دلچسپ ۽ ڪمائتا ڪتاب نه جوڙيل آهن، جيڪي شاگردن، استادن ۽ لکندڙن واسطي احسن طريقي سان استفادي يا رهنمائيءَ جو ڪم ڏئي سگهن.

ڪجهه ڏهاڪا اڳ ۾ اسان وٽ ٻوليءَ جي سکڻ جا ڪي پاڻ وهيٺا طريقا رائج هئا. شاگردن جي اسڪولن توڙي استادن جي تدريسي مدرسن ۾ لساني گرامر ۽ ڪمپوزيشن باقاعده نصاب ۾ شامل هوندي هئي، پر هن وقت اها صرف نالي ماتر رهجي وئي آهي. ليڪن ان جي سکيا کي به عملاً ترڪ ڪيل ٿو ڏسجي. ان ڪري ٻوليءَ جي چاڻ ڏينهون ڏينهن معدوم ٿيندي وڃي پئي. ائين به هوندو هو جو اڳي سينيئر صحافي، اخباري دفترن ۾ ملازمت ڪندڙ نون ڪارڪنن ۽ رپورٽن جي باقاعدي لکيتن جي تصحيح ڪندا هئا، جنهن ڪري کين ٿوري عرصي اندر لکڻ تي عبور حاصل ٿي ويندو هو. پر هن وقت هر جاءِ تي بکيڙو ته گهڻو آهي پر تربيت جو ڪو به انتظام ناهي. ورهاڱي کان اڳ اها روايت به قائم هئي جو نئو مشق شاعر شاعريءَ جي ميدان ۾ طبع آزمائي ڪرڻ کان اڳ ڪنهن استاد شاعر کان قوانين سکندا ۽ تربيت وٺندا هئا، ان سان ڪم از ڪم ٻوليءَ جي صحت يا معيار جو ڪو نه ڪو تصور سندن ذهن ۾ چٽو ٿي ويندو هو. جديد دور جي تقاضائن مطابق هن وقت ٻوليءَ جي صحيح تعمير جي سلسلي ۾ لساني ورڪشاپ يا ٽيڪنيڪل ڪلاسز جو مستقل ادارو قائم ڪرڻ جي اهم ضرورت سمجهڻ گهرجي، جن ۾ ٻوليءَ جي استادن

ڪانسواءِ انهن نوجوانن جي تربيت ۽ سکيا جو باقاعده انتظام ٿيندو رهي، جيڪي علم و ادب، فن يا صحافت جي ميدانن ۾ دلچسپي رکن يا اڳتي وڌڻ چاهين ٿا.

جديد ميڊيا ۽ نشرواشاعت جا متعدد وسيلا جيڪي پيدا ٿي چڪا آهن، انهن تي ئي مستقبل ۾ اسان جي ٻوليءَ جي ترقيءَ جو انحصار آهي. هن وقت سنڌي تعليم، ريڊيو، ٽي وي، صحافت ۾ ٻوليءَ جي درست ادائگيءَ ۽ معيار قائم رکڻ جي سلسلي ۾ ڪو به توجه ٿئو ڏنو وڃي. اهو ئي سبب آهي جو نشر ۽ اشاعت ۾ اضافي هئڻ جي باوجود به ٻوليءَ ۾ پختگي اچڻ بدران بگاڙو ٿيڻ لڳو آهي ۽ جيڪڏهن ان تي ڪچيءَ ۾ ئي توجه نه ڏنو ويوته اڳتي هلي ٻوليءَ جي يڪجهتيءَ کي نقصان پهچڻ جو انديشو لاحق رهندو. هڪ عام پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ جي حيثيت ۾ ٻوليءَ جون ڪيتريون ئي عام لغزشون ۽ فروگذاشتون منهنجي مطالعي ۾ ايندڍون رهن ٿيون. هر هڪ شعبي مان آئون ڪن غلطين جو فرداً فرداً هن مضمون ۾ ذڪر ڪندس.

## ريڊيو ۽ ٽي وي تي غلط ٻوليءَ جو استعمال

ملڪ جي آزاديءَ سان سنڌي ٻوليءَ کي ريڊيو جي نشريات جو هڪ اهم وسيلو ميسر آيو، جنهن ان جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ هڪ خاص ڪردار ادا ڪيو. ريڊيو جي نشريات بلاشڪ هڪ عام فهم، آسان ۽ سرل سنڌي ٻولي اُپارڻ ۾ معاون بني. اهڙي ٻولي جيڪا سنڌ جي هر پاڳي ۽ هر جاءِ تي "پنهنجي زبان" جي حيثيت ۾ سمجهي وڃڻ ۽ پسند ٿيڻ لڳي پر افسوس سان چوڻو پوي ٿو ته گذريل ٻن ڏهاڪن کان ريڊيو جي ٻوليءَ جو معيار ڏينهون ڏينهن ڪرندو وڃي پيو. هن وقت حيدرآباد کان علاوه ڪراچي ۽ خيرپور تان به ريڊيو جا سنڌي پروگرام هلن ٿا. ريڊيو براڊڪاسٽنگ ڪارپوريشن وارن کي سنڌيءَ جي اهم پوزيشن کي هميشه پيش نظر رکڻ کپي. پاڪستان ۾ سنڌي ٻوليءَ جو درجو محض هڪ ڳالهائجندڙ زبان جو نه آهي، بلڪ اُها اردو زبان وانگر ئي تعليم، ادب ۽ صحافت جي ٻولي به

آهي، جنهن ڪري سنڌي نشريات، مقبوليت ۽ يڪجهتيءَ ڪان علاوه ٻوليءَ جي صحت ۾ معيار برقرار رکڻ جي سلسلي ۾ خاص توجه جي متقاضي پڻ آهي. هتي ريڊيو جي اناؤنسرن ۽ فنڪارن جي خام ٻوليءَ سندن لهجي جي ڪن ٿورن پُر پيچ لفظن تي بحث ڪيو ويو آهي. جيڪي هو عموماً استعمال ۾ آڻيندا رهن ٿا.

ريڊيو پاڪستان تان اڪثر ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته "سامعين شام جو اوهان کي فلاڻي ڪان ڪافي 'ٻڌرائيندا سون'. منهنجي خيال ۾ لفظ ٻڌرائيندا سون نه رڳو عجيب و غريب بناوت آهي، بلڪ گرامر جي روءِ ڪان ٻه بلڪل غلط آهي. جيڪڏهن 'ٻُڌڻ' 'ٻڌرائيندا سون' ته پوءِ 'سُڻڻ' مان 'سڻرائيندا سون' چوڻو پوندو. ان طرح

چوائيندا سون جي جاءِ تي چورائيندا سون
هارين ڪان هر هلائيندا سون جي عوض هلرائيندا سون
ڪڏ مزورن ڪان پرائيندا سون جي عوض پررائيندا سون
درزيءَ ڪان قميص سُبائيندا سون جي بدلي سبرائيندا سون
دوستن کي خط لکي گهرائيندا سون جي پاران گهررائيندا سون
بورچين ڪان پلاه رڌائيندا سون جي عوض رڌرائيندا سون

هيءَ لفظي بناوت منهنجي خيال ۾ صريحاً غلط ۽ مضحڪ خيز آهي، البته هڪ ٻي بناوت آهي جا البت صحيح آهي، مگر اها ٻه استعمال ۾ اڪثر نٿي اچي. اها آهي: ٻُڌارائيندا سون، سُڻارائيندا سون، هلارائيندا سون وسارائيندا سون، چورائيندا سون وغيره وغيره.

حقيقت اها آهي ته هن وقت لفظي ترڪيب ٻه سهل ۽ روان نه رهي آهي ۽ ٻين فعلن جي سلسلي ۾ ان جو استعمال تقريباً ختم ٿي چڪو آهي ۽ ٿوري وقت کانپوءِ 'ٻڌارائيندا سون' جو لفظ ٻه ٻوليءَ مان غائب ٿي رهندو. چو ته پيچيدگيءَ ڪان سهل پسنديءَ ڏانهن سفر ڪرڻ ٻولين جو هڪ خاص اصول رهيو آهي. سنڌي ٻولي ٻه پنهنجي رويي ۽ اوسر ۾ ٻين ٻولين ڪان مختلف فطرت ڪانه ٿي رکي، چو ته اها ٻه هن ڏرتيءَ جي گولي تي ئي ڳالهائي وڃي ٿي. ماضي بعيد ۾ اهڙي ڪا لفظي ترڪيب سنڌي ٻوليءَ ۾

شايد ڪارائج هوندي هئي. مثلاً ٻئي ماڻهوءَ جي وسيلي ڪان ڪم وٺڻ لاءِ ڪرارائينداسون ۽ ٽئين ڪان ڪرارائيندوسون وغيره. ليڪن هن زماني ۾ اهڙي ترڪيب يا حالت بلڪل متروڪ بنجي چڪي آهي جيڪو هڪ اڌ لفظ نشاني طور قائم آهي. سو به مشڪل پسنديءَ بابت قائم رهي نه سگهندو. ان ڪري ريڊيو جي واسطيدارن کي به فقط عام مروج ۽ آسان لفظ استعمال ڪرڻ کپي جو آهي "ٻڌائينداسون" جو لفظ درست هئڻ سان گڏ اڄوڪي معيار مطابق نهايت سهڻو ۽ فهيم آهي، هونئن به ريڊيو وارا سنئون سڌو پاڻ ٻڌندڙن سان رابطي ۾مخاطب هوندا آهن، ان ڪري بهتر صورت فقط اها ئي آهي جو چيو وڃي ته: اسان هاڻي هي راڳ ٻڌائينداسون. شام جو فلاڻي فنڪار کان فلاڻي مشهور ڪافي ٻڌائينداسون. يا هنوقت فلاڻي ڳائڻي کان هي ڪلام ٻڌايون ٿا. يا فلاڻي کان سر پيرويءَ ۾ ڪافي ٻڌندا. وغيره وغيره.

عام طرح سنڌي ڪافين ۾ پڙهو اٿم ته "آئون تنهنجي گولڙي آهيان ۽ ٻانهڙي آهيان" ڏسڻ ۾ ايندو ته لفظ اصل ۾ ٻانهي ۽ گولي آهن. انهن مان اسم تصغير ٻانهڙي ۽ گولڙي ٿيندو ۽ مذڪر ٻانهو ۽ گولو ٿيندو. اگر ٻانهڙي، گولڙي ٿيندو ته مذڪر گولڙو، ٻانهڙو ٿيندو. پولو ۽ پوليءَ مان پولڙو ۽ پولڙي نهيل آهي ۽ پوءِ جيڪڏهن ٻانهڙي ۽ گولڙي قائم رکيو ويو، ته پولڙو ۽ پولڙي چوڻو پوندو. ٻلو ۽ ٻليءَ کي ٻلڙو ۽ ٻلڙي چوڻو پوندو ۽ نه ٻلڙو ۽ ٻِلڙي. اهڙي طرح ڪُتو ۽ ڪُتيءَ کي ڪُترو ۽ ڪُتڙيءَ جي بدران ڪُترو ۽ ڪُتڙي سڏبو. ان طرح گڏو ۽ گڏيءَمان گڏڙو ۽ گڏڙي وغيره منهنجي خيال ۾ اهي لفظ غور طلب آهن. ريڊيو وارن کي ڳائڻ جي اصلاح ڪرڻ گهرجي، سُپرين ۽ سُپرين ۾ به ساڳي غلطي دهرائي وڃي ٿي. لفظ اصل ۾ پرين آهي ۽ سُ وڏيڪ سهڻي جي نشاني آهي. جهڙيءَ طرح سپوت، ڪُپوت، سُلڇڻو ۽ ڪُلڇڻو وغيره. ان ڪري صحيح ٿيندو. سُپرين ٽي وي ۽ ريڊيو تان جتان ٻولي سڌرڻ گهرجي ۽ فنڪارن ۽ صداڪارن جي مثالي ٻولي هئڻ گهرجي، سي پاڻ سنڌيءَ سان هاڃا ڪندا رهن ٿا. ٽي وي ۾ 'سُر جو سفر' هلندي محترمه فرمايو ته "اهو سٺو رسم آهي" يا روشن تارا ۾ پروگرام۾ ڪمپيئر

اڪثر دفعا ’ڪلاسون‘ ۽ ’ڪتابون‘ چيو آهي. اڪثر ائين ٻڌو اٿم ته ’آئون ويو هئس، آئون وئي هُئس، اچاريو وڃي ٿو. حالانڪ صحيح هيئن ٿيندو ته آئون ويو هوس، آئون وئي هُيس، آيو هوس، آئيو هوس، ويٺو هوس، بيٺو هوس وغيره ۽ مونث ۾ آئي هيس، ويٺي هيس، بيٺي هيس، ڪهڙي هيس ۽ لُڏي هيس وغيره. ٻيو ته وري جيڪي لفظ پيش سان اُچارڻ گهرجن سي عموماً زير سان ڳالهايا وڃن ٿا. مثلاً يار دلدار، منٺار، هار، اختيار مطلب ته پيش بدران زير جو ڦهڪو پيو پوي. منهنجي انهن ريڊيو پروڊيوسرن کي خاص گذارش آهي، جن جو سنڌي ٻوليءَ جي اُچارڻ سيکارڻ طرف خاص ڌيان رهيو آهي. ڀلا جيڪڏهن هو صاحب ڳائيندڙن کي قيامت بدران قيامت سيکارين ٿا ۽ خيال بدران خيال سيکارين ٿا. توبهه جي عوض توبه چوائين ٿا، ته پوءِ چو نه سنڌيءَ جي ٻين لفظن جي درستگيءَ ۾ فصاحت جو خيال رکن؟

عام طرح سان ٽي وي ۽ ريڊيو تي به ڪن ڳالهائيندڙن واتگر بعض فنڪارن کي ائين چوندي ٻڌو اٿم جو هو اڪثر چوندا آهن.

آئون اڄ ڪوٺ ويندس
سياڻي موٽي ايندس
هتي هوندس ته ڪيئن چوندس
گهر ۾ ويهي ڇا ڪندس؟

حالانڪ مرد هجي ته هن کي چوڻ گهرجي، ويندس، ايندس، چوندس، ڪندس، گهمندس، ڦرندس، هلندس وغيره وغيره ۽ زال هجي ته اينديس، وينديس، ڪم ڪار ڪنديس، ماني پچائينديس.

ريڊيو جي هڪ ٻئي پروگرام ۾ ڪنهن صداڪار جي واتان تمام غلط ٻولي ٻڌي به ڏاڍي تڪليف پهتي. دراصل اهڙي غلط روش به عام ٻوليءَ ۾ نئين نئين پيدا ٿيل آهي ۽ ڪن ڳالهائيندڙن واتان اهڙا جملا ڪڏهن ڪڏهن ٻڌڻ ۾ ايندا آهن، پر ٻوليءَ جي خاص ميڊيا تان ائين نشر ٿيڻ ڪجهه حيرت کان گهٽ ناهي. ڪجهه پورا جملا ياد ته نه اٿم پر

لفظن جي ترڪيب ڪجهہ هئين هئي، جو ڳنڍجئي جي بدران ڳنڍِ جنئي ۽ اَٿئي جي بدران اُٿنئي پئي ڳالهايو ويو. ان قسمہ جي بناوت نهايت مڪروه آهي.
ڪيڏئي نہ مار بدران ڪيڏنئي نہ ما.
ڪوشرماٿئي بدران ڪو شرمہ اُٿنئي؟
هڙنہِ ڪجهہ هجئي جي جاءِ تي هڙ ۾ ڪجهہ هجنئي
ڳنڍجئي تہ نياپو ڏجانس جي بدرَان ڳنڍجنئي تہ
پلي تہ ڪتو وٺئي بدران وٺنئي وغيره وغيره.

**صحافت ۾ سنڌيءَ سان ٿهر ڪلور**

ڪنهن قومہ لاءِ اها خوش آئنده ڳالهہ ليکي ويندي آهي. جنهن جي ٻوليءَ ۾ اخبارن، رسالن يا ڪتابن جو اضافو ٿيندو هجي. ڇو تہ اها ذهني ۽ فڪري ترقيءَ جي علامت سمجهي وڃي ٿي. اڄا بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ نج ادبي رسالي جي ضرورت بدستور قائمہ آهي، ڇو تہ ڪو بہ اهڙو رسالو شايع نہ ٿي رهيو آهي، جيڪو پڙهندڙن جي ذوقي تسڪين ۽ تربيت ڪرڻ سان گڏ ساڳئي وقت ادب جي اعليٰ قدرن جو ترجمان بہ هجي. اڳي ولي رامہ ولڀ جو آرسي ۽ طارق اشرف جو سهڻي ادبي رسالہ هوندا هئا، ليڪن هڪڙو بند ٿي ويو ۽ ٻئي جو هن وقت ساڳيو انداز نہ هيو آهي. البت ماهوار نئين زندگي ۾ محترمہ چنہ ذاتي نظرداريءَ باعث ڪجهہ چوندڊ ادبي شيون شايع ٿينديون رهن ٿيون. ورنہ هن وقت عموماً اهڙا رسالہ نڪرن پيا، جن ۾ فقط ذوق نگاهہ ۾ ظاهري جذب و ڪيف جو سامان هوندو آهي يا تہ وري گهڻي قدر انهن ۾ سياسي ترغيبات سان پريل مضمون هوندا آهن. اخبارن ۾ وري روزانہ هلال پاڪستان جو معيار ٻين جي ڀيٽ ۾ بهتر چئي سگهجي ٿو، خاص ڪري جڏهن کان مدد علي صاحب جي حوالي ادارت جو ڪمہ ٿيو آهي، تڏهن کان ان جي اسلوب ۽ زبان ۾ هڪ صفائي ۽ صحت جو انداز جهلڻ لڳو آهي.

هن وقت خاص ڪري سنڌي روزانہ اخبارن ۾ ٻوليءَ جو اهڙو تہ ڀڏو انداز پيدا ڪيو ويو آهي، جو پڙهندڙ حيران آهي تہ ان ڪي سنڌيءَ بدران

ڪهڙي ٻوليءَ جو نالو ڏئي؟ ڇپيل اخباري مواد مان ڪنهن قسم جو ابلاغ ٿيڻ يا فهم تائين رسڻ ته پري جي ڳالهه آهي، پر جيڪڏهن درست ٻوليءَ ۾ ڪا خبر يا اطلاع ڇپجي وڃي ته ان کي به غير معمولي اتفاق سمجهڻ گهرجي اڪثر نه خبر پيرائتي هوندي آهي ۽ نه وري ڪو رپورٽنگ جو ڪو انداز بيهاريل هوندو آهي. باقي ٻوليءَ کي به هيڪاري مڪس پيلٽ يا ”ڪچر پچر ڪاچ“ بڻايو ڪنيو پيش ڪن!

هاڻي ٿورو اخبارن جي سرخين تي نظر ڪريو ۽ دل تي هٿ رکي ٻڌايو ته علم، ادب يا صحافت جي لحاظ کان ته ڇا پر ان کي فقط ڪو سونهائيندڙ ٻولي به هجڻ لاءِ تيار ٿيندو؟ جيڪڏهن اسان جي رسالن ۽ اخبارن جو اصلاح نه ڪيو ويو ۽ اهي بدستور ٻوليءَ جو ائين ستياناس ڪندا رهيا ته ڪجهه عرصي بعد ٻولي ڪهڙي صورت اختيار ڪري بيهندي تنهن جو اندازو هرڪو اهل علم شخص آسماني سان لڳائي سگهي ٿو.

هي اٿوَ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي ڪن اخبارن جي سرخين جا مثال:

1. اڄ سڄو شهر بند رهيو. ڪاروباري مرڪز ۽ دڪانون ڪونه لڳليا.
2. لکڻ گهرجي ته ڪاروباري مرڪز ۽ دڪان بند رهيا.
3. سانگي پاڙو وٽان چار دهشتگرد هٿيارون سميت سوگها سندن وٽان ٽي ٽي پستول ۽ سائڪلون برآمد.
4. صحيح هيئن ٿيندو: سانگي پاڙي وٽان چار دهشتگرد هٿيارن سميت سوگها- وٽانئن ٽي ٽي پستول ۽ سائيڪلون برآمد.
5. چوهڙ جماليءَ ڪوڙا نوٽن جي گردش
6. درست آهي: چوهڙ جماليءَ ۾ ڪوڙن نوٽن جي گردش.
7. 4. پنون عاقل ۾ چوندون جون سرگرميون تيز
8. هئڻ گهرجي: پني عاقل ۾ چونڊن جون سرگرميون تيز.
9. پي ڊي وارن جا استعيفا تيار آهن.
10. صحيح ٿيندو: پي ڊي وارن جون استعيفائون تيار آهن.
11. ملڪي وايو منڊل ۾ ڏوڙ ڏڪا واري صورتحال لڳي پئي آهي.
12. ڏوڙ ڏڪا شايد ڏمڪاي خيز لاءِ استعمال ٿيل آهي بهرحال جملو مبهم ۽ عجيب غريب لڳي ٿو.

13. دڪان مان اسلحو نڪتو يا اسلحو پڪڙيو ويو.
14. لِکڻ گهرجي: اسلح نڪتو يا اسلح پڪڙيو ويو.
15. ڪيٽي جتوئي ۾ چانديو ۾ ڪوسو وچ ۾ ويڙهه.

درست ٿيندو: ڪيٽي جتوئيءَ ۾ چاندين ۽ ڪوسن وچ ۾ ويڙهه.

ڳالهه فقط ٽورن يا ڪن جملن تائين محدود ناهي، بلڪ اهو فقط سنڌي صحافت جو ئي ڪمال هوندو آهي، جو ان ۾ اهڙو مواد به لکيو ويندوآهي جو ساري عبارت کي نئين سر بدلائڻ کانپوءِ ئي ان مان ڪو مفهوم پيدا ٿيندو آهي ورنه، ڪي ته بلڪل ناقابل اصلاح عبارتوان به هونديون آهن.

قادر مگسي ڪٿي آهي؟ [هڪ اخبار جي ايڊيٽوريل جو ٽڪرو]

ٽارچر ڪيمپن ۾ ويندڙ زنده اسير جيڪڏهن مرده حالت ۾ موٽندا آهن ته پوءِ تاريخ جي عدالت ڇا ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ ته ملڪ تي جمهوري راڄ ڪندڙ پيپلز پارٽي، ان جي اعليٰ قيادت شهيد چيئرمن پٽو ۽ نندي وڏي ڪارڪن هن ملڪ ۾ آمراڻي راڄ دوران سڀ کان وڌيڪ غير قانوني ۽ غير عدالتي مرحلن ۽ ٽارچر ڪيمپن مان لنگهيا هئا.

مٿي عبارت کي قابل فهم بڻائڻ لاءِ هن ريت اصلاح ڪري لکتو پوندو، جو شايد ايڊيٽر صاحب جو به مطلب هجي:

ٽارچر ڪيمپن ۾ زنده اسيرن کي وجهي ڪين مرده صورت ۾ موٽائڻ بعد تاريخ جي عدالت جو ڪجهه پيو ئي فيصلو ٿيندو آهي. ان ڳالهه جو شعور ملڪ تي جمهوري راڄ ڪندڙ پيپلز پارٽيءَ کي ضرور هوندو. جنهن جي اعليٰ قيادت شهيد چيئرمن پٽو سندس ننڍا وڏا ڪارڪن ملڪ ۾ آمراڻي راڄ دوران سڀ کان وڌيڪ غير قانوني ۽ غير عدالتي مرحلن ۽ ٽارچر ڪيمپن مان لنگهيا هئا."

2. هڪ ٻي اخبار جي مواد مان مثال

سنڌ سرڪار جي خزاني واري کاتي جي هڪ اسسٽنٽ محمد اختر

کي جونيئر هجڻ جي باوجود غير قانوني طور تي پروموشن ڪري بجيٽ سيڪشن آفيسر ڪري 17 اسڪيل ۾ رکيو ويو آهي.

منهنجي خيال ۾ مٿيون اطلاع هن ريت صحيح عبارت ۾ لکڻ گهرجي:

"خزاني واري کاتي ۾ ڪم ڪندڙ جونيئر ملازم محمد اختر کي سنڌ سرڪار غير قانوني طور تي 17 گريڊ ۾ پروموشن ڏيئي اسسٽنٽ مان بجيٽ سيڪشن ۾ ريسرچ آفيسر ڪري رکيو آهي.

هاڻي سوچيو ته جن اخبارن ۾ هڪڙي اڌ سٽ جيترو عنوان يا سرخي به غلط هوندي، تنهن جي باقي مواد جو ڇا حال هوندو ۽ پڙهندڙ کي ڇا پڙ پوندو هوندو! ايڊيٽوريل کي حالات جي صحيح تجزيي تي مبني هجڻ کان علاوه نهايت فڪر انگيز ۽ پرمغز هجڻ گهرجي. ان جو سارو مضمون گوهر فشاني ۽ نڪته شناسي سان ڀرپور هجڻ گهرجي. جو ته ايڊيٽوريل عام پڙهندڙن بدران پڙهيل ڪڙهيل خاص ذهين انسانن جي مطالع هيٺ ايندو آهي، جن کي هلڪڙي، بي معني ٻولي ۽ بي مغز فڪر ڪڏهن به ڪشش نه ڪري سگهندو. هن مضمون ۾ اهڙي گنجائش ناهي جو آئون ايڊيٽوريل جا حصا ڏيئي انهن ۾ زير بحث آيل ڳالهين جي پيش بندي ڏيکاريان! جو ته منهنجو مقصد ته فقط ٻوليءَ جي غلط استعمال ٿيل مثالن ۽ انهن جي اصلاح ۽ درستگيءَ سان وابسته آهي!.

## رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجندڙ سنڌي ترجما

سنڌي رسالن يا اخبارن ۾ اهڙن مضمون جي گهڻائي هوندي آهي، جيڪي اردو تان يا وري ڪجهه انگريزيءَ تان ترجمو ٿيل هوندا آهن. خاص ڪري نوان لکندڙ جن کي ان ڄم جي پوري ڄاڻ نه هوندي آهي، پر فقط نالي جي شوق ۾ لکڻ لڳندا آهن. اخباري ادارن ۾ ترجمي جو ڪم وري سيکڙاٽن جي حوالي هوندو آهي، جيڪي اهڙي صلاحيت کان ڪورا هوندا آهن. اڪثر ڪري ڏنو ويو آهي ته مديرن کي جهڙي صورت ۾ لکيتون ٻاهران رسن ٿيون سي بغير تصحيح ڪرڻ جي جيئن جو تيئن شايع ڪريو

ڇڏين ۽ ڪو بہ هڪ معيار قائم رکڻ جي ڪوشش نہ ٿا ڪن! مون
کي "نئين قدرين" جي ايڊيٽر مرحوم اختر انصاري اڪبر آبادي ٻڌايو هو تہ
ڪيس نؤمشق اديبن جون تحريرون، شعر ۽ ڪهاڻيون تہ ڪڏهن ڪڏهن
سڄيون ئي نئين سر لکڻيون پونديون آهن، پر ان مان ايترو فائدو ٿيندو آهي،
جو رفتہ رفتہ نون اديبن جي تحريرن ۾ گهڻي ۾ گهڻي صفائي ۽ پختگي اچي
ويندي آهي. ليڪن اسان وٽ قصو الٽو آهي. هيٺ مختلف اخبارن مان بہ
مثال نقل ڪريان ٿو. پهريون اردوءَ تان ترجمو ٿيل آهي ۽ ٻيو وري انگريزيءَ
جو ترجمو آهي.

"رياست جو ڏوڪو ڪاڏل باز رٽائرڊ ايئرمارشل اصغر خان هن ڪراڙپ
۾ بي نظير جي در تي ويهي تنهنجو الله ئي ٻلو ڪندو جون دعائون ڏيندو
رهي ٿو، جڏهن هو فضا جي بلندين کان پنهنجي شهرت جي پيراشوٽ جي
سهاري سياست جي پستي ۾ لهندو هو تہ ڪافي جوان جمان هوندا هئا.
نين امنگن ۽ سياسي ترنگن سان تربيتي جهان جي پچ سان ٻڌجي ڦوڪٽي
جيان ڦوڪجي. ٻاويهن سالن جي سياسي مشقت ۽ مارڪٽ هڻ جي سڄي
ٽين ٽين ڪديءَ ڇڏي آهي. سترهن سالن جي عمر ۾ ٻاويهن سالن جي بي
نظير جي در تي اچي ويٺو آهي. هو واحد سياسي اڳواڻ اصغر خان آهي،
جنهن جي سياسي رسي هن جي پٽ جي هٿ ۾ آهي جيڏانهن هو اشارو
ڪندو آهي. اصغر خان وري ويندو آهي. هن جي اشاري جي مار کائي کائي
وزيراعظم جي اميدوار مان ڦري اڳوڻي وزيراعظم جو دعاڳو بڻجي ويو آهي!"

ان مثالي ٽڪري مان فقط اها ئي ڳالهہ ظاهر ٿئي ٿي تہ "مشهور
سياسي شخصيتن" جي اردو ڪتاب جي مضمون جو سنڌيءَ ۾ اهڙو تہ هليو
بگاڙيو ويو آهي، جو ان جو نہ سِرُ ٿيو آهي ۽ نہ وري منهن!

انگريزي ۾ ڇپيل هڪ سياسي مضمون Benazir may single out
for statue coup 1[st] جو بہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪنهن رسالي ۾ شايع ٿيو
هو. ان مان هڪ ٽڪرو مثال طور هيٺ ڏجي ٿو.

"هوءَ آءِ ايس آءِ کي اڪيلو ڪري، صدر ملٽري ۽ آمريڪا کي
سنڌس حڪومت بہ انهن کان جدا ڪرڻ چاهي ٿي. پاڪستان ۾ تازو

وزارت اعظميٰ تان لاٿل محترمه بي نظير ڀٽو اها پاليسي اختيار ڪئي آهي ته اها آئيني بغاوت لاءِ ذميوار ڏني، آءِ ايس آءِ کي اڪيلو ڪري ڇڏي ۽ پنهنجو پاڻ کي توڙي پنهنجي پارٽيءَ جي ماڻهن کي مٿن لڳل بدعنوانين جي الزامن کان بچائي.“

وَر ورَ ڪري پڙهو ۽ ٻڌايو ته اچي ٿي ڪا ڳالهه سمجهه ۾؟ ترجمو نه ٿيو آهي اصل گلوءَ وارا ڪوڙا پيچيا ويا آهن!

هڪ مزيداري ٿي جو لينو ٽائيپ اليڪٽران ٽائيپ رائيٽر ڪمپني پاران سنڌي اخبارن ۾ اشتهار ڇپيو هو. جيڪو ساڳيو انگريزي اخبارن ۾ پڻ آيو هو. اشتهار جو پورو متن ته مون وٽ ناهي، مگر ڪجهه هن ريت هو.

”اسان جي مشهور عالم مونو ٽائيپ ڪمپني رومن الفابيٽ کان علاوه نان لٽن ٻولين ۾ به ٽائيپ رائيٽر ٺاهڻ ڏانهن توجه ڏيندي رهي آهي ۽ ان سلسلي ۾ سنڌي زبان ۾ ٽائيپ رائيٽر ٺاهڻ جو پڻ اعزاز حاصل ڪيو آهي. (ياد رهڻ کپي ته نان لٽن ٻولين مان مطلب اُهي ٻوليون آهن، جن جو رسم الخط رومن اکرن کان جداگانه نوعيت جو آهي.)

ليڪن سنڌي زبان ۾ ساڳي اشتهار جو جيڪو ترجمو ڇپيو، تنهن ۾ هيٺئين انداز سان لکيل هو. ”مونو ٽائيپ ڪمپني هن کان اڳي غير ضروري ٻولين ۾ ٽائيپ رائيٽر ٺاهڻ ڏانهن ڌيان رهي آهي ۽ هاڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽائيپ رائيٽر ٺاهڻ جو ڪريڊٽ حاصل ڪيو اٿس!“

اهو اٿوَ سنڌي مترجم جو ڪمال! جو مونو ٽائيپ ڪمپني وارن کي غير ضروري ٻولين ۾ ٽائيپ رائيٽر ٺاهڻ جو ڪريڊٽ ڏني ڇڏيائين. خبر ناهي ته ڪمپنيءَ جي ڪار پردازن کي پنهنجي ترجمي جي اصليت جي خبر پئجي سگهي يا نه؟ نه ته مترجم صاحب ۽ اخبار وارن کي شايد ڪمپنيءَ جي شهريت خراب ڪرڻ جهڙي ڪيس سان منهن ڏيڻو پئجي وڃي ها!

ٽي وي، ريڊيو، اخبارون ۽ رسالا، جن کي ٻوليءَ ۾ ادبي معيار جو نمونو هئڻ گهرجي، سي غلطين جا گهر بنجي ويا آهن. اڪثر شاعر بهار سنڌيءَ ۾ جيڪو مذڪر آهي، تنهن کي مونث ۽ موسم جيڪا مونث آهي تنهن

ڪي مذڪر لکن ٿا. پيو ته ٺهيو مگر اردوءَ جي تقليد ۾ ڪي صاحب ترجمو لکڻ وقت دل کي به مونث بجاءِ مذڪر ڪري لکن ٿا، مثلاً ”هن جو دل مضبوط هو“ ۽ ”منهنجو دل لوهه جو آهي“ يا ”هن جو دل ڪونه لڳو“ وغيره وغيره ۽ هاڻي ته نوجوان نسل جي ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ به اهي بدعتون شامل ٿينديون وڃن. اهو وقت جو لازم سمجهڻ گهرجي ته اگر تعليم تدريس، لکڻ پڙهڻ ۽ مؤثر ميڊيائن ۾ ٻولي سيکارڻ طرف هينئر کان ئي پورو توجهه نه ڏنو ويو ته ايتريقدر ته بگاڙو وڌي ويندو جو مستقبل ۾ ان جي ڪا به مستحڪم صورت ڪانه وڃي بچندي.

تذڪير ۽ تانيث ۾ تمام گهڻو غلطين جو رواج وڌندو وڃي پيو. عام ماڻهن کان علاوه ٽي وي جي ڪمپيئرز ۽ ريڊيو جي اناؤنسر صاحبان کان به بعض اوقات ڪن لفظن جو غلط استعمال ٻڌڻ ۾ آيو آهي، مثلاً:

غزل کي غزلون

داستان کي داستانون

نظم کي نظمون

۽ ڪتاب کي ڪتابون وغيره وغيره

ساهتي، ڪڇي ٻوليءَ کي فنڪارن، اديبن ۽ شاعرن جي اظهار لاءِ هرگز مناسب قرار نٿو ڏئي سگهجي. اصل انگريزي زبان ۾ لفظن جا آخري اکر ساڪن ڪري ڳالهايا ويندا آهن. سنڌي ماڻهو وري پنهنجي ٻوليءَ ۾ انهن کي هلڪي زير جي آواز سان اچاريندو آهي. ان ڪري اهڙن لفظن کي مونث طور ڳالهائڻ ۽ لکڻ جو رواج شروع کان اسان وٽ آهو البت جن لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ پيش جو زور اچي ٿو، تن کي هميشه کان مذڪر طور اچاريو ويندو آهي، جيئن سنڌي ٻوليءَ جي عام قاعدي ۾ آهي.

مثلاً مونث ۾ ڳالهائجندڙ لفظ:

ٽڪيٽ- ٽڪيٽون

سئنيما- سئنيمائون

هوٽل- هوٽلون

بجيٽ- بجيٽون

اسيمبلي- اسيمبليون
ميچ- ميچون
بينچ- بينچون
بينڪ- بينڪون
يا مذڪر طور وري هي لفظ استعمال ۾ اچن ٿا.
اسڪولُ – اسڪولَ
ووٽُ- ووٽَ
نوٽُ- نوٽَ
ڪوٽُ- ڪوٽَ
بالُ- بالَ
گلاسُ- گلاسَ
هالُ- هالَ
ڪلاسُ- ڪلاسَ

پر هينئر مضمونن مقالن يا وري ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ به گهڻو ڦيرو آيل آهي جنهن کي ڪنهن حد تائين ته اسين صرف ڦٽارو ئي چئي سگهنداسون منهنجي استدعا آهي ته اسان جي استادن ۽ ٻوليءَ جي ماهرن کي گرامر جي روءِ کان هڪ قاعدي ڪليي تي ويچار ڪرڻ گهرجي جنهن تي ٻوليءَ جي يڪجهتي سلامتيءَ ۽ رواني جو دارومدار قائم رهي سگهي.

**ننڍين ٻولين جو استعمال**

سنڌي ٻوليءَ جا وڏا اصل ۾ لاڙي، اترادي، وچولي، ساهتي، ٿريلي، ڪوهستاني ۽ ڪڇي ننڍيون ٻوليون آهن. اهي ئي اصل ٻوليون يا محاورا Dialects آهن، جيڪي مرڪزي يا علمي سنڌي زبان ۾ پراڻ پيدا ڪن ٿيون ۽ ان جي اثردار وجود کي قائم رکڻ جو سبب بڻجن ٿيون. پر خبر ناهي ته جڏهن اسين علمي ادبي زبان ۾ معياري سنڌي ٻوليءَ جو ذڪر ڪريون ٿا، ته ان تي خبر ناهي ڇو ٿو منهن گهنجايو وڃي؟ يا ان کي ٻين محاورن جي گهٽتائي ڇو ٿو محسوس ڪيو وڃي؟ دنيا جي ٻين ٻولين جي دستور

مطابق سنڌي ٻوليءَ کي ٻه اصطلاح ۽ الفاظ ته ضروري طور تي پنهنجين پراڻ ڪندڙ شاخن مان ئي وٺڻا آهن، پر هجت صرف اها آهي ته انهن کي استعمال ڪندي سنڌي ٻوليءَ جي يونيفارمٽيءَ کي ڪنهن به طور تي نظر انداز ڪرڻ نٿو جڳائي. هرطرف اصطلاح ۽ لفظ کي سنڌي ٻوليءَ جي معياري جملا ترڪيب ۾ لکجي جيئن هر طرف ۽ علائقي جو باشندو آسانيءَ سان ٻولي سمجهي، ان کي پنهنجو تصور ڪري ۽ ان ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ ۾ لکڻ تي فخر محسوس ڪرڻ لڳي. هن وقت سنڌيءَ جي واحد صورت بگڙجندي پئي وڃي. هڪ ئي رسالي يا اخبار جي مضمون ۾ هڪڙي لفظ جون مختلف صورتون نظر اينديون. مثلاً هيو، هيا، هو- هئا هوا، هو- هئو وغيره وغيره ضميري استعمال ۾ ته ڪا به صحيح تميز نه رهي آهي. مثلاً سندس، سندن، ونس- وٽن وٽانئن، کيس- کين، کانئس وغيره وغيره. جهڙن لفظن جو استعمال مفهوم جي بيان ۾ سنهنجائي ۽ سٽرائي جي علامت آهي، اهڙن لفظن کي ضرورت مطابق استعمال ترڪ ڪري اردوءَ جي تقليد ۾ ساڳي عبارت ۾ هڪ ڪان وڌيڪ هن کي هن کان هنن جو، لفظن کي هر هر ورجايو وڃي ٿو. اردوءَ جي ماهيت سان ته اهو ٺهڪندڙ آهي جو انهن وٽ اهڙا اختصاري ضمير ناهن. پر سنڌي اظهار بيان ۾ اهو اجائي ڦير ۽ ڦڏائي جو سبب بڻجي ٿو!

ٻيو ته اڪثر مضمونن ۽ ڪن اخبارن جا ايڊيٽر صاحبان به پنهنجي تحريرن ۾ ٻوليءَ جو لحاظ نٿا رکن. هو معياري انداز اختيار ڪرڻ بدران بلا امتياز مقامي ترڪيبن کي عام جام استعمال ڪري هڪ مستعمل ۽ عام اصولن کان رُوگرداني ڪندا رهن ٿا. مثلاً هيٺيون عبارتون ۽ جملا معياري يا ڪتابي ۽ صحافتي ٻوليءَ ۾ استعمال ڪرڻ آئون سمجهان ٿو ته اصولن جائز ناهي سواءِ استثنيٰ جي.

1) پاڪستاني عملدار راشي آهن. پئسا وٺي به ويزا هٿي ڏنا هوندن.
2) ان ۾ اسين جيڪي سڀ پنهنجا پاڻ ۾ آهيون، سي هڪ ٻئي کان پري پيا پڇون ۽ سمجهون پيا ته هڪٻئي کان اڳ ڪڍيون پيا وڃون.
3) سڄي عبارت انتهائي منجهيل ته آهي، پر ليڪ ڏنل لفظي ترڪيب

معيار کان هٺيل آهي)

4) دراصل توهان جو مضمون دير سان پهچندو ته ڪاڏانهن شايع ٿيندو.
5) مان توکي لاٿيون ايندس- تون ڪم ڪيون اچجئين.
6) اکيون ونڌيون ويٺو هو.
7) هڪ لومڙي چوتال پڄندي پڇ ڏاندو ڪيون ٻوڙن ٻٽن ۾ گهتون هٺندي وتندي هئي.

فني ۽ ادبي دنيا ۾ ٻوليءَ جي روايت پيدا ڪرڻ ۾ اپر سنڌ جي قلم ڪارن جو سينيءَ کان وڌو حصو آهي، پر جيڪي مشاق ۽ نامور مايه ناز سنڌي اديب ۽ صحافي ٿي گذريا آهن. تن سنڌيءَ ٻوليءَ جي معيار مرڪز ۽ محور کي قائم رکڻ جي هڪ اعليٰ روايت پيدا ڪئي. مولانا دين محمد وفائي، عبدالغفو سيتائي، حافظ عبدالڪريم سعدي، سردار علي شاهه، رشيد احمد لاشاري، لطف الله بدوي- ڪشنچند بيوس، شيخ اياز- تنوير عباسي ڪيترا نالا ڳڻائي ڪيترائي ڳڻائجن؟ اوهان انهن جون تحريرون پڙهو ۽ ڏسو ته ڇا انهن سنڌي ٻوليءَ جي ادبي اظهار ۾ ڪڏهن به ڪو مقامي محاوري جو شائبو به پيدا ٿيڻ ڏنو؟



# نصاب جوڙيندڙ ادارا ۽ تعليم جو ڍڪوسلو

موجوده دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ واسطي ترقي ڪرڻ ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ گھڻو ڪري تعليم واري ڪشادي واٽ ئي ڪليل رهجي وئي آهي. اسان جي ٻوليءَ جي باصلاحيت بنجڻ جو دارومدار فقط تعليمي ميڊيم جي ڪاميابيءَ تي منحصر وڃي رهي ٿو. جتان هڪ اهڙي سنڌي زبان اسرڻ جا موقعا ميسر ٿي ملن ٿا، جيڪا پنهنجيءَ وسعت جي مضبوط اظهار وسيلي زماني جو ساٿ ڏين جي مڪمل اهل بنجي سگهي ۽ وقت سان روان دوان هلندڙ زندگيءَ جي مرڻي شعبن جي وهنوار ۾ آسانيءَ سان استعمال ٿي سگهي. اهڙي قسم جي زبان جي ماڻهو خودبخود تحرير توڙي تقرير ۾ تقليد ڪرڻ لڳندا ۽ ان کي ڳالهائڻ پنهنجي لاءِ قومي فخر جو باعث سمجهندا. جهڙو ٻوليءَ ۽ تعليم جو پاڻ ۾ سبند آهي، تهڙو ئي تعليم ۽ نصاب هڪ ٻئي لاءِ لازم ۽ ملزوم جي حيثيت رکن ٿا. اسان جي درسي ڪتابن مان حقيقي تعليمي مقصد رکو ڪي نالي ماتر پورا ٿين ٿا، ورنه اهي تعليم جو فقط ڍڪوسلو بنجي رهجي ويا آهن.

درسگاهه جو وجود اچوڪو ناهي، پر تاريخي لحاظ کان ان جو باقاعدي رواج ملي ٿو. اها ئي جاءِ آهي، جيڪا صدين کان علمي واهپي جو مرڪز رهندي اچي. درسگاهن ۾ سکيا جو دارومدار وڏي هميشه کان قابل عمل نصاب کي سمجهيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح سان هڪ مهذب ۽ ترقي يافته معاشري جي تعمير ۾ هڪ مفيد نصاب ۽ مثالي استاد جو ڪردار پيش پيش رهندو اچي.

تعليم جو پورو نظام هڪ تڪميلي صورت ۾ ورڇيل آهي، جنهن جي ابتدا بنيادي تعليم کان مرحليوار هلندي اڳتي وڌي ٿي. ان ساري چڪر ۾ پرائمري يا بنيادي تعليم کي تمام گهڻو اهم ڪري ليکيو وڃي ٿو. اسان

وٽ تعليم جو معيار ڏينهون ڏينهن ڪرندو پيو وڃي، اِن جو خاص ڪارڻ
پڻ پرائمري تعليم ۽ ان جي سکيا ۾ پيدا ٿيل بگاڙ آهي. دراصل اسان جي
پرائمري تعليم جو نصاب جديد زماني جي اوليتن ۽ ضرورتن سان پوريءَ
طرح ٺهڪيل نہ آهي. جيڪا خوبي ۽ جاذبيت هئڻ گهرجي، تنهن کان اهو
نصاب بلڪل خالي آهي. انهيءَ مان جبلت مطابق ٻارن جي تجسس ۽ شوق
جي ڪا بہ پورائي ڪانہ ٿي ٿئي. اسان وٽ ننڍڙيءَ عمر ۾ تمام تر مذهبي
ماورائي يا اڻ ڏٺيون ڳالهيون پاڙهيون وڃن ٿيون، جنهنڪري ٻارن ۾ ذهني
اوسر جو ڏيئو ڪچيءَ ۾ ئي اجهامي وڃي ٿو.

سڌريل ملڪن جي تعليمي نصاب ۾ اولين طور فقط مشاهداتي ۽
سائنسي سچايون وارا سبق ٻارن جي ڪتابن ۾ درج ڪيا ويندا آهن. مثال
طور ٻارن جي تجربي مطابق حياتيات، طبعيات ۽ ڪيميائي عمل بابت
ڳالهيون پڙهايون وينديون آهن. ان بعد اهڙا سبق شامل هوندا آهن، جن جو
موضوع معاشري اندر قاعدن ۽ ضابطن مطابق زندگي گهارڻ بابت هوندو
آهي. جن ۾ دلچسپ انداز ۾ شاگردن کي ان جا فائدا ذهن نشين ڪرايا
ويندا آهن. مختصر تہ رهنما اصولن تي جڙيل نصاب شاگردن کي حقيقي
مسئلن کان آگاهہ ڪري کين عملي زندگيءَ ۾ ڪامياب بنائڻ لاءِ راهہ
هموار ڪري ٿو. ان کان علاوه پرائمري ريڊرن ۾ نثر ۽ نظم جا عمدا مثالي
سبق ٻارن ۾ جمالياتي ذوق اڀاري، منجهن ننڍپڻ ۾ ئي هڪ قسم جي ذهني
تحريڪ پيدا ڪندا آهن. اڪثر ملڪن ۾ تعليمي نصاب اهڙو ترتيب
ڏنل هوندو آهي جو عمر وڌڻ سان شاگردن ۾ تجسس بہ وڌندو رهندو آهي ۽
ان ڪري سندن جيئڻ جو انداز بہ تاحياتي پرشوق ۽ متحرڪ بڻجي رهي ٿو.

اهڙيءَ طرح تعميري راهہ تي هلندي، هڪ فرد جي حيثيت ۾ شاگرد
سموري انساني برادريءَ جو اثاثو بڻجي پوي ٿو. هڪ وقتائتو ۽ اثرائتو نصاب
فقط ان کي چئي سگهجي ٿو، جنهن جي ذريعي استاد شاگردن ۾ آسانيءَ سان
معلومات جو سُجهاءُ آڻي سگهي. نصاب قوم جي اعليٰ ذهانت ۽ ذوق جو
عڪاس ٿيندو آهي، پر ان جي برعڪس اسان جي نصابي ڪتابن مان
اهڙي ڪا بہ ثابتي ڪانہ ٿي ملي، الٽندو انهن مان تعليم ۽ ٻوليءَ جي
خستہ حالي ظاهر ٿئي ٿي.

نصابي ڪتابن کي لکائڻ، ترجمو ڪرائڻ، درسي انتخاب، معيار ۽ افاديت جا سڌو سنئون ذميوار ادارا اسان وٽ ”ٽيڪسٽ بڪ بورڊ“ ۽ ”بيورو آف ڪيريڪيولم“ آهن. تعليم ۽ نصاب جو اجراءُ ۽ ”ڦهلاءُ انهن ئي ادارن جي وسيلي ٿئي ٿو پر انهن ادارن جي هرڪا ڪوشس سنئين رخ ۾ هئڻ بدران فقط ڪم ٽپائڻ تي ٻڌل هوندي آهي، جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري جو اسان جا زياده تر نصابي ڪتاب تعليم، ادب ۽ ٻوليءَ ۾ ڦيٽاڙي يا بگاڙ جو باعث ٿي وڃن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو هي ادارا سُودمنديءَ جا ڪارخانا ٿي رهڻ بجاءِ عملي طور اڪارٿ خانا (Scrap Yards) ٿي رهجي ويا آهن. اها ڳالهه عجيب آهي جو انهن ادارن ۾ مضموني ماهرن (Subject Experts) جو جيتوڻيڪ لڏو لٿل آهي، تاهم درسي ڪتاب نصابي ۽ تعليمي اسلوب جي ڪنهن معمولي خوبيءَ کان به خالي نظر ايندا. اڪثر سبجيڪٽن جا سنڌي ڪتاب معيار تي پورا نٿا لهن، پوءِ ڪٿي اُهي پرائمري يا ثانويءَ جا چو نه هجن. ڪن ڪتابن جو بياني انداز ايڏو ته منجهيل آهي جو شاگرد پاڻ کي پول پُلاڙيءَ ۾ وچڙي پيل محسوس ڪن ٿا. اسان جا تعليمي ماهر ۽ قابل قلمڪار ان ڏس ۾ ضرور غفلت جو شڪار رهيا آهن، نه ته شايد اسان جو نصاب هيڏيءَ ساريءَ اُجڙيل حالت کي اچ پهتل نظر نه اچي ها. ڪجهه مهينا ٿيا جو ڪنهن همعصر روزاني اخبار ۾ پهرئين درجي جي درسي ڪتاب جو هڪ ماهر استاد نهايت باريڪ بينيءَ سان جائزو ورتو هو ۽ لساني غلطين جي نشاندهي ڪئي هئي، خاص ڪري اهڙن لفظن جي، جن جي سنڌي اُچار کي بگاڙي اردو آميز بنايو ويو آهي. اٽڪل روءِ اها ئي سيني ڪتابن جي حالت آهي. سردست مون کي جيڪي ڪتاب ميسر ٿيا آهن، تن مان ڪجهه مثال پڙهندڙن آڏو پيش ڪجن ٿا. معلوم ٿئي ٿو ته ڪتابن جي خوشنما پيڪ اندر اڱڙين ٿڱڙين جو مواد ٽنبيو ويو آهي.

ڇهينءَ جماعت جو ڪتاب هٿ ۾ آهيم. دستور مطابق، رسول ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم جن جي سيرت مبارڪ تي به سبق درج ڪيو ويو آهي، ليڪن افسوس سان چئجي ٿو ته ان جي پيرايي مان شاگردن تي ڪو به واضح ن نڪتو نقش ذهن نشين نه ٿي سگهندو. هئڻ

ائين ڪيندو هو ته سيرت حسنه جي فقط هڪڙي پهلوءَ کي اهڙي مؤثر انداز سان لکجي ها جو شاگردن کي ذهن نشين ٿي وڃي ها پر ان جي بدران محض گهڻي کان گهڻن واقعن کي هڪ هنڌ جمع ڪرڻ يا ٺهڪائڻ تي قلمي زور صرف ڪيو ويو آهي، جنهن ڪري ڪو به چٽو عڪس واضح ٿيڻ کان رهجي ويو آهي.

سنڌي نصاب جي برعڪس، جيڪڏهن اردو ڪتابن ۾ ڏنل سيرتي ۽ اسلامي تاريخ جي موضوعن تي سبق پڙهبا ته انهن ۾ هڪ سُهائيندو طريقو نظر ايندو، جنهن ۾ شخصيت جي ڪنهن واحد پهلوءَ متعلق، فقط هڪڙي واقعي کي ڪهاڻيءَ واري سهڻي انداز ۾ دهرايو ويو آهي. سبق جي اهڙي اصلاحي پيرايي مان شاگرد هڪ ئي وقت حظ به حاصل ڪري وٺي ٿو ته وري پولي به سکي ٿو. نه صرف ايترو، بلڪ عظيم بزرگن جو هڪ لازوال نقش به ذهن ۾ وهيس ٿو. اهڙيءَ طرح، ساڳئي ڪتاب ۾ "ننڍ" تي به هڪ سبق ڏنو ويو آهي. هي بنهه بور، شيطاني آنديءَ جيڏو ڊگهو سبق آهي، جنهن ۾ شاگردن جي ذوق، استعداد ۽ ادب يا زبان جي هر تعريفي پهلوءَ کي بلڪل نظر انداز ڪيو ويو آهي. هن سبق کي معلومات وارو سبق به نٿو چئي سگهجي، ڇو ته ان ۾ مشاهدي، مطالعي يا اصلاح جي لحاظ کان ڪي به قابل غور نُڪتا بيان نه ٿيل آهن. شاگردن کي خواهه مخواهه بيسود ۽ مهمل ترغيبون ڏنيون ويون آهن. بس، ائين ڇونڻ صحيح ٿيندو ته ان ۾ اڻانگ پڻانگ ڳالهين يا هرزه گوئي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي. اگر استاد همت ٻڌي شاگردن کي پاڙهڻ جي ڪوشش به ڪئي ڪندو ته پار بينچ تي ننڊاکڙا ٿي اوٻاسيون ڏيڻ لڳندا ۽ شايد استاد پاڻ به ننڊرا ديويءَ جي گود ۾ هليو ويندو!

ان ريت، سيپئي سبق هڪ ٻئي کان اُتر لهن، نصاب لکندڙن کي سبق تحرير ڪرڻ جي صلاحيت ته ڪانه ٿي ڏسجي، بلڪ ٻين اديبن يا مصنفن جي تحريرن مان انتخاب ڪرڻ جيتري پوري اهليت به نه اٿن. ورنه هوند نه سنڌي تعليم پست ٿئي ها ۽ نه وري ڪو سنڌي معاشرو ئي پوئتي ها. اڄ شاگرد ويچارا نه سنڌي درسيات مان محفوظ ٿين ٿا ۽ نه وري ڪو منجهائڻ ٻوليءَ جو محاورو يا لفظيات (Vocabulary) پڙهي پوين ٿا.

سائنسي درسي ڪتابن جو مسئلو ان ڪان به وڌيڪ گنڀير آهي. هنن ڪتابن جا مترجم اڪثر ڪاليجن جا ئي استاد هوندا آهن، جن جي صحيح معنيٰ ۾ اها فرض ادائي آهي. سائنس سان واقفيت جي بناءَ تي مترجم جي ذهن ۾ پلي ته صاف تصور (Concept) ويٺل هجي، پر ضروري ناهي ته ساڳئي فهم کي سنڌيءَ ۾ بيان ڪرڻ جي اهليت به هجيس. چو جو اهو ٽيڪنيڪل ٻوليءَ جو معاملو آهي. جيتوڻيڪ اسان وٽ سائنسي ۽ فني ڪتاب صرف اردوءَ مان ئي ترجمو ڪري لکيا ويا آهن، ان هوندي به نارسائيءَ جو اهو عالم آهي جو اڪثر ڪتابن جو بياني انداز تمام تر منجهيل آهي. ايتري قدر جو ڪا ڳالهه واضح ٿيڻ بدران سيکاريندڙ پريشان ٿي رهجي وڃن ٿا. اهوا ئي سبب آهي جو اڪثر اسڪولن ۾ ته استاد موضوع کي سمجهڻ لاءِ سنڌي بدران اردو ڪتاب پڙهي تدريسي ڪم جو اُڪلاءُ ڪندي ڏٺا ويا آهن. ستين ڪلاس جي "ابتدائي سائنس" جو ڪتاب ساري جو سارو بيان جي منجهيل اسلوب جو نمونو آهي جنهن کي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ ۾ استاد ڇڪرائجي ته ويندو ته ٿيا ٿيندوا (مون وٽ هيٺئين 1987ع جو ايڊيشن آهي) دراصل اهڙن سڀني ڪتابن کي نئين سر لکائڻ جي ضرورت آهي. آئون هتي نموني طور صرف به مثال پيش ڪندس، جيئن هڪ منجهيل ۽ صاف اسلوب ۾ فرق جو اندازو ٿي سگهي:

باب ائون، صفحو 58 اصل پئراءِ

"مشينن يا ڪلن جي استعمال ماڻهوءَ کي اهڙي ڪم ڪرڻ جوڳو ڪيو آهي، جيڪو پنهنجي ليکي، انا مدد جي، ڪرڻ جو ست يا سگهه نٿو رکي. ڪلن کيس انهن قوتن کي پنهنجي هٿ وس ڪرڻ جوڳو پڻ ڪيو آهي، جيڪو هوا پاڻيءَ ۽ پارٽن ۾ موجود آهي. ڪلون نه هجن ها ته ماڻهو هوند اڃا اوائلي ۽ ان سڌريل (Primitive) ڏ ور ۾ ئي هجي ها ۽ هيستائين جيڪو واڌارو ڪيو آئين سو هوند ڪڏهن به نه ڪري سگهي ها."

مٿئين مثال جي الجهيل ترڪيب سبب ان مان پورو مطلب ئي نٿو نڪري. اگر اهو هيٺئين انداز سان لکڻ ۾ اچي ها ته زياده آسان ۽ با مقصد بنجي سگهي ها:

”مشينن يا ڪلن جي استعمال ماڻهوءَ کي تمام سگهارو بنائي ڇڏيو آهي، جنهن ڪري هو اهڙا وڏا ۽ ڳرا ڪم ڪري سگهي ٿو، جن ڪلن انسان کي هوا، باهه ۽ پاڻيءَ جي لڪل قوتن تي پڻ ضابطو بخشيو آهي. ڪل ايجاد نه ٿئي ها ته ماڻهو اڃا تائين اوائلي ۽ غير مهذب دؤر ۾ ئي زندگي پيو بسر ڪري ها ۽ هيءَ هيڏي شاندار ترقي جيڪا وجود ۾ آئي آهي، سا هرگز ٿي نه سگهي ها.“

هيڪاري جتي نج سائنسي اصول بيان ڪيا ويا آهن، اتي ٻولي سمجهه کان بلڪل ٻاهر آهي. پڙهندڙ روشنيءَ جا قاعدا ۽ ان جهڙا ٻيا موضوع پڙهي خود اندازو لڳائي سگهن ٿا. هتي مثال ڏيڻ جي ضرورت نٿو سمجهان.

ستين ڪلاس جي بنسبت اٺين ڪلاس جي سائنس جي ڪتاب ۾ ڪوشش ڪري مناسب لفظن ۾ اصرل سمجهايا ويا آهن. ٻن ڪتابن جي واضح فرق مان اها ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي ته هڪڙو مترجم اهل ناهي، پر ٻيو ٻوليءَ ۽ ترجمي جي خاصي اهليت رکي ٿو.

ان کان وڌيڪ عجيب ترجمو اٺين ڪلاس جو ”گهرو وهنوار“ (هوم اڪنامڪس) جو لڳي ٿو (ڇاپو 1988ع). ترجمي نگار کي ٻوليءَ جي ڄاڻ کان ڪورو ۽ سيڪڙاڻ چئي، قصور وار ٺهرائي سگهجي ٿو، پر پوءِ ايڊيٽر ۽ نظرثاني ڪندڙ لاءِ ڇا چئجي؟ جنهن جي سڃاڻپ وڏي اديب ۽ شاعر جي حيثيت ۾ قائم آهي. هو ورهين کان ”ٽيڪسٽ بڪ بورڊ“ جي اهم رڪن جي حيثيت ۾ نصاب جي تصحيح جو فرض نڀائي رهيو آهي. سندس نالي ڏسڻ سان مثالي درسي اسلوب جو جيڪو يقين ويٺو هو، سو ڪتاب پڙهڻ سان محض ڀرم ثابت ٿيو! آئون هتي ”ڳڱڙن“ جهڙن بعض اصطلاحن يا نثري ڀاڱن تي بحث ڪري مضمون کي طويل نه ڪندس. رڳو هڪڙي باب جو عنوان هيٺ لکان ٿو، جيڪو ڪتاب ۾ درج آهي. لکيو ويو آهي ته ”غذا کي ڪِني ڪرڻ جا ڪارڻ“ جيتوڻيڪ لکندڙ جو مقصد ”غذا جي ڪِني ٿيڻ جا ڪارڻ“ بيان ڪرڻ آهي! پڙهندڙن کي ”ڪني مان خرار“ جو اندازو ٿي ويو هوندو، باقي وڌيڪ هو پاڻ پڙهي اندازو لڳائين. هتي نائين ۽ ڏهين

ڪلاس جي فزڪس جي ڪتاب جو ذڪر ڪرڻ تمام ضروري سمجهان ٿو. اهو ناقص ڪتاب پاءُ صديءَ ڪان بہ ڊگهي عرصي تائين اُستادن ۽ شاگردن جي مٿي ۾ لڳو رهيو. دراصل ثانوي درجي لاءِ طبعيات جو جيترو مضمون اهم شمار ٿئي ٿو، اوترو ئي ان جي سکيا مشڪل پڻ آهي. سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي ميدان سنڌ ۾ اڳواٽ تيار نہ آهي. ان ڪري ئي اهو موضوع ۽ مضمون سنڌي زبان لاءِ ڪي قدر اوپرو رهيو آهي. ان قسم جو سنڌي نصاب جيتري قدر ڏيان سان لکائڻ جي ضرورت هئي، بورڊ وارن اوترو ئي غير ذميوار روش جو مظاهرو ڪيو ۽ ڪتاب جو ترجمو ماڳهين اهڙي ليکڪ جي حوالي ڪيو ويو جو سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ ڪيس شايد سنڌي لکڻ جو اڳي ڪڏهن تجربو ئي نہ رهيو آهي، سنڌي علمي ۽ سائنسي پيرايو تہ دور از ڪار ڳالهہ آهي تدريسي عملي ۽ شاگردن جي مس مس وڃي انهيءَ ڪتاب مان جان آجي ٿي آهي. جو نئين ڪورس تحت نوان ڪتاب ڇپجي آيا آهن. ان ڪان علاوه جي.ايس. ٽيءَ لاءِ اردوءَ تان ڪرايل اهڙا سنڌي ترجما بہ نافهم ڪتابن ۾ شمار ٿين ٿا، جيڪي محض سفارش ۽ اثر رسوخ باعث اهڙن آفيسرن کي ترجمي لاءِ ڏنا ويا، جن کي سنڌي تحرير لکڻ جو ان کان اڳي ڪوبہ ڏانءُ نہ هو.

سڀ ڪان عجيب غريب وري ٻارهين ڪلاس جو سنڌي ٽيڪسٽ بڪ آهي. هي ڪتاب ترجمي بدران جيتوڻيڪ اصلي تحريرن تي ٻڌل آهي، تہ بہ نصابي ضرورتون ڪرڻ ڪان ڪوهين ڏور آهي. هن ڪتاب کي رائج ٿئي ذري گهٽ اڌ صدي پوري ٿيڻ تي آهي. تعليم جي تاريخ ۾ هي پهريون ۽ انوکو واقعو آهي جو ايڏي ڊگهي عرصي تائين مستقل ڪو ڪتاب رائج رهيو هجي. اهو درسي قدر ۽ معيار ڪان خالي سهي، مگر ايترو سو فائدو ضرور ٿيو آهي جو شاگردن کي پڙهائيءَ ڪان آجو ڪرائي ڇڏيو اٿس. ڪاليجن جا سنڌيءَ جا استاد بہ پاڙهڻ جي تڪليف ڪان بلڪل آزاد بنجي چڪا آهن. اها بہ ڳالهہ آهي تہ هِن ڪتاب خود سنڌي شاگردن ۾ ئي سنڌي ٽيڪسٽ ۽ ٻوليءَ لاءِ هڪ اڻوڻت جو اُڀار پيدا ڪري وڌو آهي، جيڪو اڻوڻندڙ مشاقيءَ ۽ لاڳيتي بي سود ورجاءُ جي ڪري فطري آهي. ان

ڪري جو شامل مواد لاڳاپيل درجي يا شاگردن جي استعداد کان تجاوز ٿيل آهي، تنهن ڪري هنن لاءِ غير موزون ۽ بي معنيٰ هئڻ جي حيثيت رکي ٿو. ڪتاب جي ترتيب مهل سهيڙيندڙن جو ڌيان انهيءَ نڪتي تي چميل ڏسجي ٿو ته فقط وڏي کان وڏن لکندڙن جون تحريرون ان ۾ شامل ڪيون وڃن. سٺي ۽ معياري مواد تي اها واحد ڪسوٽي سندن آڏو رهڻ جو اهو نتيجو نڪتو جو شاگردن جي ذوق ۽ لياقت جو لحاظ ڪرڻ بنا، رڳو ڳُوڙهيون لکتيون ڪتاب ۾ شامل ڪيون ويون. اهڙا مقالا سمجهڻ واسطي تاريخ، تنقيد ۽ فلسفي جو مطالعو ضروري ٿيندو آهي ۽ شاگردن جو ذوق به ادب ۽ شاعريءَ لاءِ اڳواٽ تربيت يافته هئڻ لازمي ٿئي ٿو. مذڪوره ڪتاب ۾ علامه قاضيءَ جون چار تقريرون، ڊاڪٽر دائود پوٽي جا ٻه مقالا، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ ۽ ٻين جا مضمون ڏنا ويا آهن. علامه صاحب جون تقريرون واقعي فڪر انگيز هئڻ باعث علمي باريڪين تي روشني وجهن ٿيون. سندن خطاب خاص ڪري استادن ۽ سڪيا متعلق آهي پر شاگردن ڪي ههڙا مقالا پاڙهڻ مشڪل آهن ۽ سندن ذهن تي بار ثابت ٿين ٿا. ڊاڪٽر دائود پوٽي جو ادبي تحقيق تي پڌل مضمون شاگردن جي استعداد کان گهڻو مٿي آهي. ٻيو ته وري ڊاڪٽر صاحب جا ڪڍيل نتيجا به جديد تحقيق جي پيٽ ۾ اڻپورا ۽ ڪم مايه محسوس ٿين ٿا. ٻيا به اهڙا ئي مدي خارج مقالا نصاب ۾ شامل ڪيا ويا آهن، جنهن سبب اهو شاگردن لاءِ خشڪ ۽ دقيق بنجي پيو آهي.

ٻئي پاسي، اردو شاگردن لاءِ انٽر ميڊيئيٽ ڪلاس جو اردو نصاب نثر ۽ نظم جو هڪ بهترين ادبي انتخاب آهي. ان ۾ "فسانه عجائب" جي داستان گوئيءَ کان وٺي منشي پريمچند جي افسانه نگاريءَ مان قديم ۽ جديد اردو نثر جون چونڊ شيون شامل ڪيون ويون آهن، جيئن نه رڳو نثر جي تدريجي ارتقا جي واقفيت ملي بلڪ ادبي صنفن جي به ڄاڻ حاصل ٿئي. مطلب ته شاگردن ۾ ادبي شعور ۽ ذوق پيدا ڪرڻ جو ڪافي سامان، ڪتاب اندر موجود آهي. خبر ناهي ته ٻارهين ڪلاس لاءِ سنڌي نصاب ڪي ترتيب ڏيڻ وقت اهڙي موزون ادبي انتخاب کي ڇو مثال نه بڻايو ويو؟

هن اٿن انين گهرجي ها ته پارهين ڪلاس جي نصاب ۾ هلڪا ڦلڪا مضمون، وڻندڙ ڪهاڻيون، ڪو ڊرامو يا وري ڪنهن مقبول ناول مان هڪ ٻه باب نثر واري ڀاڱي ۾ درج ڪيا وڃن ها، جن ڪي اسين نمائنده يا چونڊ ادب چئي سگهون ها. البته نثر جي درجيوار ترقيءَ مطابق ادبي شين کي نصاب ۾ ترتيب ڏيڻ زياده بهتر ٿئي ٿو.

جيئوٽيڪ پارهين ڪلاس جو سنڌي ڪتاب اختياري وارن وقت بوقت بدلائڻ جي ڪوشش ته ورتي آهي، تاهم نئون ڪتاب لکائڻ ۾ هو، قطعي طور ناڪام ٿيا آهن، جنهن مان اها ڳالهه ثابت ٿئي ٿي ته اسان وٽ ماهر نصاب نويسن، تعليمدانن ۽ لساني ڄاڻن جي زبردست کوٽ پيدا ٿي چڪي آهي. اهو ئي سبب آهي جو مقرر معيار ۽ تقاضائن آهر ڏينهون ڏينهن مواد ملڻ مشڪل ٿيندو وڃي. علمي ترتيب ۽ تدوين ۾ جتي سفارشن ۽ ذاتي مفادن جي پورائيءَ ۽ شخصي پسند ۽ ناپسند کي دخل هوندو، اُتي مثبت انداز ۾ ڪو ڪم سرانجام ٿئي، سو مشڪل آهي. اٽڪل پندرهن سال اڳ، ڊاڪٽر غلام علي الانا جي ساٿ ۾ مون خود نئين نصاب جي روشنيءَ ۾ ڏسيل نون موضوعن مطابق وڏيءَ محنت ۽ ڪاوش سان ڪتاب لکيو ۽ ترتيب ڏنو هو. باقي نظم وارو ڀاڱو زير ترتيب هو، جو اوچتو واسطيدار عملدار جو حڪم پهتو ته في الحال ڪم کي مهمل رکيو وڃي، جنهن تي مون هڪ احتجاجي مراسلو پڻ لکي موڪليو هو. وري چند سال اڳ ۾ بورڊ جي اهلڪارن پنهنجن دل گهرين کي ساڳئي نصاب جي تدوين جو ڪم سونپيو هو، جي صاحب ان کي تڪميل تي رسائي نه سگهيا.

منهنجيءَ ملازمت جي شروعات کان اڄ انين اهو ئي ناڪاره ڪورس دهرائيو ڏسان پيو. حالانڪ 1964ع کان ٻه چند سال اڳ اهو ڪتاب ڪاليجن ۾ رائج ٿيو هو. بهرحال تعليم ۽ تدريس سان لاڳاپيل فرد هن ڪتاب مان عاجز اچي چڪا آهن، پر پوءِ به خبر ناهي ته بورڊ وارا پاڻ ڪتاب کي ترڪ ڪرڻ ٿا چاهين يا ! خود ڪتاب کين چنبي پيو آهي! ڳالهه ڪيئن به هجي، پر جڻ ته اهو سندن مجبوري بنجي پيو آهي، ڏسڻ ۾

اچي ٿو تہ ”ٽيڪسٽ بڪ بورڊ“ وارا پنهنجيءَ نارسائيءَ ۽ نااهليءَ کي ڍڪڻ لاءِ جت ڪٿ انهيءَ ڪتاب کي ڍال طور استعمال ڪن ٿا.

مثال طور پي ٽي سي جي ڪلاسن واسطي مادري زبان جي نصاب جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ بہ پارهين ڪلاس جي ساڳئي ڪتاب کي ٽيڪسٽ بڪ طور شامل ڪيو ويو، جاڪاڻ تہ ڪافي مدت گذرڻ جي باوجود بہ اختياريءَ وارا نئون مجموعو تيار ڪرائڻ ۾ بلڪل ناڪام ويا. مطلب تہ سنڌي شاگردن جو تعليمي معيار گهٽائڻ ۾ اهڙن ڪتابن جو وڏو حصو آهي، جيڪي يا تہ حقيقي ضرورتن ڪان بلڪل بي تعلق آهن يا وري غير صحيح هوندا آهن يا تہ بلڪل غير معياري نصاب جو درجو رکندا آهن. بهرحال، هينئر وري ”ٽيڪسٽ بڪ بورڊ“ طرفان نئين نصاب مطابق تيار ڪرايل نوان ڪتاب ڇپجي ميدان ۾ اچڻ شروع ٿي ويا آهن، جنهنڪري ناڪاره ڪتابن کان ڇوٽڪاري ملڻ جي اميد پيدا ٿيڻ فطري آهي. ڇا، نئين تعليمي سال ۾ اهڙي ڪا وڏي تبديلي ايندي، جيڪا اسان لاءِ خوش بختي ثابت ٿئي؟

دراصل جيڪڏهن اسين چاهيون ٿا تہ ايڪيهين صديءَ ۾ اسان جي سنڌي ٻولي ڪاميابيءَ سان همڪنار ٿي روشن منزل ڏانهن قدم وڌائي تہ پوءِ اسان کي سنڌي ميڊيم تعليم کي اهڙو ڪارگر ڪرڻو پوندو جو اُها اعليٰ تعليم جي وسيلي ڏانئين هڪ مؤثر ٻولي بڻجي سگهي. اهڙيءَ طرح، نصاب کي واضح مقصدن جي تحت مرحليوار ترتيب ۾ آڻڻ ۽ سهيڙڻ جي ضرورت آهي، نصاب لاءِ اعليٰ ذهانت ۽ قابليت جي چونڊ ڪئي وڃي ۽ بهترين ”ٽئلنٽ“ کان ڪم ورتو وڃي. شاگردن جي ذوق ۽ ذهني واڌاري کي هر لحاظ کان خيال ۾ آڻڻ گهرجي. اهو سڀ ڪجهہ اهڙيءَ طرح ڪجي جو شاگرد جي دلچسپي ۽ ڪشش هر صورت ۾ قائم رهي، جيئن ٻوليءَ جي سکيا ممڪن ٿيڻ سان گڏ معلومات جو رسائُ بہ آسانيءَ سان ٿي سگهي.

(هي مضمون ماهوار عوامي امنگ حيدرآباد جي فيبروري 1998ع واري پرچي ۾ شايع ٿيو)

*

# سنڌي ڪيئن پاڙهجي

ٽريننگ ادارن ۾ مون تقريباً چار سال مدرس جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو آهي. اهو سمورو عرصو محض سنڌي نصاب ۽ ادب پاڙهيندو رهيس. نظري ۽ عملي تعليم توڙي تدريسي طريقا (Teaching methods) سيکارڻ جو ڪڏهن به وجهه نه مليو، سو ان ڪري جو تعليمي سڪيا جي امتيازي ڊگري يعني بي ايڊ يا بي ٽي حاصل نه ٿم جنهنڪري قدرتي طور مون کي اهڙي نوعيت جو باقاعده مطالعو به نه آهي. تاهم پنهنجي هم ڪار رفقين ۽ دوستن کان گهڻو پرايم- ٽريننگ ڪاليج ۾ سند يافته استاد زير تربيت معلمن ۽ شاگردن کي عملي سبق ڏئي ڏيکاريندا هئا. ڊمانسٽريشن هال ۾ عملي سبق جي اختتام بعد ان جي خوبين ۽ خامين تي نڪته چيني ٿينديِ هئي ۽ سبق جي ڪاميابي يا ناڪاميابيءَ متعلق دليل دلائل ٿيندا هئا. مون اهڙن مباحثن مان گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو ۽ پنهنجي ذهن ۾ گهڻائي نتيجا قائم ڪندو هوس. آئون بذات خود به شاگردن جا "عملي سبق" ڏسندو هوس، کين ليسن نوٽ ڪڍي ڏيڻ ۽ ان متعلق هدايتون به ڏيندو هوس.ا هي سيئي ڳالهيون منهنجي فرائضن ۾ شمار هيون. بهرحال سنڌي پاڙهڻ جيڪي انيڪ سوال پيدا ٿيا، تن کي وقت به وقت هن مخزن جي ذريعي اظهار ڪندو رهندس.

اهو سڀ چو ضروري سمجهان ٿو؟ ڇاڪاڻ ته سنڌي زبان کي موجوده وقت پاڪستان ۾ هڪ اعليٰ تعليمي مقام حاصل آهي. هڪ طرف اها هائر سيڪنڊري تائين ذريعہ تعليم بنيل آهي ته ٻئي طرف وري يونيورسٽيءَ ۾ ان کي بي اي پاس ۽ آنرز تائين ذريعہ امتحان طور استعمال ڪيو وڃي ٿو. مستقبل ۾ اسان جي زبان جي ترقيءَ جا امڪانات اجا به روشن آهن. فقط استادن، ليڪچرارن، زبان جي ماهرن ۽ اديبن تي اهو فرض عائد ٿئي ٿو ته،

اسان مان هرڪو پنهنجي سبجيڪٽ ڪي سنڌيءَ ۾ پاڙهڻ ۽ لکڻ جيتري مهارت ضرور پيدا ڪري، ڇاڪاڻ ته ڪا به زبان اعليٰ تعليم تائين درس و تدريس جو ذريعو فقط اهڙيءَ صورت ۾ئي بنجي سگهي ٿي.

هن مقالي جو مقصد آهي ته پرائمري ۽ ابتدائي ڪلاسن ۾ سنڌي ٻولي سيکارڻ لاءِ جيڪي به طريقا آزمايا ويا آهن، تن جون خوبيون ۽ خاميون ڄاڻان– ۽ ماهرين فن ۽ استادن آڏو اهو مسئلو پيش ڪريان ته آيا سنڌي زبان پاڙهڻ لاءِ ڪهڙو طريقو بيڪ وقت آسان ۽ ڪارگر ٿي سگهي ٿو؟

سنڌي تعليم جي ڪاميابيءَجو دارومدار ان ڳالهه تي آهي ته، ان کي ابتدائي ڪلاسن ۾ سائنتيفڪ ۽ موثر طريقي سان پاڙهيو وڃي. اهو طريقو ٻوليءَ جي بناوت ۽ مزاج وٽان به هجي، ته شاگردن جي طبيعت تي بوجو به نه ٿئي. ابتدائي تعليم جو بنياد مضبوط هوندو ته پوءِ ان تي ڪيڏي اوچي عمارت تعمير ڪري سگهجي ٿي. پاڙهڻ جي مختلف طريقن تي بحث ڪرڻ کان اڳ، سنڌي سيکارڻ ۾ جيڪي چند دقتون بيان ڪيون وڃن ٿيون،تن بابت گفتگو ڪجي ٿي.

سنڌي حروف تهجي متعلق ڪثر ٻڌبو آهي ته اها گهڻو منجهائيندڙ۽ مشڪل آهي ۽ ٻار ان تي آسانيءَ سان عبور نٿو ڪري سگهي. ٻين خامين کان علاوه سڀ کان مک اعتراض اکرن جي وڏي تعداد متعلق هوندو آهي. مثلاً انگريزي ۾ 26 حروف آهن، فارسي 33 ۽ عربيءَ۾ رڳو 28 حرف ٿين ٿا، ان جي برعڪس سنڌي حروف تهجي 52 اکرن تي مشتمل آهي، جنهنڪري ٻار پڙهائيءَ جي ڏاڪي تي دير سان پهچن ٿا.

اهڙا سڀئي اعتراض حقيقت جي برخلاف آهن. سنڌي زبان جو خط تقريباً مڪمل آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾گهڻو ڪري. سمورن صحيح (Consonants) ۽ سر آوازن (Vowels) لاءِ الڳ الڳ نشان موجود آهن. سنڌي رسم الخط اصل ۾ عربي تحرير آهي؛ جنهن کي نسخي خط سڏجي ٿو ۽ فارسي رسم الخط عربي نسخ جي تراشيل صورت آهي، ان کي نستعليق چوندا آهن. اردو رسم الخط وري فارسيءَ تان ورتل آهي. جن به ايشيائي ۽ افريڪي ٻولين پنهنجا رسم الخط عربي خط مان جوڙيا آهن، تن ان جي مڙني

اکرن کي جيئن جو تيئن پاڻ وٽ قائم رکيو آهي. ان ڪري ڏسبو اردو الف بي جو انگ 46 کي وڃي رسيو آهي. اسان وٽ به هيٺيان عربيءَ جا حرف، جيتوڻيڪ مستعمل آهن . مگر جن آوازن جي اهي نمائندگي ڪن ٿا، سي ٻوليءَ ۾ ٽين ئي ڪونه.

ذ- ض- ظ

ع- ط- ح

ث- ص- ق- ء

ان ڪري ائين ڪونه چئبو ته اسان جي رسم الخط ۾ زائد اکرن يا حرفن جي ڪثرت آهي. ڇاڪاڻ ته اسان جو خط عربيءَ تان ماخوذ آهي ۽ مذڪوره حرف ان جا لازم جزو آهن. سنڌيءَ جي هڪ ڄاڻوءَ سنڌي لکڻ جي صورت کي سهل ۽ اسان بنائڻ لاءِ انهن فروعي حرفن کي ڪڍي ڇڏڻ جو مشورو ڏنو آهي. انهيءَ کان جيڪڏهن اهو مشورو ڏنو وڃي ها، ته هاڻوڪي رسم الخط بدران ديوناگري خط يا رومن خط اختيار ڪيو وڃي يا مرڳو نئون خط ايجاد ڪيو وڃي، ته پوءِاهڙي خيال آرائيءَ کي رڳو في الوقت غير مفيد ۽ ناقابل عمل چئي سگهجي ها- مگر مذڪوره بالا راءِته انتهائي غير علمي به آهي.

عربي- سنڌي خط کي قائم رکي، فروعي حرفن کي ڪڍي ڇڏڻ سان يقيناً وڏي خرابي ٿيندي. لکڻ جي صورت ۾ ڪيئن مونجهارا پيدا ٿي پوندا ۽ زبان جي ترقيءَ جي راه ۾ وڏيون رنڊڪون حائل ٿي وينديون. اسان وٽ لفظن جي صورت خطي هڪڙي هوندي ته عربي، فارسي، اردو ۽ ٻين زبانن ۾ ساڳيا الفاظ ٻيءَ صورت ۾ لکيل هوندا. لفظي صورتن جو اهڙو عدم تعين هر حالت ۾ نقصانڪار آهي. ٻين خرابين سان گڏ اِهو سمورو فائدو به زائل ٿي ويندو، جو مختلف زبانن ڳالهائيندڙن کي رسم الخط جي يڪسانيءَ مان حاصل ٿي سگهي ٿو. ڪي سنڌيءَ جا ماهر وري اردو فن تحرير کان گهڻو متاثر ۽ مرعوب ڏسجن ٿا ۽ هو نون سالم ۽ نون غنم ۽ ي معروف ۽ ي مجهول وارين ترڪيبن ڪرڻ جا خواهان آهن. سنڌي رسم الخط ۾ ڪا به اهڙي قسم جي ترميم ۽ تبديل فائديمند ثابت نه ٿيندي.اهو هڪ علحده علمي ۽ فني نڪتو آهي، جنهن تي تفصيلي بحث جي ضرورت آهي.

سنڌي حروف تهجي جي نظام جو بغور جائزو وٺنداسون ته معلوم ٿيندو ته هيءَ خط اسان جي زبان لاءِ مڪمل خط جي حيثيت رکي ٿو. ان مان اسان جون تحريري ضرورتون ۽ تقاضائون گهڻي قدر پوريون ٿي وڃن ٿيون. آئون انهيءَ راءِ جو هر گز نه آهيان ته موجوده عربي-سنڌي خط تقص کان بنهه آجو آهي. ڪنهن به خط لاءِ اهڙدي دعويٰ هرگز نٿي ڪري سگهجي ته اهو صوت نگاري جي تقاضائن ۽ لسانياتي اصولن تي بلڪل پوريءَ طرح سان ٺهڪي سگهي ٿو. هر ڪنهن زبان جي رسم الخط ۾ ڪي نه ڪي پيچيدگيون ۽ دشواريون ضرور ٿين ٿيون. مغرب جا ڪيترا عالم به رومن خط ۽ بالخصوص انگريزي خط کي گهڻيقدر ناقص سمجهن ٿا. سر آئزڪ پٽمين، جارج برنارڊشا، پال پاسي جيسپرين، ميڪارٿي، بلوم فيلڊ ۽ Mario Pei علمي طور چند چاڻ ڪري ان جون ڪيتريون ئي لوٽايون ظاهر ڪيون آهن، هتي ناظرين جي دلچسپي خاطر ٻي ٿي مثال پيش ڪجن ٿا.

جارج برنارڊشا جي اندازي مطابق انگريزي خط ۾ حروف صحيح جو تعداد ڪم از ڪم 42 هئڻ گهرجي ۽ حروف علت جو 14، يعني ته انگريزي زبان لکڻ لاءِ 58 حرفن جي ضرورت پوي ٿي، ليڪن موجوده حرفن جو تعداد ڪل 26 آهي، جنهنڪري هاڻوڪي رسم الخط خطرناڪ حد تائين ناڪافي آهي. ٻئي هڪ عالم جو چوڻ آهي ته رومن رسم الخط جو حرفي نظام غير صوتي آهي، ڇاڪاڻ جو حرفن جا نالا انهن جي مڪتوبي آوازن تي دلالت نٿا ڪن. مثال طور (w) تحرير ۾ جنهن آواز لاءِ استعمال ٿئي ٿو، ان جو ٿورو اشارو به ان حرف جي نالي ۾ موجود نه اهي. اسان جي زبان ۾ (w) جو مترادف اکر (و) آهي. ليڪن سنڌيءَ ۾ هر ڪنهن حرف جو نالو، جنهن آواز لاءِ ڪتب اچي ٿو، تنهن سان مطابقت رکندڙ آهي. Mario pei انگريزيءَ ۾ املا Spelling جي مونجهارن ڏانهن اشارو ڪندي چوي ٿو ٻيءَ ڪنهن به زبان ۾ ممڪن نه آهي ته Ough جهڙن اکرن کي گڏي ست مختلف آواز پيدا ڪيا وڃن. جهڙوڪ: Bought Through, Rough, Bough, Hiccogh through, Dough يا ان جي برعڪس وري

هڪڙو آواز جنهن کي هوئڻ رواجي طرح SH جي علامت سان ظاهر ڪجي ٿو، تنهن کي چوڏهن مختلف نمونن سان لکيو وڃي ٿو. Fuchsia, Sugar, Shoe, Nation, Suspicion, Ocean, Issue, Mansion, Mission, Pshaw, Nausceous, Conscious, Chaperan, Shist,

انگريزي خط جي پيچيدگين جي باري ۾ بلومر فيلڊ رقمطراز آهن تہ

• اسين Sun ۽ Son الڳ الڳ لکون ٿا، حالانڪ ٻنهي ۾ صوتيہ هڪجهڙا آهن. ليڪن Lead (اسم) ۽ Lead (فعل) ساڳيءَ طرح لکون ٿا، جيتوڻيڪ صوتيہ ٻنهي جا مختلف آهن. Hoe, Sow„ Sew, So, Owe, Oh, Though, Beau جي پڇاڙي ساڳئي صوتيہ سان ٿئي ٿي، مگر تحرير ۾ سيئي مختلف نمونن سان لکون ٿا. اهڙيءَ طرح وري Cough, Through, Bough, Though سيئي لفظ جدا جدا صوتين سان ختم ٿين ٿا،مگر اسين سيني کي ساڳين ئي حرفن Ough سان لکون ٿا. اسان جو حرف (x) بہ فاضل يا زائد آهي، ڇاڪاڻ جو ان سان ساڳيائي صوتيہ پيش ٿين ٿا مثلاً (Ks) جئين tax ۾ آهي ۽ Gz جيئن Examine ۾آهي. اسان جو C حرف بہ زائد آهي ڇاڪاڻ جو ان سان ساڳيا صوتيہ پيش ٿين ٿا. مثلاً جهڙيءَ طرح Cat ۾ آهي يا (s) وري جيئن cent ۾ آهي. شڪاگو جي معياري انگريزيءَ ۾ ٽيهہ ابتدائي صوتيہ آهن، اسان جي الف بي جا چويهہ حرف، صوتياتي رڪارڊ لاءِ تمام ٿورا آهن، ڪن صوتين لاءِ اسان ٻن حرفن جا جوڙ ڪتب آڻيندا آهيون، مثال طور She, The ابتدائي صوتيہ آهن، جيئن Thin ۽ Shin ۾ آهي ۽ Ng وري آخري صوتيہ ٿئي ٿو، جيئن Sing ۾ آهي.

پڙهندڙ حضرات ڏٺو تہ دنيا ۾ جيڪو سڀ کان سٽريل (رومن خط) سمجهيو وڃي ٿو، تنهن جي بہ حقيقي حيثيت ڇا آهي؟ رومن خط هجي يا عربي خط هجي، ديوناگري خط هجي يا چيني خط هجي، هر ڪنهن ۾ خوبين سان گڏ ڪي خاميون بہ ضرور ٿين ٿيون. ترقي يافتہ ۽ ترقي پذير ملڪن جا عالم پنهنجي پنهنجي رسم الخط ۾ ڪميون بيشيون محسوس ڪري رهيا آهن ۽ ماهر لسانيات ۽ ماهر تعليمات موجوده تحريري طريقن کان گهڻو خائف نظر اچن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو بين الاقوامي

صوتي نگارن International Phonetic Transcription کي وجود ڏنو ويو آهي. علم انسان ۽ صوتيات جي علمي ۽ فني بحثن ۾، زبان جي الفاظن ۽ جملن کي (صوتي خط) ذريعي لکندا آهن، ڇاڪاڻ جو ان ۾ هر ڪنهن لفظ کي آوازن جي عين مطابق صحيح صورت ۾ آڻي سگهجي ٿو.

آمريڪا ۽ يورپ جي قومن جا رسم الخط جيتوڻيڪ ناقص آهن، ليڪن اتي جا ارباب اختيار پنهنجي زبانن کي لکڻ لاءِ نه ته بين الاقوامي صوتي خط، اختيار ڪن ٿا ۽ نه وري محض ترميمون ۽ اضافا ڪري پنهنجي مروج خطن کي صوتي ۽ لساني اعتبار کان ڪجهه قدر صحيح صورت وٺائين ٿا. جيتوڻيڪ قدرت پنهنجي بي شمار ذرائع ۽ وسائل سان انهن قومن کي نوازيو آهي ۽ هر علم و فن، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ زبردست مهارت حاصل اٿن- ازانسواءِ جدت پسند ۽ ترقي پسند قومون به اهي ئي سڏجن ٿيون. تاهم رسم الخط جي سلسلي ۾ ڪنهن به تبديليءَ کي هن دور ۾ ناممڪن تصور ڪن ٿا. سنڌي رسم الخط ۾ به بنيادي طور رڳو نالي ماتر ترميم ڪرڻ يا معمولي تبديلي ڪرڻ به هن دور ۾ انتهائي نقصان رسا قدم ٿيندو.

## پاڙهڻ جا طريقا

### 1. تهجي طريقو

سنڌ ۾ آڳاٽي زماني کان، شاگردن کي ابتدائي تعليم مادري زبان ۾ ڏني ويندي هئي. هڪ اندازي مطابق سترهينءَ صديءَ ۾ سنڌي زبان کي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ باقاعده پاڙهيو ويندو هو. اهڙي تصديق رچرڊ برٽن جي بيان مان به ٿئي ٿي، جو ٽالپرن جي دور ۾ هتي برٽش ريزيڊنٽ هو. هن سنڌي نصاب جي فهرست به ڄاڻائي آهي.

ان پراڻي دور ۾ سنڌي لکڻ ۽ پڙهڻ ڪيئن سيکاريندا هئا؟ حروفن جي شناس ٻارن کي ڪهڙي طريقي سان ڪرائي ويندي هئي ۽ لفظن جي املا ڪيئن سيکاريندا هئا؟ ان بابت ڪجهه به معلوم ٿي نه سگهيو آهي. مگر انگريزي جي وقت ۾ جديد تعليمي نظام رائج ٿيو، ان وقت کان وٺي پرائمري

اسڪولن ۾ پاڙهڻ لاءِ تهجي طريقو استعمال ٿيندو رهيو آهي. تقريباً هڪ صديءَ کان بہ گهڻو عرصو، اسان جي زبان کي هن طريقي سان لکڻ ۽ پڙهڻ سيکاريو ويو آهي. ان طريقي ۾ هيٺينءَ ريت پاڙهبو آهي.

1. اول حرفن جا نالا سيکاريا وڃن ٿا ۽ انهن جي شڪلين جي سڃاڻپ ڪرائي وڃي ٿي. مثلاً: ا انب، ب بلا، ٻ ٻڪري، ڀ ڀولڙو، ت تارو، وغيره اهڙيءَ طرح سڄي الف بي ياد ڪرائي وڃي ٿي.
2. حرفن تي اعراب لڳائي مختلف آواز سيکاريا وڃن ٿا. جيئن تہ ا آ، اِ اِي، اُو، اي اَي، او اَو.
3. حروفن جون شڪليون وري وري ڏسڻ ۽ دهرائڻ سان شاگردن کي جلدي ذهن نشين ٿي وڃن ٿيون.
4. مدرس کي هن طريقي سان پاڙهڻ آسان ٿئي ٿو، ٿوري محنت سان خاطر خواہ نتيجو نڪري ٿو.
5. حرفن جون سڀئي مختصر شڪليون، ٻي ترڪيبي حالت ۾ ٿين ٿيون، سي جلد معلوم ٿيو وڃن ٿيون.
6. لکڻ، پڙهڻ ۽ هجي ڪرڻ جا ٽيئي ڪم گڏوگڏ ٿيندا رهن ٿا.
7. هن طريقي ۾ سکيا اثرائتي ۽ پائدار ٿئي ٿي. ٻار لفظ کي درست صورتخطي لکڻ ۽ صحيح هجي ڪرڻ ۾ پڙ ٿي وڃن ٿا ۽ نوان جملہ ۽ لفظ نهايت آسانيءَ سان پڙهي وڃن ٿا.
8. اسان جي پاڙهيندڙن ۽ استاد طبقي ۾ هن طريقي جي جڙ مضبوط ٿي ويئي آهي ۽ هو انهيءَ طرح پاڙهڻ کي آسان ۽ سهنجو سمجهن ٿا.

**هن طريقي جون هي خاميون آهن**

1) هن طريقي ۾ پهريان بہ يا ٽي مهينا ٻارن کي حرفن ۽ ان جي ترڪيبن سيکارڻ ۾ لڳيو وڃن ٿا ۽ ٻارن کي با معنيٰ الفاظ يا دلچسپ جملہ ۽ آکاڻيون ٻڌائڻ جي بجاءِ رڳو او اي جهڙا بي معنيٰ مفيد آواز لکڻ ۽ پڙهڻ سيکاريا وڃن ٿا. ان ڪري هيءَ طريقو ٻارن جي فطري رجحان ۽ طبعي حواسن مطابق نہ آهي. هيءَ تدريسي طريقو طويل ۽ ٿڪائيندڙ بہ آهي

۽ شاگردن لاءِ انتهائي غير دلچسپ آهي. الف بي جون اعرابون ۽ هِجي سيکارڻ ۾ ڪافي وقت لڳيو وڃي شاگردن کي اهو سمورو وقت صبر ۽ تحمل تي مجبور ڪيو وڃي ٿو.

2) ٻارن جي اڳين معلومات تان ڪا به مدد نه ٿي ورتي وڃي. حالانڪ معلوم کان نامعلوم ڏانهن وڃڻ تعليم جو هڪ مکيه اصول آهي.

2. جملي وارو طريقو

انگريزي زبان ۽ مغرب ۽ مشرق جون اڪثر زبانون جملي واري طريقي (Sentence Method) ذريعي سيکاريون وينديون آهن. اسان جي ٽريننگ ادارن ۾ به معلمن کي هن طريقي سان پاڙهڻ جي تربيت ڏني وڃي ٿي. نئون سنڌي پرائمر پڻ ان طريقي کي مد نظر رکي بنايو ويو آهي. ان طريقي ۾:

1. ٻارن کي شروع کان ئي جملن وارا سبق پاڙهيا ويندا آهن.
2. هر هڪ جملو نهايت مختصر مطلب خيز ۽ بامقصد ٿئي ٿو.
3. ٻار تصوير جي رستي ۽ استاد جي ٻڌائڻ سان يڪدم ان کي ورجائي وڃي ٿو يا ياد ڪري وٺي ٿو.
4. جملن ۾ استعمال ٿيل بنيادي لفظ ٻارن کي پڙهڻ ۽ لکڻ سيکاريا وڃن ٿا.
5. ازانسواءِ مددي يا سهڪاري لفظ جهڙوڪ (آهي ۽ آهن) وغيره تي خاص توجه ڪونه ٿو ڏنو وڃي. ٻار اهي هر هر استعمال ٿيڻ سبب پاڻيهي سکي وڃي ٿو.

ان جون خوبيون هيءُ آهن

1. جملائي ۽ لفظي طريقو، جنهن ۾ تصويرن کان مدد ورتي وئي هجي، سو ٻارن جي عين فطرت مطابق ۽ دلچسپ ٿئي ٿو.
2. تهجي طريقي کان ٻارن کي دماغ تي زور گهٽ ٿو ڏيڻو پوي.
3. هيءُ طريقو گهڻو طويل نٿو ٿئي ۽ مَجموعي طور تهجي طريقي وارن سمورن خامين کان پاڪ آهي.
4. فقط محنتي استاد ئي هن طريقي سان پاڙهڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿو.

5. هن طريقي جون خاميون

1. ٻار نوان لفظ ۽ جملا پڙهڻ تي گهڻي وقت کان پوءِ قادر ٿين ٿا، ان ڪري اصل مقصد فوت ٿي وڃي ٿو.
2. حروف و اعراب ۽ هجي جي قاعدگي کي باقاعده ۽ سلسليوار پاڙهيو نٿو وڃي.
3. تهجي طريقي ذريعي پاڙهڻ مان، جيڪي فائدا پراپت ٿين ٿا سي هن مان نٿا ٿين. تجربي مان ڏٺو ويو آهي ته ٻار ٻئي ڪلاس پهچڻ تائين به حرفي ۽ اعرابي نظام مان پوريءَ طرح واقف نٿا ٿين. اهو ئي سبب آهي جو هنن کي گهڻن لفظن جي هجي ڪرڻ به نه ايندي آهي ۽ ڪيترن لفظن جي صورتخطي به درست نٿا لکن. ان جي برعڪس تهجي طريقي ذريعي سکيل ٻار پڙهڻ ۽ لکڻ ۾ پڙ ٿئي ٿو

ٻارن کي سنڌي زبان سيکارڻ لاءِ تمام ضروري آهي ته حروف تهجي جي مڪمل نظام مان چڱيءَ طرح واقف ڪجي، ورنه لکڻ ۽ پڙهڻ انهن لاءِ دشوار ٿي پوندو. ڇاڪاڻ جو اسان جي ”رسم الخطّ“ جي بناوت ۽ نوعيت ئي اهڙي قسم جي آهي جو جيستائين حروف و اعراب ۽ هِجي جا قاعدا ٻار نه سکندو تيستائين پڙهڻ ۽ لکڻ جي قابل هرگز نه بنجي سگهندو.

اوهان ڏٺو هوندو ته انهن ٻنهي طريقن ۾ ظاهر ظهور خاميون آهن. پهريون طريقو خشڪ، ٿڪائيندڙ ۽ غير دلچسپ آهي ته ٻئي طريقي ۾ وري سکيا اثرائتي ڪا نه ٿي رهي اهڙي حالت ۾ اسان لاءِ نهايت ضروري ٿئي ٿو ته اهڙو طريقو اختيار ڪريون جنهن ۾ ٻنهي جون خوبيون ۽ آسانيون هجن ۽ نقص ۽ دشواريون ٿوريون هجن. منهنجي خيال ۾ موجوده مروج طريقي يعني جملي واري طريقي ۾ ڪجهه اهڙيون ترميمون ۽ اضافا ڪرڻ گهرجن جو ان ۾ تهجي طريقي واريون خوبيون ۽ آسانيون سمائجي وڃن، ايتريقدر جو ٻار جلد کان جلد عبارت خواني جي قابل بنجي وڃي. اسان جا مدرس ۽ استاد، ٽريننگ ڪاليجن ۽ نارمل اسڪولن ۾، جديد اصولن جي روشني ۾، اهڙا تجربا آسانيءَ سان ڪري سگهن ٿا.

ياد رکڻ گهرجي ته ٻيا ٻه گهٽائي طريقا آهن، جن ۾ دنيا جون مختلف زبانون پاڙهيون وڃن ٿيون. مثال طور انهن ۾ هڪڙو "صوتي طريقو" ٻه گهڻو مشهور آهي. ان جي ذريعي هندي، گجراتي، مرهٽي ۽ ٻيون پراڪرتي زبانون پاڙهيون وڃن ٿيون. دراصل انهن زبانن جا رسم الخط ئي صوتيات جي اصولن تي مبني آهن. اهو طريقو ٻه جيتوڻيڪ فطري ۽ گهڻو آسان آهي مگر اسان جي زبان پاڙهڻ لاءِ هرگز اختيار ڪري نٿو سگهي. ائين ڪرڻ سان اسان لاءِ گهڻيون دشواريون پيدا ٿي پونديون.

سنڌي زبان توڙي فارسي، اردو ۽ ٻيون زبانون، جي عربي رسم الخط ۾ لکجن ٿيون، تن لاءِ تهجي طريقو اولين، بنيادي ۽ اصولي آهي. انهن زبانن لاءِ جيڪڏهن ڪو ٻه نئون تدريسي طريقو اختيار ڪبو ته ان ۾ بنيادي اصول وري ٻه تهجي طريقي وارا ضرور شامل ڪرڻا پوندا. ڇاڪاڻ جو دراصل تهجي طريقو عربي فن تحرير جي تقاضائن تي پورو اتري سگهي ٿو.

(هي مقالو ماهوار اخبار تعليم ٽريننگ ڪاليج فار مين طرفان 1968ع ۾ شايع ڪيو ويو).



# ايڪيهين صديءَ لاءِ سنڌي ٻوليءَ
# کي ڪيئن قابل ڪار بنائجي ؟

آئون سنڌي ٻوليءَ جي فني ۽ علمي مسئلن تي ان ڪري لاڳيتو لکندو رهان ٿو، جو اول ته سنڌي ٻوليءَ سان ازلي عشق اٿم ۽ ٻيو ته سنڌي ٻوليءَ جي پروفيسر جي حيثيت ۾ برسر روزگار رهيو آهيان. سنڌي ٻوليءَ جو اثر و نفاذ ۽ ترويج و ترقي مون کي جان کان به عزيز آهي. آئون ان کي هڪ مهذب ۽ اعليٰ تعليمي معيار رکندڙ معاشري جي ڪامياب زبان ڏسڻ جو آرزو مند رهيو آهيان. اهو ئي سبب آهي جو سنڌي ٻوليءَ جو "ڪارآمد ٻولي" Functional language جي حيثيت ۾ لساني ۽ علمي مطالعو منهنجو دلپسند موضوع رهيو آهي، جنهن کي آئون پنهنجو هڪ تدريسي ڪارج Academic work يا تعليمي فرض سمجهي نڀائيندو رهان ٿو. ڪجهه مهينا اڳ ساڃاهه رسالي ۾ منهنجو هڪ مضمون بعنوان "هڪ وسيع ۽ ڦهلجندڙ سنڌي زبان ۾ پيش ايندڙ رنڊڪون" شايع ٿيو. اهو ڏسي خوشي ٿي ته سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ گهڻائي سڄڻ دلچسپي رکن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو منهنجي مضمون کي علمي ادبي حلقن ۾ سنجيدگيءَ سان پڙهيو ويو ۽ ان کي ڪافي پذيرائي ملي. ڪيترن اهل علم رسالي ۾ خطن جي وسيلي مضمون جي اهميت تي روشني وڌي ۽ ان کي وقتائتو قدم سڏيو. اهو ئي عرصو هو جو سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري طرفان سنڌي صورتخطيءَ جي مسئلن ۽ سڌارن بابت سيمينار منعقد ڪيا ويا. راقم الحروف به جيتوڻيڪ ٻوليءَ جي مسئلن جي باري ۾ لکندو رهيو آهي، تنهن هوندي به مون کي شرڪت لاءِ دعوت نه ڏني وئي. شايد ائين تصور ڪيو ويو هجي ته منهنجي خيال آرائي ٻين شخصيتن جي اظهار ۾ دخل در

معقولات جو سبب بنبي. بهرحال هيءَ تحرير فقط سنڌي ٻوليءَ جي، ڪجهه زماني ضرورتن ۽ سڌارن ڏانهن توجهه ڇڪائڻ لاءِ لکي وئي آهي ۽ ڪي اهم تجويزون اهل علم آڏو رکيون ويون آهن، جن سان سنڌي ٻولي سکهاري بنجي وقت جي چيلينجن سان مقابل ٿيڻ جي اهل ٿي سگهندي ۽ بنان رنڊڪ جي ايڪيهين صديءَ تي گامزن ٿي سگهندي.

## نوان لفظ ۽ اصطلاح سازي وقت جي اهم ضرورت

نوان لفظ عصر عمر جا نمائندا ۽ ان جا ٻولينڊڙ مهاندا ٿين ٿا. ان ڪري نئين زماني جي ڪيفيت ۽ حالت کي فقط پراڻن لفظن سان کولي سمجهائڻ مشڪل آهي. نئين دور جا مسئلا ۽ اسباب محدود معنيٰ وارن لفظن مان ادا ٿيڻ ناممڪن امر آهي. زبان جيئري جاڳندي وٿ آهي. بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن انسان پاڻ. هاڻي اسان مان گهڻا اهو سوچڻ تي ضرور مجبور ٿيندا ته اها ڳالهه ڪيئن ۽ ڇو حقيقت آهي؟ جيئن عمر وڌڻ سان ڪنهن شخص ۾ طبعي تبديليون اينديون رهن ٿيون، تيئن ٻوليءَ ۾ به وقت گذرندي تبديليءَ جو لازمي امر ڏٺو ويو آهي. انسان جي بقائيت وري نئين نسل جي شڪل ۾ قائم رهي ٿي. بلڪل ساڳيءَ طرح ٻوليءَ جو مخصوص روپ ۽ انداز به عرصي پڄاڻان ناپيد ۽ مسمار ٿي وڃي ٿو ۽ ان جي جاءِ تي هڪ تازو توانو ۽ ٽهڪندڙ روپ نکري بيهي ٿو.

اڄ ان هڪ صدي اڳ ۾ هيٺيان لفظ جنهن معنيٰ يا مفهوم ۾ ٻوليءَ ۾ عام طرح سان ڳالهايا يا سمجهيا ويندا هوا، اڄ اهي ان ريت عام فهم ته نه آهن بلڪ انهن جي بدران تحرير ۽ تقرير ۾ نوان لفظ جاءِ وٺي چڪا آهن، جي زياده با معنيٰ ۽ جاندار تصور ٿين ٿا. مثلاً:

| پراڻا لفظ | نوان لفظ |
|---|---|
| پهس | همراه، دوست، ساٿي |
| لِکَ | ذرو، ٿوري دير، ساعت، گهڙي |
| پيءُ | محبوب، دوست |
| ٻَري | مدد، طاقت |

| ٻهت | واسطو، موافق |
|---|---|
| نڏان | پڇاڙي |
| اڪر | سبب |
| هيڪاند | ميلاپ |
| ڀاهت | لائق |
| سول | فائدو |
| وماس | ڏک |
| وٽاهم | نقصان |
| لکا | خبر، اطلاع |
| لوٽي، لوٽيو | غافل، نادان |
| لوري | عشق |
| مٽِ | صالح، آچ، مصلحت |
| نهو | شرم، نسبت |
| سائو | شراف، شاهوڪار |
| ڏنوَ | مريض، بيمار |
| ڏيڙو | دوا، علاج |
| ويڄ | ڊاڪٽر |
| مٽيا | روشني، اهليت |
| ها، اٿا | اُفواه |
| هاري | نياڻي (زال) |
| ورس | غلطي |
| وهلور | عاجز، تنگ |
| ڀاڻ | صورت |
| هٺ | بت يا جسم (هينئر تڪبر يا وڏائيءَ لاءِ استعمال ٿي ٿو) |
| ماڪر | قبول، پسند |

(لفظن جا هي مثال مرزا قليچ بيگ جي لغات لطيفي مان ورتا ويا آهن)

هتي تہ صرف لفظن جا مثال ڏنا ويا آهن، نہ تہ ڪجھ لساني ۽ نحوي ترڪيبون بہ چندجي چائجي نئين شڪل ۾ بدلجي ويون آهن. جنهنڪري ٻولي اڳي کان هڪ نئين مگر ماحول سان ٺهڪندڙ آسان صورت اختيار ڪري بيٺي آهي.

نتيجو چا نڪتو تہ جيئن "ذي حيات شيون" وڏن ويجهن ٿيون ۽ وقت گذرڻ سان تبديل بہ ٿين ٿيون، ساڳي سچائي ٻوليءَ سان پڻ لاڳو آهي. لطيف جي سنڌي ۽ هاڻوڪن مصنفن جي سنڌيءَ کي پڙهڻ سان ڪو بہ پڙهيل لکيل فرد ٻنهي جي فرق کي آسانيءَ سان پروڙي سگهي ٿو. پر موجوده دور جي سنڌي بہ وڌامندي رهي ٿي. جيتوڻيڪ اهي لاڙا محسوس نہ ٿا ڪري سگهجن، تاهم غور فڪر ڪرڻ سان اهي شناخت ڪري سگهجن ٿا. سياسي ۽ فڪري نظام ڪانواءِ مادي دنيا ٻوليءَ تي هر وقت اثر انداز ٿيندي رهي ٿي. بدلجندڙ حالتن ۾ نوان جُڙي عامل Material Appliances اسان کي عادي بنائي پنهنجو اسير ڪِري ڇڏين ٿا ۽ اهڙيءَ ريت هڪ نئين تهذيب جي اسرڻ جو موجب بنجن ٿا.

اڄ ڪو بہ لسانياتي ماهر ان احساس کان پالهو نہ هوندو تہ ٻوليءَ جي لفظيات Vocabulary علمي آڪاهيءَ سان ڪٺوڪڏ وڌندي هي ٿي. هاڻوڪي دنيا ۾ انڪشاف ۽ ايجادن ڪا حد نہ رهي آهي. سائنس ۽ ٽيڪنالاجي، نفسياتي ۽ معاشرتي علمن ۾ پلڪن اندر نوان نوان لفظ ۽ اصطلاح جاري ٿيندا رهن ٿا. ياد رکڻگهرجي تہ نوان خيال، سجاڻپ، ۽ اظهار جي واسطي پاڻ تي نوان ليبل لڳائين ٿا، چو تہ نون نالن ۽ اسمن سواءِ نون ۽ منفرد خيالن جي صحيح سُجهاداري Communication ٿيڻ مشڪل آهي. جيڪڏهن رڳو اسين پنهنجي سنڌي صحافت جو ئي ڪٽي جائزو وٺنداسون معلوم ٿيندو تہ ڪالم نويسن جيڪي حالات حاضره جا تجزيہ نگار پڻ آهن.انهن جون تحريرون، مقالاءِ مباحثا هجن يا وري اخبارن ۾ ڇپجندڙ سرخيون ۽ انهن جو تفصيل هجي. اسان وٽ نت نوان لفظي جوڙا انهن ۾ پڙهندا رهون ٿا. تاهم اسين جلدي مانوس ٿي انهن جا هيراڪ ٿي وڃون ٿا ۽ اسان ذري برابر بہ پنهنجي ذهن ۾ بوجھ جو احساس محسوس نہ ٿا

ڪريون، جا ڳالهه سنڌي ٻوليءَ جي ڪشادگي ۽ قوت جو جيئرو جاڳندو مثال آهي. مثال طور:

صوابديدي اختيار- افرادي قوت- ڪانگرو ڪورٽ- معاشي ڏيوالپڻو- نوسر باز ڪمپنيون- اقتداري ٽڪنبو يا ٽرائيڪا- شاونزم- عالمي اميج- سياسي عدم استحڪام- عالمي ڪساد بازاري- پرڏيهي سيڙپڪاري- مغربي استعماري قوتون- ايٽمي قوت- جيالاڪريسي- مافيائون يا مافيائن جي غنڊه گردي- قومي ايجنڊا- انجنيئرڊ نتيجا- ايٽمي عدم ڦهلاءُ- آزاد منڊي- شمارياتي ڪيل- مالياتي ڦهلاءُ- سياسي دنگائي- ووٽ بينڪ- گهڻ قومي ملڪ- نئون سماجي معاهدو- سياسي هيرا ڦيري- جدلي تاڪامي- ٽيلي فوني خطاب- سياسي بونا- سرد جنگ- بنياد پرستي- ڪلاشن ڪوف ڪلچر- عظيم عوامي ريلي- عدم مرڪزيت- عالمي منڊي- مرڪزيت پسند حاڪم- قومي پائيرائيپ- ڪچڻ ڪ'ينم- ترقي پسند- قوم پرست- حق خود اراديت- اسلامي سوشلزم- موقعي پرست- نظرياتي دنيا- سياسي سيٽ اپ- قومي وجود وغيره وغيره.

اهڙا لفظ ۽ ترڪيبون سياسي فڪر ۽ عمل، قانوني توجهات، شاطرانہ سياست ۽ معاشي حڪمت عملي ۽ عمراني تفهيم جي بعض پهلوئن تي دلالت ڪن ٿا. جن کي هون ۽ سادن لفظن ۾ سمجهڻ ناممڪن هو. ان کان علاوه سنڌي ٻوليءَ ۾ فلسفي، نفسيات ۽ سماجي سائنس جي مضمونن ۽ موضوعن تي تحريرون ۽ ڪتاب ڇپجندا رهن ٿا. جن ۾ نون مرڪب جوڙن سان اسين متعارف ٿيندا رهندا آهيون. حقيقت ۾ انهن ۾معنيٰ آفرينيءَ جا باريڪ نڪتا سمايل هوندا آهن. هتي محترم حيدر علي خان لغاري صاحب جي تخليق ”اندر ملهه املهه“ مان چند لفظي سڪا درج ڪجن ٿا، جن جي ذريعي جمالياتي فلسفي کان علاوه ادبي ۽ تنقيدِ جي نون زاوين کي روشن ڪيو ويو آهي.

1. ازلي نهڪر ۽ ازلي اَج
2. بدضميري
3. نستي- نهڪر ۽ نفي

4. انا ۽ غير انا
5. عقليت ۽ تجربت پسند
6. اننت ازلي ماخذ
7. عارفانہ قيد و قيمت
8. سيرت سازيءَ جا جوهر
9. تابناڪ صفت
10. نفي ۽ نستيءَ جي شرح
11. آفاق ۽ ان جو مها ماندڻ
12. اڇاترو ورتاءُ
13. عصري ۽ ضميري تقاضا
14. جسماني قوتن جي معيشت ۽ ذهني قوت جي معيشت
15. اوٿون ۽ اولڙا
16. روحاني اولاد
17. سماجيٰ شاستري
18. صحافتي تبديلي ۽ عددي مقداري تبديلي
19. بالغ سور ۽ مستند ۽ صحتمند سور
20. نااهلي ۽ لاعنيت
21. شانائتي فرديت
22. پروهتي برتري
23. ڪمپيوٽر ماڊل، حياتياتي ماڊل، نسلياتي ماڊل، مواصلاتي ماڊل
24. مجهول تسڪين

جيتوڻيڪ سنڌي ٻوليءَ پاڻ کي جديد تهذيب سان هلندڙ ڳڻائي ٻولي ثابت ڪيو آهي. تاهم اها اڃا پوريءَ طرح پاڻ پري نہ ٿي سگهي آهي. ان ۾ اصطلاحسازيءَ جي ڪا خود عام روايت اڃا پيدا ٿي نہ سگهي آهي. موجوده دور ۾ اڪثر نوان نوان ادارا ۽ انهن سان لاڳاپيل تنظيمڪاريون جنم وٺديون رهن ٿيون. يا وري انهن جي توسل سان زندگيءَ کي سنوارڻ يا جياپي جون نيون هلچلون اسان جي ملڪ ۾ وقت بہ وقت منهن ڪڍن

ٿيون. انهن جا بنيادي تصورات گهڻو ڪري ٻاهرين دنيا کان درآمد ٿي اسان تائين پهچن ٿا. يا وري اڪثر عالمي ادارن جي ترغيبن ۽ هدايتن تي ٻه ملڪ اندر نين سوچن کي پروان چاڙهڻ لاءِ ميدان هموار ڪيو وڃي ٿو. مثال طور گدلاڻ يا آلودگيءَ بابت آگاهيءَ جي تحريڪ هلي پئي. يا هن وقت ايڊس جي بيماريءَ خلاف بچاءَ لاءِ معلومات عام ڪئي وڃي پئي. ٻارن جي مدافعتي علاج لاءِ ٽڪن جي ترغيباتي تحريڪ ٻه زور شور سان جاري آهي. ان کان سواءِ قلت تعداد ۾ زنده رهجي ويل جانورن جي نسلي سنڀال ۽ ويجهه لاءِ ٻه عوام ۾ سجاڳي پيدا ڪئي پئي وڃي. مردم آباديءَماٺهسيءَ Population ۾ غير ضروري واڌ خلاف ڇم روڪ جي تحريڪ عرصي دراز کان هلندڙ آهي. اهڙيءَ طرح ڪمالات سان ڀريل سائنسي ايجادون ٻه روز پيون پڌجن. اهڙو ڪو ذهن خالي نہ آهي جنهن ۾ ڪا نئين ڳالهه معلوم نہ ٿيندي هجي. زندگيءَ ۾ نئون انڪشاف اول اسان کي عجيب و غريب لڳندو آهي. مگر ٿوري عرصي ۾ ٿي اسين ان سان مانوس ٿي ويندا آهيون ۽ پوءِ اسان کي ان جي باري ۾ ڪا ٻه حيراني ڪا نہ رهندي آهي. پر اها حقيقت آهي تہ اهڙيون سڀ شيون يا عقلي سوچون ٻاهران خصوصاً مغرب وٽان اسان جي سر زمين ۾ داخل ٿينديون آهن. سچ پچ تہ اهڙين وَستين جو ابتدائي فهم ٻه ڌاري ٻوليءَ يعني تہ انگريزيءَ جي معرفت اسان وٽ عام ٿيندو آهي. تازو ئي Populatiion, Cloning, Test tube baby, Gyn technology, Ozone, Robotics, Internet, E_mail, Anti matter, Nano technology, Bio_diversity, Fossils ۽ ٻيا ڪيترا ئي سائنسي ساختياتي تصور رکندڙ لفظ ۽ اصطلاح اسان جي فڪر ۽ اظهار ۽ بيان ۾ ڦهريون ڀيرو گهڙي آيا آهن. جيئن تہ اهڙن نون معاشرتي علمن ۽ سائنس جو ٽڏو نہ اسان جي ڌرتيءَ ۾ لڳو هو ۽ نہ وري اهي اوائلي طور اسان جي سماج ۾ اپڙيا هوا. تنهنڪري اسان جون ٻوليون ٻه انهن علمن جي لفظن ۽ اصطلاحن کان بلڪل وانجهيل رهيون آهن. ۽ هاڻي ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو اسين جڏهن ڪو جديد علمي لفظ سنڌيءَ ۾ بيان ڪريون ٿا تہ ائين ٿو محسوس ٿئي ٿو تہ ان مان پورو فهم ادا نہ ٿيندو

هجي. انگريزيءَ ۾ ٽيڪنيڪي يا علمي اصطلاحي ٻوليءَ جو هڪ ضربخانو وجود وٺي چڪو آهي. جنهن مان وقت به وقت ضرورت مهل نوان سڪا ٺپجي نڪرندا رهن ٿا. افسوس جو اهڙي روايت سنڌي زبان ۾ اڃا تائين پيدا نه ٿي سگهي آهي. سنڌ ۾ جديد علم سيکارڻ جي شروعات برطانوي دور ۾ ڪئي وئي هئي. اها ڳالهه حيرانيءَ جو باعث آهي ته مادري ٻوليءَ ۾ هنگامي ۽ ترجيحي بنيادن تي جيڪو ڪم هڪ صدي اڳ ۾ ٿيڻ کپندو هو. تنهنطرف ڪن ڳاڻ ڳڻين عالمن جو ڌيان وڃي سگهيو ۽ سي به اهڙي ڪم ۾ هٿ وجهڻ کان قاصر رهيا. ان جو اهو سبب هرگز نه آهي ته ڪو اسان جي ٻولي لفظ ٺاهڻ جي سگهه يا لياقت ڪا نه ٿي رکي، پر ان جا اصل ڪارڻ ڪي ٻيا آهن. جيڪڏهن اسان چاهيون ٿا ته سنڌي ٻولي ايڪيهين صديءَ ۾ ڪاميابيءَ سان هلي سگهي ته اصطلاح سازيءَ جو ڪم وڏي پيماني تي هٿ ۾ کڻڻ گهرجي سون، جنهن ۾ وڌيڪ دير ٿيڻ سان ان جي تلافي ناممڪن ٿي پوندي.

سوال پيدا ٿو ٿئي ته جديد اصطلاحن جو اسين سنڌي زبان ۾ ڪهڙيءَ ريت پوراءُ ڪري سگهون ٿا؟ هڪ طريقو اهو به آهي ته پراڻن لفظن کي سنڌي لغات مان ڦولهي ٻاهر ڪيون. جيڪي ڪنهن وقت سماج ۾ ڪارائتين هاجن ۽ اسمن ۾ مشهور هئا، پر پوءِ مادي تبديلين باعث انهن جو استعمال گهٽجي ويو يا اهي پنهنجي معنيٰ وڃائي ويٺا يا ته محدود معنيٰ وارن سادن ۽ فصيح لفظن ۾ معمولي ردوبدل آڻي، انهن کي جديد مفهوم پهرائي نئين سر رائج ڪريون، ته جيئن ٻوليءَ جون ضرورتون بخوبي پوريون ٿي سگهن. اهڙن آزمايل طريقن تي عمل ڪندي اسين لفظ گهڙڻ جي سائنسي واٽ لهي سگهنداسون. دراصل پراڻا لفظ يا وري رواجي سادا لفظ ساڳي صورت ۾ ڪشادي يا خاص معنيٰ جا ڪڏهن به اهلڪار ٿي نه ٿا سگهن. مگر ايترو ضرور آهي جو تبديلي ذريعي اسين انهن کي هڪ نئون ۽ توانو روپ ڏئي سگهون ٿا. اها خوش قسمتي آهي. جو سنڌي ٻوليءَ ۾ "گهڻ ڪارت ٻولي" ٿيڻ جون مڙئي خوبيون اڳيئي موجود آهن. اها ورنئي سرنئي بناوت واري ٻولي آهي. جنهن کي اڳياڙين، وچياڙين ۽ پڇاڙين لچڪيدار

بنائي رکيو آهي، جن جي مدد سان پراڻن يا عام لفظ جا مادا ڪئي بي شمار نوان ۽ سگهارا لفظ نهايت آسانيءَ سان جوڙي سگهجن ٿا. موجوده حالت ۾ انگريزي- فارسي يا عربيءَ جا لفظ هوبهو استعمال ۾ آندا وڃن ٿا. جنهن سان اسان جي ٻوليءَ تي هڪ ناگوار رنگ چاڙهجي وڃي ٿو. سنڌيءَ ۾ پنهنجن ئي لساني گڻن جي مدد سان نوان لفظ ٺاهي اوپرائپ جو خاتمو آڻي سگهجي ٿو. ان تي عمل پيرا ٿيڻ سان رفته رفته سنڌي ٻوليءَ ۾ علمي اصطلاح وجود وٺڻ جو هڪ خودڪار سانچو راس ٿي ويندو ۽ اسان ڌارين لفظن کي جيئڻ جو تيئڻ زبان ۾ ٿنبڻ واري ناڪاره عمل کان پنهنجا پلوَ آجا ڪرائي سگهنداسون. البت نوان جوڙيل لفظ شروعات ۾ ڪجهه ڳرا لڳندا ۽ روانيءَ سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ڪونه اُٽڙندا، پر پوءِ اهو بلڪل ٿوري عرصي تائين هوندو. دنيا جي سيني سڌريل ٻولين ۾ علمي استفادي وارا لفظ، عام ٻولي جي لفظن کان ڪجهه قدرنرالا هوندا آهن. اختيار ڪيل سنڌي لفظ به پلي ته نوان سوان ۽ ڪجهه مختلف محسوس ٿين. البت انهيءَ ڳالهه جو خيال رکڻو پوندو ته نوان ٺاهيل لفظ ٻوليءَ جي ترڪيب مطابق آسانيءَ سان جدا جدا جملن ۾ ڦري گهري سگهن ۽ انهن مان چٽو مفهوم ظاهر ٿيندو هجي.

## ڪميونيڪيشن جو سنڌي بدل

جديد لفظن منجهان پراڻي ليٽن ٻوليءَ جو لفظ ڪميونيڪيشن به هڪڙو آهي، جنهن جي سادي معنيٰ محض اطلاع- پيغام رسائي- لاڳاپو يا رابطو چئي سگهجي ٿي. پر اهي لفظ اڪيلي سر ڪميونيڪيشن جو مطلب ادا ڪري نه ٿا سگهن، ڇو ته اهو لفظ موجوده زماني ۾ جڙي دنيا Matterial World جي سڃاڻپ بنجي خاص معنيٰ جو حاصل ٿي پيو آهي. اردو زبان ۾ ان واسطي "اطلاع" کان بهتر طور "ابلاغ" جو لفظ استعمال ڪيو ويو آهي. جيڪو ڪجهه معنائن ۾ ڪميونيڪيشن سان قريب محسوس ٿئي ٿو. پر ترجمي ۾ "ابلاغ" مان بعض دفعا پوري طرح مطلب ادا نه ٿو ٿئي ۽ پيو ته اهو سنڌي ترجمي ۾ دق بنجي پوي ٿو.

سنڌيءَ ۾ سُجهائڻ هڪ چاتل فعلي لفظ آهي، جنهن جي سادي ۽

سولي معنيٰ ۾ اطلاع يا پيغام ڏيڻ يا باخبر ڪرڻ وغيره ڏيندي. سجهاءَ مان وري سوجهرو يا روشنيءَ جي معنيٰ نڪري ٿي. ان جو ضد سنڌيءَ ۾ "منجهائڻ" آهي. يعني صحيح خبر نہ ڏيڻ يا پهچائڻ يا گمراهہ ڪرڻ. اسان وٽ هڪڙو معروف اصطلاح بہ روز مره جي ٻوليءَ ۾ مروج آهي. اڪثر چيو ويندو آهي تہ "فلاڻي سوجهرو نہ ڪيو" ان جي معنيٰ آهي تہ ماڻهن ۾ پنهنجو يا خاندان جو اثر ويهاري نہ سگهيو. يا هن جي خوبي ٻين تائين پهچي نہ سگهي آهي. جيئن تہ اطلاع يا خبر ڪي ڪنهن ذريعي سان پهچائبو آهي. ان ڪري ڪميونيڪيشن جي اصطلاحي معنيٰ اطلاع رسائيءَ سان گڏ لاڳاپو، رابطو يا راهہ پيدا ڪرڻ بہ آهي. انهيءَ نسبت سان سنڌي ٻوليءَ ۾ ان جو بدل سجهاوُ (سجهاءُ)، سجهاداري يا سجهارس جو ترڪيبي لفظ يا مقصد ثابت ٿي سگهي ٿو. هاڻي ان سان لاڳاپيل ٻين اصطلاحي لفظن جي جدا جدا جملن ۾ هيٺين جوڙجڪ بيهندي.

1. سُجهائڻ- سُجهاءُ ڏيڻ
2. To communicate (v)
3. معنيٰ: اطلاع يا پيغام رسائي. ربط پيدا ڪرڻ. با خبر ڪرڻ، آگاهي ڏيڻ، معلومات پهچائڻ، روشن ڪرڻ يا آشڪار ڪرڻ وغيره
4. سجهاوُ يا سجهاءُ، سُجهاداري يا سجهارس (Communication (n
5. اهو شخص جنهن کي اطلاع يا پيغام ملندو هجي يعني سُجهائڪ
6. Communcant(n)
7. اهو ماڻهو يا اوزار جيڪو اطلاع ڏي يعني سُجهاڪار
8. Communicator(n)
9. سجهائتو يا سجهائو/سُجهاوَرُ
10. Communicable/Communicative (Adj)
11. سُجهائيندڙ Communicating
12. سُجهاوت Communique
13. عام سجهاوُ Mass Communication
14. سجهاوَ يا سجهارَس جو وزيرُ Minister of Communication

15. سجهاواه يا ربطيت Communication

16. ڪجهہ مثالي جملا

1. Being deaf and dumb makes communication very difficult.

ٻوڙائي ۽ گونگائي سجهاوَ ۾ مشڪلات پيدا ڪندي آهي.

2. The officer communicates his message to the men by radio.

عملدار ماڻهن ۾ ريڊيو وسيلي پنهنجا حڪم سُجهائيندو آهي.

3. This poem communicates the author's despair..

هي نظم شاعر جي نراسائيءَ جو سجهاءُ ڏئي ٿو.

4. Complex ideas are not easily communicable.

پيچيده خيال آسانيءَ سان سُجهاوَڙ نہ ٿيندا آهن.

5. I don't find Peter Commuuncative.

آئون پيٽر کي سُجهائتو نٿو سمجهان.

6. Akber is communicant of BBC at their Karachi office.

بي بي سي جي ڪراچيءَ واري دفتر ۾ اڪبر سمجهاور آهي.

جوزن جي پڙهائيءَ جي اثرائتي ڍنگ ڪري شاگردن ۾ سبق جو سجهاوَ ٿي وڃي ٿو.

اديب جو اسلوب اهڙو هجي، جنهن منجهان رڳو اطلاع نہ ملي مگر پورو سجهاوَ ٿئي.

دنيا جا سيئي ملڪ سجهاوام سان ڳنڍيل آهن.

مٿين مثالن مان معلوم ٿيو تہ سجهاداريءَ جو صحيح مطلب لاڳاپيداري، ميل جول، اطلاع يا رابطو پيدا ڪرڻ ۾ ياڱي ياڻيوار ٿيڻ آهي. اصل ۾ اهو هڪ طريقيڪار آهي، جنهن سان اسين پنهنجا خيالات ۽ جذبات ٻين ڏانهن منتقل ڪريون ٿا ۽ انهيءَ طريقيڪار کي سنڌيءَ ۾ سجهارس جو نالو ڏنو آئون. جيڪو انگريزي ٻوليءَ جي لفظ Communication لاءِ متبادل طور اختيار ڪيو ويو آهي، ڇا آهي جو

جڏهن ڪنهن سان ڳالهايون ٿا يا پنهنجو نقطہ نظر واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون ٿا تڏهن اسين دراصل سجهاءَ ۾ ڀاڱو وٺندا آهيون. سُجهاءَ جو مقصد هر حالت ۾ دماغ ۾ ڳالهہ ويهارڻ يا روشن ڪرڻ، مقصد جو قائل بنائڻ يا پنهنجا پنهنجا دلپسند نتيجا حاصل ڪرڻ هوندو آهي.

## ٻولي ۽ سُجهاداريءَ جو پاڻ ۾ رابطو

ٻولي اهو فن آهي، جنهن جي وسيلي اسين خيالن، احساسن ۽ تجربن جو اظهار ڪندا آهيون. اهڙيءَ طرح فردن-درميان رابطو پيدا ڪرڻ ۽ سمجهڻ سمجهائڻ جو عمل جاري رهندو اچي ٿو. گويا انساني معاشريَ ۾ ڳانڍاپي کي ممڪن بنائڻ جو فرضي ڪم بنيادي طور فقط ٻولي انجام ڏي ٿي. ٻوليءَ جي باعث ئي انساني سماج ترقي ڪري موجوده منزل تي رسيو آهي. تاهم اها ڳالهہ بہ وسارڻ نہ گهرجي تہ ٻولي واهپي جو مڪمل ذريعو ڪڏهن بہ بنجي نہ سگهي آهي. ڇو تہ ان جي چوڌاري بہ نفسياتي واڙ اڏيل آهي. جيڪا مؤثر سجهاءَ Effective Communication جي واٽ ۾ اڪثر رنڊڪ بنجي پوندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن ادا ڪيل لفظ يا ٻول سجهاءُ آڻي نہ سگهندا آهن ۽ خيال يا جذبا منتقل ٿيڻ/محسوس ڪرائڻ ۾ مشڪلات پيش ايندي آهي. اهو سڀ ڪجهہ ان ڪري آهي، جو ٻولي اصل ۾ پنهنجي فطرت يا بناوت باعث اهڃاڻوي Symbolic ٿئي ٿي. لفظن ۾ صرف اُهڃاڻي سچاين جا مختلف رخ پريل هوند اآهن ۽ هر لفظ ڪنهن صورت يا ڪيفيت جو نمائندو ٿي ٿو ۽ پنهنجي ليکي هو ڪا بہ "حقيقت" نہ هوندو آهي. مثال طور "سورُ" هڪڙو سادو لفظ آهي. يعني تہ ڪنهن احساس جو "اهڃاڻ" آهي، پر "سورُ" جو حقيق احساس لفظن ۾ اظهاري نہ ٿو سگهجي. سمجهو تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي سڄي عمر مٿي ۾ سور پيو ئي ڪونهي. ان ڪري "سور پڌائڻ" سان هو صحيح ڪيفيت محسوس ڪرڻ کان عاري رهي ٿو. هر لفظ کي لغوي معنيٰ سان گڏ ڪا نہ ڪا جذباتي معنيٰ بہ ٿئي ٿي. اسان هر لفظ يا پيغام کي پنهنجي ماضيءَ جي تجربي واري چوکٹ يا حوالي سان ئي سمجهندا آهيون. مثال طور "چنڊ" جي معنيٰ هڪ عاشق لاءِ

پرين ۾ سائنسدان يا ماءُ لاءِ مختلف ٿي سگهي ٿي. ماءُ "پٽ" کي "چنڊ" چوي ٿي، جنهن جو سبب مادرانہ محبت يعني ممتا ۾ پاپوهہ هوندو آهي، جيڪو عاشق يا شاعر واري احساس کان بلڪل مختلف هوندو آهي.پر سائنسدان آڏو "چنڊ" جي حقيت اجا ٿين آهي، جيڪا فقط هڪ "خاڪي اُپ گرهہ" هجڻ جي آهي، جيڪو نرم ۾ ٺوٺ مٽاچري ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ آهي. جيستائين ڪو شخص لفظ ۾ سمايل اصلي سچائيءَ کي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪندو. تيستائين هو صرف رسوماتي ۽ ٿپيل سوچ ۾ ئي غلطان رهجي ويندو ۽ صحيح اندازو لڳائڻ جو اهل ٿي نہ سگهندو. جيئن تہ اسان جي ذهن ۾ اڳيئي تجربا ۽ تصور گهر ڪري ويٺا هوندا آهن. تنهنڪري نوان خيال ۽ تجربا قبولڻ لاءِ تيار نہ هوندا آهيون. نين ڳالهين کي درست نہ سمجهڻ واري عام روش بہ ان ڪري هوندي آهي جو اسين انهن کي ماضيءَ جي فوڪس ۾ ڏسندا آهيون ۽ پراڻن آزمودن سان گڏمڏ ڪري غلط نتيجو ڪڍي ويهندا آهيون. اهي ئي رنڊڪون آهن، جن باعث هڪڙا ملڪ بہ ٻين ملڪن کان نفسياتي طور ڏينهون ڏينهن پري ۽ اڪيلا ٿيندا وڃن، ڇو جو مد مقابل قومن کي پنهنجو نقطہ نظر چڱيءَ طرح ذهن نشين نہ ٿا ڪرائي سگهون، ۽ هڪ ٻئي جو مفاد باور ڪرائڻ ۾ انتهائي ناڪامي ٿئي ٿي. اهي مشڪلاتون رڳو تڏهن دور ٿي سگهن ٿيون، جڏهن اسين رڪاوٽن مٿان سوپ ماٺيون ۽ سجهارس کي اهڙو اثرائتو بنايون جو پنهنجي خواهش مطابق نتيجا حاصل ڪري سگهون. بهرحال صورت حال ڪهڙي بہ هجي، مگر ٻولي هر دورہ رابطي جو واحد ۽ ممڪن ذريعو رهندي آئي آهي ۽ لفظ جيترو بافهم ٿين ٿا اوترو ئي سجهاو آسان ۽ مؤثر ٿئي ٿو. ڪو زمانو هو جو سجهاداريءَ جو واهڻ فقط ڪتاب ۽ تحرير هوندا هئا. صدين کان فڪر ۽ تجربي کي فقط علم ادب ذريعي ئي شاگردن ۾ ويچاروندن تائين رسايو ويندو هو. پر جيئن ئي سائنسي اوج آيو. تيئن ئي ميڊيا جا نازڪ ترين ذريعا وجود ۾ ايندا ويا ۽ اڄوڪي جديد تهذيب ۾ ٽيليفون، ريڊيو، ٽي وي، فلم توڙي رسالي ۽ اخبار جهڙا سرعت انگيز وسيلا دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ رائج آهن، جن جي ذريعي ڪروڙها انسانن کي خيال ۽ نظريا

بيڪ وقت پهچندا رهن ٿا. دراصل عڪس ۽ ڇُر پُر جي عمل سجهاوَ ۾ زبردست مددگار ۽ معاون ٿي ان کي صرف هڪ سادو عمل بنائي ڇڏيو آهي. هيڪاري بنان تند تار ٽيلي پرنٽ ڪمپيوٽر فيڪس ۽ سيٽلائيٽ جهڙن طبعي ۽ مادي وسيلن جو انساني دسترس ۾ اچڻ سبب ساري دنيا ڳنڍجي هڪڙي گهر سمان ٿي پئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو ويهين صديءَ جي سائنسي دور کي سجهارس جو زمانو سڏيو ويو آهي. جيتوڻيڪ سجهاوَ جا جديد ذريعا تمام طاقتور آهن، تاهم ياد رکڻ گهرجي ته "زبان ۽ لفظ" جي اهميت اها ئي ساڳي پهرين واري آهي. جنهن ۾ ڪو به فرق نه آهي.

## سجهارس جو دور ۽ سنڌي ٻولي

ايڪيهين صديءَ ۾ فقط اهي ٻوليون سگهاريون ٿي رهنديون، جيڪي نئين زماني جي تهذيب ۽ تمدن جي ترجماني ڪرڻ جي پاڻ ۾ قوت پيدا ڪري سگهنديون ۽ جيڪا ٻولي جاڳرتا آڻيندڙ، رابطو جوڙيندڙ ۽ علم پکيڙيندڙ هوندي، صرف انکي ئي ميڄتا ملي سگهندي. ايندڙ صديءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بقاءَ جو دارومدار به ان ڳالهه تي هوندو ته اها ڪيتري قدر سُجهاوُ ٻولي بنجي سگهي آهي. نين ميڊيائن ۾ اها ڪيتري ڪامياب ۽ مقبول وسيلو ٿي رهي ٿي. هن وقت تائين سنڌي ٻولي ان ڏس ۾ ڪيتري قدر اڳيان وڌي سگهي آهي؟ ۽ ان جي وڌڻ ۾ تاحال ڪهڙيون رنڊڪون حائلِ آهن؟ اچو ته ان مسئلي جو مختلف رخن کان جائزو وٺون.

اسان بخوبي اندازو لڳائي سگهون ٿا ته گذريل اڌ صديءَ ۾ ناهموار حالتن سان مقابل هوندي به سنڌي ٻولي نون نون شعبن ۽ زندگيءَ جي نون وهنوارن ۾ نه رڳو رواج پاتو آهي، بلڪ پاڻ موکيو به اٿس. علمي ۽ فني ميدانن ۾ سنڌي ٻولي جو سلو اپجي نروار ٿيو آهي. تعليم ۽ صحافت سڏريل معاشري جا ٻه اهم سگهارا شعبا ليکيا وڃن ٿا، جن ۾ سنڌي پنهنجا پير کوڙي بيٺي آهي. اسان وٽ تدريس، تعليم ۽ امتحان واسطي الڳ الڳ محڪم بنيادي کان اعليٰ تعليم پکيڙڻ لاءِ قائم آهن. اهي سيئي

سرڪاري ۽ نيم سرڪاري ضابطن هيٺ ڪم ڪري رهيا آهن. پرائمريءَ
کان ڊگري ڪلاسن تائين تعليمي ادارا مختلف نظامتن ۾ ورهيل آهن، جن
جي اختياري دائري ۾ سکيا ڪانسواءِ انهن جي توسيع ۽ نگراني پڻ شامل آهي.
سموري علائقي اندر هزارين استاد ۽ ڪارڪن تعليمي امور جي خدمات تي
مقرر آهن. ايڏي ساري وسيع تر افرادي قوت جو پيو ڪو ٻه وڏو محڪمو
ديس ۾ موجود ناهي. ثانوي ۽ اعليٰ ثانوي درجن واسطي امتحاني بورڊ هر
هڪ ريجن ۾الڳ قائم ٿيل آهن، جيڪي امتحان وٺڻ کان علاوه سندون
به جاري ڪن ٿا. اعليٰ سائنسي ۽ فني تعليم جي پورائيءَ لاءِ وري متعدد
يونيورسٽيون برپا ٿيل آهن. ان ڪانسواءِ تعليمي نصاب ۽ درسيات جي توسيع
۽ اجراءِ واسطي ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۽ بيورو آف ڪريڪيولم عملڪار
آهن. ثقافت جو واڌارو وري هڪ مڪمل اختيار رکندڙ کاتي "ڪلچرل
ڊپارٽمينٽ" جي ذمي آهي. اهڙيءَ ريت خالص سنڌي ادب ۽ زبان جي ترقيءَ
لاءِ سنڌي ادبي بورڊ جو مقبول ادارو وجود ۾ آيل آهي. سنڌالاجيءَ جي
مقصدن ۾ مٿين ڳالهين ڪانسواءِ تاريخي ورثي ۽ ثقافت جي حفاظت ۽ ترويج
پڻ شامل آهن. شاهه لطيف ثقافتي مرڪز لطيف چيئر ۽ سچل چيئر جهڙا
ادارا وري لطيف فن، ادب ۽ ڪلچر جي فروغ جا ذميوار آهن. ٻي
طرف "سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو" پڻ قائم ڪيو ويو آهي. جديد زماني
جي تقاضائن مطابق سنڌي ٻوليءَ کي اعليٰ منزلت ۽ بلند معيار تائين پهچائڻ
ان جو خاص مقصد آهي.

انهن سڀني ذريعن جي مشترڪ عمل جو سنڌي ٻوليءَ جي حق ۾
خوشگوار اثر ٿيو آهي. خاص ڪري اهي ذريعا سنڌي ادب ۽ تعليم کي
پکيڙڻ ۽ ان کي مقبول بنائڻ ۾ معاون ثابت ٿيا آهن. جيتوڻيڪ اهي ادارا
خامين کان مبرا نه آهن. ان هوندي به انهن جي ڪاڪردگيءَ جو مثبت
نتيجو نڪتو آهي. ۽ ان ڪري سنڌي هڪ وسيع الاطراف ۽ گهڻ مقصدي
ٻوليءَ جي حيثيت اختيار ڪري ورتي آهي. اڄ پرائمري اسڪول کان
يونيورسٽيءَ تائين هزارين شاگرد، سنڌي ٻوليءَ کي تعليمي وسيڪ طور
ڪاميابيءَ سان استعمال ڪري رهيا آهن. تعليمي واڌاري مان اهڙي پروڙ

بہ پوي ٿي تہ اظهار ۽ ترجمانيءَ واسطي سنڌي عوام جو وڏو تعداد ذهني طور سنڌي ٻوليءَ کي قبول ڪري چڪو آهي. بلڪ اها سندن مافي الضمير جي ٻولي بنجي چڪي آهي. پوءِ بہ اها ڳالهہ نہ وسارڻ گهرجي تہ تعليمي ترقيءَ جي سلسلي ۾ سنڌي ٻوليءَ سامهون وڏو ميدان کليل پيو آهي، جنهن کي ڪاپائڻ/ پائڻ لاءِ اڃا ڪيترين ئي آزمائشن مان لنگهي پار پوڻو اٿس. اهم سوال اهو آهي تہ قوم جا باشعور فرد مستقبل ۾ ڪيتريقدر پاڻ کي تعليم ۽ ٻوليءَ سان واڳيل رکن ٿا يا وري اسان جا تعليمي ماهرَ عالمَ ۽ استاد ميسر ذريعن کي ٻوليءَ جي حق ۾ ڪيئن ڪم آڻين ٿا ۽ ان واسطي عاليشان نتيجا حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي مهارت کي ڪهڙيءَ طرح استعمال ڪن ٿا.

تعليم کان علاوه سنڌي صحافتي دنيا بہ ڪافي ڪشش انگيز بنجي چڪي آهي ۽ ملڪ جي وسيع حلقي کي متاثر ڪندي رهي آهي. خاص ڪري ڪمپيوٽر جي استعمال ان ۾ تيز تر رواني ۽ معيار جي اعليٰ صورت پيدا ڪئي آهي. عدد ۽ شماريات جي لحاظ کان جائزو وٺنداسون تہ سنڌي صحافت ۽ ادب جي ترقي حوصلہ افزا معلوم ٿيندي. اڄڪلهہ روزانہ اخبارن جو انگ بہ ويهن کان مٿي چڙهي ويو آهي. پندرهن روزہ هفتيوار ۽ ماهنامہ مخزنن جو تعداد تنهن کان علاوه آهي، جيڪو پڻ ٻن ڊزنن کان گهٽ نہ هوندو. علمي ادبي ميدان ۾ وسيع ٿيڻ جي شاهدي ان ڳالهہ مان ملي ٿي جو سنڌي ٻوليءَ ۾ اٽڪل زندگيءَ جي هر شعبي متعلق لاڳيتا معلوماتي مقالا ڇپجندا رهن ٿا. هن وقت پبليڪيشن جا نجي ادارا بہ سنڌي ڪتابن جو منفعت بخش ڪاروبار ۾ رڌل آهن. حالانڪ ماضي قريب ۾ خانگي اشاعتي گهر هلائڻ ڇيهي رسان ڏنڌو سمجهيو ويندو هو. سنڌي ٻوليءَ جي مقبوليت وڌڻ سان اها ڳالهہ امڪان کان ٻاهر ناهي تہ خود ٻين ٻولين جا ادارا بہ اڳتي هلي سنڌي ٻوليءَ ۾ دلچسپي وٺڻ لڳن ۽ فائدي جي اميد رکندي اشاعتي پروگرام هٿ ۾ کڻن. اڃا ٿورو عرصو اڳ جي ڳالهہ آهي جو سنڌي اخبارن جي پڪار حڪومت جي نقارخاني ۾ گم ٿي ويندي هئي. پر هينئر حالت ان جي برعڪس آهي. سنڌي صحافت جو آواز نہ صرف "عام راءِ" تي

اثر انداز ٿئي ٿو، بلڪ اقتدار جي ايوانن کي به سجاڳ ڪرڻ جو سبب بڻجي ٿو. نه صرف ايترو بلڪ مذڪور ميڊيا کي ترقيءَ جو اهو اثر ٿيو آهي جو موجوده دور ۾ سنڌ اندر ٻيون ٻوليون ڳالهائيندڙ طبقا به سنڌي ٻوليءَ طرف ڇڪجي رهيا آهن. آهستي آهستي سنڌي ٻولي ملڪ جي ناگزير ضرورت جي صورت ۾ اڀري رهي آهي. فطري طور يڪجهتي ۽ هم آهنگيءَ واسطي به سنڌي ٻوليءَ جي اهميت کي هر حلقو محسوس ڪرڻ لڳو آهي. تازو ئي شهيد ذوالفقار علي ڀٽو انسٽيٽيوٽ آف سائنس اينڊ ٽيڪنالاجيءَ طرفان مختلف گريڊن ۾ ٽيڪنيڪل ۽ نانٽيڪنيڪل آسامين ۾ ڀرتيءَ لاءِ اخبارن ۾ جيڪو اشتهار ڇپيو هو، تنهن ۾ اميدوارن لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي ڄاڻ کي لازمي ڄاڻايو ويو هو. ٻي طرف وري بلوچستان ۾ ورلڊ بئنڪ طرفان هلندڙ ترقياتي منصوبن ۾ افرادي ڀرتيءَ لاءِ به وقت به وقت اشتهار ڇپجندا رهندا آهن، جن ۾ ملازمت جي شرطن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو اچڻ به اضافي لياقت طور شامل ڪيل هوندو آهي. حڪومت کي به بعض حالات ۾ گهربل نتيجا حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي ازخود سجهاءُ واسطي اختيار ڪرڻو پئجي ويندو آهي. ان ڪري ڪجهه محڪمڪ وقت بوقت سنڌي ڄاڻندڙن جي امداد حاصل ڪندا رهندا آهن يا وري سنڌي مادري زبان وارن فردن کي ڄاڻڪاريءَ لاءِ ڪاتن ۾ ڀرتي ڪرڻ سندن ضرورت ٿي پوندي. اسان جا قلمڪار ۽ صحافي، فنڪار ۽ گڏوان معاشري ۾ انهيءَ موافقت واري رخ کي سنڌي ٻوليءَ جي حق ۾ اڃا به عملي ۽ فائديمند بنائي سگهن ٿا. اسان کي افهام تفهيم واسطي اڃا به سازگار ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ اڻٿڪ محنت کان ڪم وٺڻ گهرجي. ان جي هڪڙي اهم صورت اها به آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي وسيع داره اثر کي خيال ۾ رکي، اسين ٻوليءَ کي زياده کان زياده سلجهيل، سادي ڪارائتي بنائڻ جي ڪوشش ڪريون. اهڙيءَ طرح جو اها خود بخود هر شعبي ۾ مقبول عام ٿيندي وڃي.



# سنڌيءَ جون لساني تبديليون ۽ عصري عالمن جا رويا

زبان بيشڪ سماجي عمل آهي، جنهن صرف انساني لاڳاپن جي نتيجي ۾ ئي جنم ورتو آهي. انسان پنهنجي انفرادي ۽ اجتماعي ضرورت مطابق ٻوليءَ کي ڪتب آڻيندو رهي ٿو. ان ڪري اها هميشه کان ئي لچڪيدار رهندي اچي، تهذيبي مٿا سٽا، مادي شين جي ايجاد، سماجي ۽ سياسي انقلاب جون گردشون، انساني ٽولن جي لڏ پلاڻ سدائين کان ٻولين ي اثرانداز ٿي ان کي تبديليءَ مائل ڪندا آيا آهن. مطلب ته تبديليءَ کي قبول ڪرڻ زنده ۽ سڌريل ٻوليءَ جي هڪ اٽر وصف آهي.

جيئن انساني سماج هميشه هڪجهڙو ڪونه ٿو رهي، تيئن ٻوليءَ ۾ مٽاسٽا يا تبديلي واقع ٿيڻ هڪ فطري امر آهي، سائنسي اصول مطابق تبديليءَ جي قانون کان ڪا شيءِ بچيل ناهي، ٻوليءَ جي بيهڪ لازمي طور ڪنهن حد تائين مستحڪم ٿئي ٿي، تنهن هوندي به گردش ايام ۾ جملن ۽ لفظن جي بندشُ ۾ لچڪ پيدا ٿيندي ڏٺي وئي آهي. تاريخي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌي ٻولي هر زماني ۾ اُسريل ۽ انساني تهذيب جو هڪ موثر آرگن رهي آهي. دراصل اسين جڏهن ڪنهن ٻوليءَ ۾ واڌاري يا ترقيءَ جي ڳالهه ٿا ڪريون ته ان جو مقصد فقط ٻوليءَ ۾ متعارف ٿيندڙ نون لاڙن جو مطالعو هوندو آهي. زمان حال وانگر ماضيءَ ۾ به سنڌي ٻولي ۾ تبديليون ٿينديون آيون آهن.تاريخ مان اها ڳالهه ثابت ٿي چڪي آهي ته راءِ گهراڻي ۽ راجا ڏاهر جي وقت ۾ سنڌ ۾ هڪ زرخيز سنڌي ٻولي رائج هئي.

ساڳئي وقت جڏهن اٺين عيسوي صديءَ ۾ عربن سنڌ فتح ڪري مٿس حڪمراني قائم ڪئي، تڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ گهڻي مٽ سٽ آئي ۽ ان ۾ افاديت جا نوان قدر ڪليا. اهڙي طرح سومرا دور واري ٻوليءَ جي گردان ۾

ڪافي ترڪيبون پيدا ٿيون. سما، ارغون ۽ ترخان دور ۾ سنڌي ٻوليءَ پراڻو لبادو لاهي ڪجهه قدر نئين ٻنجي وئي پر ڪلهوڙن جو دور ايندي ايندي سنڌيءَ ۾ مزيد لساني ڦيريون گهيريون ٿيون.

سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ "لساني تبديل نظام" جو جائزو وٺڻ سان معلوم ٿيندو ته 1000ع کان وٺي 1500ع صديءَ جي ڊگهي عرصي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي هر جز ۾ مٽ سٽ آئي ۽ اها اظهار بيان ۾ زياده سگهاري ٻنجي وئي. ٻوليءَ جي لفظيات ۽ معنويات کان ويندي "وايو ڪيات" ۾ نوان واڌارا گهر ڪندا ويا. خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ جي جملاڻي پيچ گهڙ يا نحوي ترڪيبن ۾ زياده قاعدي گير ٻنجي وئي. جيتوڻيڪ ان دور جي علم ۽ ادب جا ثبوت مليا آهن پر تحريري مواد ڪافي مقدار ۾ ميسر ٿي نه سگهيو آهي. اهو ئي واحد سبب آهي جو قديم سنڌي ٻوليءَ جي لساني خدوخال جا چٽا ٽپڪا ملي نٿا سگهن. جن جي چوگرد اسين لڪير ڇڪي آڳاٽي سنڌيءَ جي ڪا لساني شڪل شواهد سان پيش ڪري سگهون.ان هوندي به ڪجهه لسانياتي ماهر ان جستجوءَ ۾ ڪجهه قدر ضرور ڪامياب ويا آهن. جن وڏي محنت سان پراڻي دور جي ڳالهائجندڙ ٻوليءَ جا ڪيترا چٽا آرڪاڻ ظاهر ڪيا آهن ۽ پنهنجن مضمونن ۾ پراڻي دور ۾ ٿيل لساني ۽ صوتي تبديلين متعلق ڪافي اهم اشارا ڪيا آهن. سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ ڪلهوڙا دور کي سڀ کان وڏو اعزاز حاصل رهيو آهي، ڇاڪاڻ جو اسان کي پنهنجي ٻوليءَ جو شاهڪار خزانو فقط ان دور ۾ ئي حاصل ٿيو. جنهن کي عالمن ۽ نقادن ڪنهن به اختلاف کانسواءِ سنڌي ٻوليءَ توڙي ادب ڪلاسڪ انداز تسليم ڪيو آهي. ڪلهوڙن جي زماني جو گهڻي ۾ گهٽو سنڌي تحريري علم ۽ ادب اسان کي دستياب ٿيو آهي. ان ڪري اڄ کان اٽڪل 300 ورهيه اڳ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ڳالهائڻ ۽ لکڻ جو نمونو اسان معلوم ڪري سگهيا آهيون ۽ انجي باري ۾ ڪجهه پڪيءَ طرح سان چئي سگهون ٿا. انگريزي دور کان وٺي موجوده دور تائين ڪيترن لساني ماهرن ۽ معروف گرامر دانن، شاهه لطيف جي شاعرانه ٻوليءَ جو هر پهلوءَ کان اڀياس ڪيو آهي ۽ ان زماني ۾ رائج سنڌي ٻوليءَ جي گڻن ۽ خاصيتن تي تحقيقي مقالا

لکيا آهن. ان ڪري اڄ جي طالبن ۽ شائقين لاءِ آڳاٽي سنڌي ٻوليءَ جي جوڙجڪي روپ جو جنسار پسڻ ممڪن بڻجي سگهيو آهي ۽ اسين بخوبي اهو اندازو لڳائڻ جي قابل ٿي ويا آهيون ته اڍائي ٽي سئو سالن دوران سنڌي ٻولي پنهنجون منجهداريون، صرفي ۽ نحوي ترڪيبون مٽائي، ڇنڊي ڇاٽي، ڪيئن نه سنئون سباتو آسان روپ اختيار ڪندي وئي آهي. خاص ڪري برٽش دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي جملائي جوڙ جڪ ۾ هڪ وڏي تبديلي آئي، جيڪا اڻ ٽر هئي. ان تبديليءَ مفرد لفظ استعمال ڪرڻ جي روايت کي زور وٺايو ۽ سادن لفظن تي ٻڌل جملا جوڙي اظهار کي سليس بڻايو. ورهاڱي کان پنجاهه ورهين بعد اڄوڪي سنڌي زبان تيزيءَ سان ترقي يافته صورت اختيار ڪري رهي آهي ۽ جديد دور جي عين مزاج موافق حساس ميڊيا يا سجهاءُ رس يعني ڪميونيڪيشن جي ترجماني ڪندي اها هڪ موثر ۽ تابدار ٻولي بڻجي چوڏاريءَ ڇانئجي رهي آهي.

ٻولين جي سرشت ۾ اهي ٻوليون فاضل مرحلي واريون ۽ آسان سمجهيون وينديون آهن، جن جا اگر مختلف لفظن پاڻ ۾ ڳنڍجي جملو بڻائين ته انهن ۾ اندروني مٽا سٽا بلڪل سادي ۽ سهنج واري ثابت ٿئي. جملي ۾ فعل ڦيرو ڪائي ڪنهن زمان کي ظاهر ڪندو آهي يا مطلب جي ادائگي ظاهر ڪندو آهي پر ڪلهوڙن جي دور واري سنڌي ٻوليءَ ۾ جملي جو مطلب بيان ڪرڻ واسطي مختلف لفظن ۾ گردان تمام فراوانيءَ سان ٿيندڙ هو. اگر جملي جي جوڙ جڪ جو جائزو وٺبو ته معلوم ٿيندو ته لطيف جي ٻوليءَ ۾ فعلن کانسواءِ اسمن، ظرف، ضميرن ۾ ڦيرو عام آهي. انهيءَ منجهداري خاصيت باعث ئي موجوده دور جي شاگردن لاءِ لطيف جو ڪلام پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ ڪجهه مشڪل بڻجي پيو آهي. سنڌي ٻوليءَ ادب جي اعليٰ تعليم حاصل ڪندڙ شاگردن واسطي خاص ڪري آڳاٽو سنڌي شعر سمجهڻ لاءِ سنڌي ڪلاسڪ ٻوليءَ جو گرامر دستياب هئڻ وقت جي اهم ضرورت سمجهڻ گهرجي. سنڌي ٻوليءَ ۾ اڃا سوڌو به فعلن ۽ ٻيان ڪجهه ضميري پڇاڙيون استعمال ۾ اچن ٿيون پر اهي ٻوليءَ جي سهنج ۽ سولائيءَ تائين محدود رهجي وييون آهن پر ڪلهوڙن ۽ ارغونن جي

دور تائين سنڌي ٻوليءَ جي ضميري نشانين جو هڪ ڪشادو منجهداري نظام رائج هو.

دراصل ڪلاسيڪي سنڌي ٻوليءَ ۾ مفرد حالت ۾ لفظ جوڙي جملو ٺاهڻ بدران حالتي نشانيون ڳنڍي مطلب ادا ڪيو ويندو هو. ضميري پڇاڙيون فقط فعلن جي پويان ڳنڍڻ واري ترڪيب رائج ڪونه هئي، بلڪ اسمن، ظرفن، ضميرن، ويندي حرف جر ۾ ان جو استعمال عام جام ٿيندو هو. جيتوڻيڪ 17 صديءَ جي سنڌي زبان ۾ پنهنجي جوڙجڪ ۽ اظهار ۾ ڪامل هئي ۽ پنهنجي دور جي علم ۽ ادب جي موثر ترجمان ۽ ڪامياب ٻولي هئي، جنهن ڪري بين الاقوامي تقابل جي معيار جو ادب ان زماني جي ٻوليءَ ۾ سرجڻ ممڪن بڻجي سگهيو.

گذريل اڌ صديءَ ۾ سنڌ ۾ گهڻي سياسي اٿل پٿل آئي آهي، ڌارين قومن جو عمل دخل اسان جي سر زمين تي وڏي پيماني تي ٿيندو رهيو آهي. حساس ميڊيائن جو وجود ۽ عوام جي انهن تائين رسائي آسان بڻجي پئي آهي. سنڌي اسڪول ۽ درسگاهون ۽ ماس ايجوڪيشن ۾ گهڻي قدر اضافو ٿيو آهي، ڪمپيوٽر جي ايجاد، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇاپي جي صلاحيت ڪتابن ۾ هوشربا اضافو آندو آهي، نوان نوان علم ۽ فن، مادي سائنٽيفڪ وسيلا، رواج ۽ ريتن تي جلد اثر انداز ٿي وڃن ٿا. ان ڪري سنڌي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۾ تيزيءَ سان مڪينز جو انداز پيدا ٿيندو وڃي پيو. اهي سڀئي ڳالهيون اسان جي ٻوليءَ ۾ لساني ۽ صوتياتي تبديلين ۽ لغوي اضافن آڻڻ جو ڪارڻ بنيون آهن، سنڌي ٻوليءَ ۾ پيدا ٿيل جوڙجڪي تبديلين (Structural changes) بابت ٻه ائين چوڻ درست ٿيندو ته سنڌي ٻوليءَ پنهنجي پراڻي اندروني گرداني بناوت ۾ تيزيءَ سان سهنجايون قبول ڪري ورتيون آهن. اسان جي زبان ائين نئين دور جي معنويت ۽ موضوعات کانسواءِ جديد زماني جي سائنسي مفهوم کي ٻه آسانيءَ سان اظهار ڪرڻ جو پاڻ ۾ سياءُ (Quality) پيدا ڪري ورتو آهي. ائين چوڻ درست ٿيندو ته سنڌي ٻوليءَ بناوت جي لحاظ کان ٻولين جي ڪامل ۽ فاضل ڏاڪي تي پهچي وئي آهي، جنهن کي علمي ۽ لساني زبان ۾ تجزياتي جوڙجڪ يا

Analytical structure چيو وڃي ٿو. اڄوڪي سنڌي ٻوليءَ ۾ نحوي تبديليُن جو جائزو وٺڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته اها جملن ۾ منجهداري (Complexity) وارين ترڪيبن کي ڇنڊيندي ڇاٽيندي هڪ آسان اظهار بيان وارو لباڊواويڙيندي وڃي. جيڪو جملن جي بناوت جي لحاظ کان سهنو ۽ سهنجو ساڳئي وقت فعال ۽ چست پڻ آهي. جنهنڪري جديد زماني جي اظهاري ضرورتن تي اها پوريءَ طرح گرفت رکندڙ آهي.

سيئي ماهر لسانيات هڪڙو اصول تسليم ڪن ٿا ته دنيا جون ٻوليون تبديليءَ ذريعي منجهداري حالت مان نڪري سادگيءَ واري حالت اختيار ڪنديون وڃن پيون. اها ساڳي ڪيفيت اسان جي سنڌي ٻوليءَ جي به آهي، پر اسان جي ڪن عالمن مثبت لساني تبديليءَ کي ترقيءَ واري راهه علامت طور قبول ڪرڻ کان انڪار ڪندي ماڳهين اعتراض اٿاريا ويا آهن.مهمد ابراهيم جويو ٻوليءَ ۾ آيل فطري تبديليءَ کي بگاڙو چوي ٿو. سندس خيال موجب سنڌي ٻوليءَ جي صحت يا اصليت برقرار رکڻ لاءِ ائين ڪرڻ اٽر به آهي، ”نئين زندگي“ جو 2002ع وارو پرچو، جيڪو سندن شخصيت بابت خاص نمبر ڪري ڪڍيو ويو آهي، ان ۾ جويي صاحب جو مضمون ”ٻوليءَ جو بچاءَ“ شايع ٿيل آهي. سندس لساني تجزيي ۽ ٻوليءَ جي صحت بابت پيش ڪيل خيال سان آئون علمي اختلاف رکان ٿو. منهنجي مرضي آهي ته ٻوليءَ جا گرامر دان ۽ ماهر لسان، نصاب نويس توڙي تعليم دان ٻولي ۾ آيل ڪن سڌارن يا بگاڙن درميان ڪانه ڪا حد فاضل ڇڪين، نه ته ٻوليءَ جي گردان ۾ ٿيندڙ اندروني مثبت ۽ مفيد تبديليءَ کي بگاڙو چوڻ سان ٻوليءَ جي شاگردن ۾ ڪافي مونجهاري ۽ بي يقيني بلڪ ٻوليءَ کان بدگمانيءَ پيدا ٿيڻ جو لاڙو وڌندو ويندو. ابراهيم جويي صاحب بگڙيل سنڌيءَ جا 14 مثالي جملا لکيا آهن. جيڪي اخبارن جي ننڍڙين خبرن جا سرا آهن. اصل ۾ اهي چوڏهن ئي جملا بناوت ۾ صحيح، صاف، سليس ۽ ٻوليءَ جا هر لحاظ کان صحتمند جملا آهن. جن کي صرف و نحو ۽ پراڻي ڪسوٽي لڳائي بي سبب ٻوليءَ جا بگڙيل جملا ڪري پيش ڪيو ويو آهي، ان کان وڌيڪ حيرت انگيز اها ڳالهه آهي جو جويي صاحب

بگڙيل جملن جي تصحيح خاطر جيڪي پيٽ ۾ درست جملا لکيا آهن، سي ئي درحقيقت منجهيل ۽ غير فصيح ٻوليءَ جا جملا محسوس ٿين ٿا. ايتريقدر جو اهي سڌاريل صورت ۾ صحافتي مفهوم جي سهنجائي واري انداز بيان سان هرگز جوڙ نٿا کائين. آئون هتي جويي صاحب جا چونديل جملا ۽ انهن جي پيٽ ۾ درست ٿيل جملا ساڳئي وقت درج ڪريان ٿو، جيئن پڙهندڙ پلي پاڻ ان ڳالهه جو اندازو لڳائي ڏسن ته اخبارن ۾ آيل جملا حقيقي طور تي صاف سٿرا ۽ سليس انداز رکن ٿا ۽ انهن جي مقابلي ۾ درست ڪيل جملا پيچيده بناوت جا آهن."

اخباري جملا

1. سنڌو پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوٽائي شروع.
2. رستو بند ٿيڻ سبب مل بند.
3. گورنر ڪي ٽر جو دورو ڪرڻ جي اپيل.
4. ريڊيو پڌڻ تان جهيڙو.
5. پنجن ڏينهن جو دورو ڪرڻ بعد رپورٽ.
6. سنڌ ۾ ڪاغذ جا چار ڪارخانا قائم ڪرڻ جون رٿائون زير غور.
7. سنڌي زبان ۾ ثقافت جو پيپر شامل ڪرڻ جو حڪم.
8. سپاهي مسافرن جو قيمتي سامان ڦرڻ جي الزام ۾ گرفتار.
9. نوڪريءَ لاءِ درخواستون ڏيڻ کان پوءِ انٽرويو.
10. حڪام طرفان مري ويلن جو تعداد ظاهر ڪڻ کان انڪار.
11. هارين کان قبضو ڇڏائڻ لاءِ پوليس پهتي.
12. مولانا... بنا معاوضي زمينون حاصل ڪرڻ تي اعتراض ڪيو.
13. زرعي پيداوار جي وڪري جو بندوبست ڪرڻ لاءِ زرعي ادارو قائم.
14. تعلقي جا بنيادي مسئلا حل ڪرڻ تي غور.

درست ٿيل جملا

1. سنئي پاڻي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوٽائي شروع.
2. رستي بند ٿيڻ سبب مل بند.
3. گورنر ڪي ٽر جي دوري ڪرڻ جي اپيل.

4. ريڊئي پڏڻ تان جهيڙو.
5. پنجن ڏينهن جي دوري ڪرڻ بعد رپورٽ.
6. سنڌ ۾ چئن ڪاغذ جي ڪارخانن قائم ڪرڻ جون رٿائون زير غور.
7. سنڌي زبان ۾ ثقافت جي پيپر شامل ڪرڻ جو حڪم.
8. سپاهي مسافرن جي قيمتي سامان ڦرڻ جي الزام ۾ گرفتار.
9. نوڪريءَ لاءِ درخواستن ڏيڻ کان پوءِ انٽرويو.
10. حڪام طرفان مري ويلن جي تعداد ظاهر ڪرڻ کان انڪار.
11. هارين کان قبضي ڇڏائڻ لاءِ پوليس پهتي.
12. مولانا... بنا معاوضي زمين حاصل ڪرڻ تي اعتراض ڪيو.
13. زرعي پيداوار جي وڪري جي بندوبست ڪرڻ لاءِ زرعي ادارو قائم.
14. تعلقي جي بنيادي مسئلن جي حل ڪرڻ تي غور.

سنڌي ٻوليءَ جا ماضي جي گرامر ۾ پنهنجا قانون هئا پر هاڻوڪي جديد سنڌي ٻوليءَ جو ڦيرو يا گردان ماضيءَ واري گرامر کان مختلف ٿي ويو آهي. گذريل 50 سالن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي گرامر جي قاعدن ۾ ڪافي لچڪ پيدا ٿي آهي. جملن ۾ ضمير، اسم ۽ فعل وغيره ۾ حالتن مطابق جيڪو لفظن جو ڦيرو عام هو. سو ڪيترن ڳالهين ۾ هينئر چندجي چاڻجي ويو آهي. اها تبديلي غير ٻولين جي اثر کان نمودار نہ ٿي آهي. بلڪ اهو سڀ ڪجهہ سنڌي ڳالهائيندڙ ۽ لکندڙ جو ٻوليءَ ۾ سهڻائي، سجهاءُ ۽ وسعت آڻڻ واري ڪوشش سببان نمودار ٿيو آهي. جويي صاحب جملي جي جيڪا درست صورت پيش ڪئي آهي ان ۾ مزيد پڇاڙين يا حرفي لفظن جو اضافو ڪري سگهجي ٿو. مثلاً:

1. سنئي پاڻي کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوتائي شروع.
2. رستي جي بند ٿيڻ سبب مل بند.
3. گورنر کي ٽر جي دوري جي ڪرڻ جي اپيل.
4. ريڊيي جي پڏڻ تان جهيڙو. وغيره وغيره.

رسول بخش پليجو اڪثر پنهنجي مضمونن ۾ ٻوليءَ جي بگاڙ بابت اظهار خيال ڪندو رهيو آهي. انهن مان سائنس ڪجهہ ڳالهين تي اتفاق نہ

ڪري سگھجي ٿو، پر پليجو صاحب ٻوليءَ جي خالصپڻي تي ايڏو زور پريندو رهيو آهي جو ٻوليءَ جي سهڻائي، سٺائي جون باقي مڙئي پيون خوبيون غير اهم بڻجي وينديون آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ تذڪير تانيث جو قاعدو ۽ ڪليو ضرور آهي، پر ان ۾ لچڪ به هوندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن موقعي جي مناسبت سان عورت جي مونث پڻي جو لفظ ظاهر نه ڪرڻ سان ئي جملي ۾ سونهن سوڀيائي ۽ تقدس پيدا ٿيندو آهي. دراصل تذڪير يا واحد کي جمع ۾ واپرائڻ سان ڪن ٻولين جي جملن ۾ تڪريم جي وصف پيدا ٿيندي آهي. پليجي صاحب جو خيال آهي ته صحافي نورجهان سومريءَ کي نور جهان سومرو ۽ نورالنساء پليجيءَ کي نورلانسا پليجو لکي ماديءَ کي نر ثاهيو ٻوليءَ لاءِ رڻ ڀاريو ويٺا آهن. پليجي صاحب جي ڳالهه اکين تي، پر مونکي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته عورت کي پوري ذات واري نالي سڏڻ سان ٻوليءَ ۾ ڪهڙي غلطي اچي وڃي ٿي. ذات جا اصل وار لفظ مڪمل صورت ۾ آهن ئي سومرو، پٺي، پليجو، وغيره جنس يا تصغيري نشان ۾ اسين انهن کي سومري، پٺياڻي، ميمڻياڻي، پليجي وغيره سڏي سگهون ٿا پر ائين چوڻ هروڀرو مستحسن به ناهي. ان ڪان علاوه ڪيترين ذاتين جا نالا اهڙا آهن. جن سان تانيث وارو نالو يا ته ٺهڪجي نٿو يا وري ان جي ادائگي اوکي يا اٿوڻنڊڙ آهي. سمجهو ته اخبار وارو "پاڪستان جي وزيراعظم صاحب" بدران "پاڪستان جي وزيراعظمياڻي صاحبه" لکي ته ڇا اهو جملو سونهندو؟ -اهو جملو سنڌي ترڪيب جي لحاظ کان ڪٿي صحيح به هجي پر ان کي ڪڏهن به قابل تڪريم ٻولي يا عزت لائق جملو نه چئبو، نه وري انجي ادائگي ۾ ڪا صفائي يا فصاحت آهي. هوئنئن به سنڌي ٻوليءَ ۾ عورت کي ڪن حالتن ۾ فقط ڊاڪٽر وائيس چانسلر، چيئرمين، آرڪيٽيڪٽ، اسپيشلسٽ چوڻ سان ٻوليءَ ۾ ڪا به خرابي پيدا ڪانه ٿي ٿئي.

هي مقالو روزانه ڪاوش 2002ع ۾ شايع ڪيو ويو.

*

## اوسر تعليمي سرشتي جي هٿ هيٺ هلندڙ ادارا



ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي گرلس
سائنس ڪاليج، قاسم آباد.



گل عرساڻي هاءِ اسڪول، قاسم آباد.



محمد رمضان ڪلهوڙو اوسر گرلس هاءِ اسڪول
جهڻ موري، حيدرآباد.



فاطمه لغاري اوسر گرلس اسڪول
ٽالهو خان لغاري، هالا.



محمد صديق قريشي بوبڪائي اوسر اسڪول
غلام حسين لغاري، هالا.




بي بي بدرالنساءِ اوسر گرلس هاءِ اسڪول
ٻاروچو باغ، هالا.



جيئن منظور ميمڻ اوسر هاءِ اسڪول
ميرانپور، هالا.



اسرار انصاري اوسر اليمينٽري اسڪول
مٽياري.

Sahil Printers Hyd: 0333-2634650

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعویٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)